(۴۹)

سَپُ جي مَتِ کَسي، مايا وَتي موهَ سان،
سامي رَمتا رامَ جو، ديو دُور ڏسي،
کَيُس سوگهو سَتَ سان، کنهن داناهَ ڏسي،
هَردَمُ ڏِسي هَسي، پاڻَ وَرائي پاڻَ کي.

(۵۰)

مايا مَتِ موهِي، موهي کَئي ماڻُهن جي،
پُرچُنا[1] چاڙهي پاڻَ کي، سَدا ڦِرَنِ سوجهي[2]
ماڻي سُکُ سَروُپ جو، ڪو جاڳيو جوڳي،
اَنَنُ[3] اَروڳي، سامي رهي سياوُرُ.

(۵۱)

مايا مَتِ موهِي، موهي کَئي ماڻُهن جي،
پِلي پَو ساگَر ۾، پَوَنِ تي پوڳي،
سامي مِليو سَروُپ سان، ڪو جاڳيو جوڳي،
اَنيڪ اَروڳي، ڳُهري لَڌو جنهِن گهر مون.

---

۱. محدود، جدا؛ ۲. شوک وارو؛ ۳. بيائيءَ بنا.

( ٣٧ )

مايا ڪري مَڪُرُ، موهي ماري سڀ ڪي،
ڏِهي اَليپُ اَڪاسُ جان، ڪو نِراسُ نِنڌَرا،
ٻُڙجي لَڏو جنهن پاڻهجو، اَنيڪَ آدي ڳُهرُ،
سامي جَري٢ اَجَرُ٣، ماڻي موج مُڪتِ جي.

( ٣٨ )

مايا مَڪَرُ ڪري، موهي ماري سڀ ڪي،
سامي ڏِهي ڪو سُورمو، پاڻُ ڪون پِري،
پيتو جنهن پَرِ تيت٤ سان، پيالو پاڪَ ڀَري،
سڀ ۾ ڏِسي نُور کي، پاڻهجي اَکين پاڻُ کي.

( ٣٩ )

سڀ کي ڏاسي، لائـي مـايـا موهڻي،
ڏُوني قاضي٥ ٻرُهمچي، ٻالڪ نَه تَجي پاسي،
ڪَيئِي گرگات سان، ڪنهن تيجي٦ نِراسي،
سامي سَرُ پاسي، جنهن کي اَنيڪَ آتما.

---

١. ٻي ڏاڙو ٢ ٣. نه جلط يا ناس ٿيڻ واري وستو کي ٻچائي
يا قبائي ٤. ويساهه.

( ٣٤ )

مايا ڪري مَڪرُ، موهي ماري سڀ ڪي،
ٻنائي ٻولـوا ڪري، گهمائي گهر گهرُ،
اِستيءَ رهي آڪاس جان، ڪو ساڌون سيرُ[٢]،
پُورن پرميسرُ، سامي ڏٺو جنهن سرتي.

( ٣٥ )

مايا ڪري مَڪرُ، مُورک موهيا موهه سان،
پُني ڏيئي ٻاڙ ڪي، پُوڙن پيو ساگرُ،
سامي لبريو ساڌسنگ، ڪو داناهه ڏلرُ[٣]،
پُورن پرميسرُ، ڏٺو جنهن آڪاس جان.

( ٣٦ )

مايا ڪري مَڪرُ، موهي، ماري، سڀ ڪي،
رکي لا، رليءَ جنتر، ڏاڻڻ کهجو ڏرُ،
سامي پڇيو ڪو سُورمو، سُجاڪو، سيرُ،
پُورن پرميسرُ، ڏٺو جنهن آڪاس جان.

---

١. پورو خالي؛ ٢. صاف؛ ٣. اوکو لو.

( ٣١ )

ڏُکي ڪري ڏُونيا، مايا موهي سڀ ڪي،
ڪَنهنکي چَڏي ڪِينڪي، کَلکَلِ٢ ري ڪوني،
سامي هنيس سَرَ جي، ڪَنهن ساڏ وَجن سوني،
مُنهن موڙي موني، تَکي نه تَنهن تَدَ رُوپ ڏي.

( ٣٢ )

ڏاڍي ڏ ٻوالي، مايا ڏائڻ ڏنبد ري٣،
سامي ڪيو جَنهن سڀ ڪَي، ڪَرِ ٻَڙا٤ ڪنگالي،
وِرِلو ڪو گُرمُکُ رَهي، کَلکَلِ کون خالي،
لُٽَن لُٽَن ٻَر لالي، پَرنڪ ڏني جنهن پيءِ جي.

( ٣٣ )

ڏاڍي ڏ ٻوالي، مايا ڏني موهڻي،
لُٽي ڪيائين لوڪ جو، خزانو خالي،
سامي ڪو سُور ٻڇيو، عاشق اَبدالي٣،
ٻُوري گُرپالي، دَيا جَنهنتي دَرس جي.

---

١. مست، مٺاري، طاقت واري؛ ٢. گهٻراهت؛ ٣. وڏن ڏندن واري، چيرينڌڙ، ڦاڙينڌڙ؛ ٤. ڪنجوس؛ ٥. سنت.

( ۲۸ )

مابا ٹري نلاء، ڪنهنکي ڇڏي ڪيڪي،
سڀ لٽي سڀ کسي، ڏيئي حرص هواء،
ڪنهنجو ليکو نانهه ڪو، جنهنکي سڀ سهاءا،
موڙيعه سڀ تسي جاء، ڏسي ڪل عالم بر.

( ۲۹ )

ڏوروَن هٽي ڏنگ، ناري، ڪاري، نانگڻي،
موڙک مسنا ڪيترا، سامي ڪري سنگ،
نيارو رهي نٻ جان، ڪو مڪتي ملنگ۲،
ڄل بر ڄل ترنگ۳، ليه ڏلو جنهن لک سان.

( ۳۰ )

ڏوروَن هٽي ڏنگ، ناري، ڪاري، نانگڻي،
من۴ رک۵ مٺا ڪيترا، سامي ڪري سنگ،
ورلو ڪو ڪرمک نڪيو، براذار نهنگ۶،
بي رنگيءَ جو رنگ، ڏنو جنهن اپڊ لسي.

---

۱. مددگار؛ ۲. مست؛ ۳. لهر؛ ۴. مني؛ ۵. رشي؛ ۶. اڪياو، بي سنگي.

( ۳۱ )

ڏُکي ڪري ڏُونيءا، مايا موهي سڀ ڪي،
ڪنهنکي ڇڏي کينڪي، ڪُلڪُل۲ ري ڪونِي،
سامي هنيس سرجي، ڪنهن ساڌ وُڄَن سوني،
مُنهن موڙي موني، ٽڪي نه لنهن تڏ رُوپ ڏي.

( ۳۲ )

ڏاڍي ڏِڀوالي، مـايـا ڏائـڻ ڏنـبـڏري۳،
سامي ڪيو جنهن سڀ ڪي، ڪر ٻڙا۴ ڪنگالي،
وِرلو ڪو گُرمکُ رهي، ڪُلڪُل کون خالي،
لُنڊُن لُنڊَن مرالي، پُرتڪُ ڏني جنهن ٻيءَ جي.

( ۳۳ )

ڏاڍي ڏبوالي، مـايـا ڏنـي موهڻي،
لُٽـي کيائين لوڪ جو، خزانـو خـالـي،
سامي ڪو سوُر ٻچيو، عـاشـق اَبدالي۳،
پؤري گُرپالي، دَيا جنهنجي دَرس جـي.

---

۱. مست، متاري، طاقت واري؛ ۲. گهٻراهٽ؛ ۳. وڏن ڏندن واري، چيريندڙ، ڦاڙيندڙ؛ ۴. ڪنجوس؛ ۵. سنت.

( ۲۸ )

مايا ٻُري ٺلاءِ، ڪُٻهنڪي ڇڏي ڪينڪي،
سڀ لُٽي سَڀ ڪي، ڏيئي ڄرُص هَواءِ،
نُپهتو ليکو ٺانهِ ڪو، ڄهنڪي سَڄ سَهاءِ،
مؤرتي سَڀ تي ڇاءِ، ڏسي ڪُلَ عالمُ ٻ.

( ۲۹ )

ڏوُرون هٽي ڏنگ، ٺاري، ڪاري، ٺانگڻي،
مؤرک مُنا ڪيترا، سامي ڪُري سَنگ،
نبارو رهي تَپ ڄان، ڪو مَحبتي مَلَنگ۲،
جَلَ ٻرجَلَ تَرَنگ۳، لَبَ ڏلو جَنهِن لَک سان.

( ۳۰ )

ڏوُرون هٽي ڏنگ، ٺاري، ڪاري، ٺانگڻي،
مُن۴ رکه مُنا ڪيترا، سامي ڪري سَنگ،
وِرلو ڪو ڪُرمُک ٻَچيو، نِراڌارُ نِهَنگ۶،
بي رَنگيءِ جو رَنگ، ڏلو جَنهِن اَپِدُ لي.

---

۱. مددگار؛ ۲. مست؛ ۳. لهر؛ ۴. مني؛ ۵. رشي؛ ۶. اڪيلو، بي سنگي.

( ٢٥ )

مايا مُهتاري١، موهي ماري سڀ ڪي،
ڪنهنکي ڇڏي ڪينڪي، ڏٺي جنهن ڏاري،
رهي الڳ٢ آڪاس جان، ڪو وِرلو ويچاري،
سامي سنڀاري، جنهن آڏي اَنيهَ پانهنجي.

( ٢٦ )

مايا موهي ماري، سڀني کي سامي ڇڏي،
پون پنهنجو ساگر ۾، ٻالي ٻل هاري،
ڪو ڀريمي لنگهي پار پيو، ڏيرَ٣ سچي ڏاري،
ٻيجهڙ ڏنو ٻاري، ڏيئو ڏنائين ڏيهه ۾.

( ٢٧ )

مايا مُنهن ڪارو، موهي ڪيو ماڻهن جنو،
پائي پوڻ پاٽهي، ڳچي٤ ۾ ڳارو،
سامي رهي ڪو سوڙهو، نڀ٥ جان نيارو،
جائي جڳ سارو، لڳي ڏنو جنهن لڪ ۾.

---

١. ماتا؛ ٢. سڀ کان نيارو، جنهن تي اثر نہ ٿئي؛ ٣. ڏيرج؛
٤. ڦاهي؛ ٥. آڪاس.

سابنا مِنالِيَ، كانـئي جـيءِ ځوارُ ٿيا،
پُوِن پِنو ساگَر ۾، سامـيِ سُدائي،
وِڙِلِي ڪَنهن ڳُرِمڪَ ڪِي، اَنئِهَ ۾ آنـي،
بانهجِي پِرائِي، نابَ مِئي تُنَّ رُوپَ ڳبو.

( ٢٣ )

مايا مِتر نَٽي، موهِي مـارِيِ سُبَ ڪـي،
رولِي بانهجِي راڄ ۾، سُدا ساڻُ ڪَٽي،
سامِي نِچِنو ڪو سُوڙهو، ساڌُوءَ جي سُرٽِي،
ڏُهَو ۾ ڏُهَوَ ڏَٽـي، اَڇَلَ ڊِنو جَنهن آڊِ جو.

( ٢٤ )

مايا ماءُ نَٽِي، موهِي سُماني ١ سَبَ ڪي،
سامِي ڪَسِي ساڻُ ٢ ڏَنُ ڪوڙَ ۾ وِحهي ڪُٽِي،
ڪَيُس ڏُمرِ ڳباب سان، ڪَنهن هَرجَنُ هَنَّ هَٽي؛
ڏُهَوَ ۾ ڏُهَو ڏَٽي، ڊِنو جَنهن اَيڊُ ٣ لـيِ.

---

١. آسس ۾ آئِي؛ ٢. سچو؛ ٣. ساٸيءَ بنا.

( ١٩ )

مـايـا مُنجهانـي، وِڏا جـيءَ وَهَـڻَ ۾،
سامِي سَپُ کي غيبَ جا، گوتا کـارائـي،
کو ۾ريمي لَـڱهي پارِ پيون مَنُ کـي مَنائي،
ڏِنـو جـاڳـائـي، ڏِنـو جُنهن اَنيُٽي.

( ٢٠ )

مـايـا مُنجهائي، موڳو ڪيو ماڙُن کـي،
بانَڻُ بانهِنجو پـاڻَ ۾، ويـنـا وِچـائـي،
سامِي لَڌو کَنهِن سوُرَمي، ساڌوءَ جي سائي،
وَلوسو پـائـي، جـو اَصُلُ هو آدِا جـو.

( ٢١ )

مايا مُنجهائي، مـوڳـو ڪيو ماڙُن کـي،
بانَڻُ بانهِنجو پـاڻَ ۾، ويـنـا وِچـائـي،
سامِي لَڌو کَنهِن سوُرَمي، ساڌوءَ جي سائي،
اَندرُ اُجلائي٢، مـاڻـي سُکَ سَروُپُ جـو.

---

١. منڊي ٢. چمڪائي.

( ١٦ )

ڇوڏهن لوڪ ڄڃي، مايا ڪــاڏا مُــوهہ سان،
زور ڪنهن ئي جيو جو، ڦاٿــي ڪيَن ڦنــي،
ماڻهو ڪنهن مُحوِّس ڪي، ڪَنهن ڏرڏ وند ڏڃي،
سامي سَڃي ڪَڃي، ٻُوُن ڏسي ٻيءِ ١ ڪــي.

( ١٧ )

مايا موهي مَن، موهو ڪبو مــا زن٢ ڪــي،
سُدا ڪَن ســامــي ڄڃي، ٻنا ڳيات ڳوَن٣،
پرجي ڪُڏو پاڻهنجو، ڪَنهن وِساسيءِ٤ وَطَن،
مِٽي جَنم مَرَڻ، اِسٿِت ٿيو آڪاس٥ جــان.

( ١٨ )

مايا سُبُ موهي، خلق پاڻهنجي جِبالُ سان،
ٻلائي ٻيڪوتس ڪون، ڏوهُ ڪَري ڏوهــي،
سامي ٻجهو ڪو سادَ سَنگ، عاشِقُ آڏوهي٦،
بوڏ٧ زوپُ ٿوهي٨، ڪبتي جلهن خاموش ٿون.

---

١. ٻرين؛ ٢. ماڻهن؛ ٣. ڦرن؛ ٤. وِشاع وارو؛ ٥. آب(ther)
٦. ڏوهہ ٻنا، صاف؛ ٧. ڪبان؛ ٨. ٿوڪي، جيٽي.

( ١٣ )

مايا مُواسي، ڪيا سَڀِ جيءِ جهانَ جا،
ٻائي يَوَن پاٺهي، قُربَ جي قاسِي،
وِرِلو ڪو گُرمُکَ ٻِڇيو، اُتم اُپاسي،
اَلَکُ اَبناسي، سامي ڏِٺو جَنهن سَمَ تي.

( ١٤ )

مايا مَنجهه مستانُ، مُورکَ رَهَن ڪيترا،
ڪالُ نه ڏِسَن ڪَندَ تي، ڪَسِيو بينو ڪانُ،
وَرِتَنِ١ ويدَ وِيچارَ سان، نِيهي نِر اَيمان،
پَڳَت ڏني پَڳوانَ، جَنکي پِرچي پانهنجي.

( ١٥ )

مايا سَڀِ غُلامُ، ڪيا جيءِ جهانَ جا،
پِتن ڪارڻِ پيٽَ جي، وَڏا وِيرَ وَرِيامَ٢،
سامي نِچيا ڪي سُورما، نِروِڪَلپ٣ نِهڪامُ٤،
جِنکي رمتا رامُ، ڏِٺو دَرسَنُ دِيهه ۾.

---

١. هلن؛ ٢. سياڻا؛ ٣. سنسي ۽ پولي کان رهت؛ ٤. خواهش کان ڇٽل.

( ١٠ )

مـابا مَچايو ڪوڙو ڪِٻُل ڪَلپَ حـو،
اُنهنِ ڪَنِ ٿَدَ روپُ١ ٿي، مُورَکَ مَنَ پايو،
وِرلي ڪَنهِن گُرمُکَ ڪِيٖ، اَنُڀَوَ ٻر آيو،
سـامي سَمايو، جَلَ ٻُونو٢ حـلَ ٻر.

( ١١ )

مايا مَچائي، ڪوڙي رانڊِ ڪَلپَ جي،
سُڃي جاڳي سَڀُ ڪـو، ڇاڳي نِمَّ ڇائي،
وِرلي ڪَنهِن گُرمُکَ ڪِيٖ، اَنُڀَوَ ٻر آئي،
سامي سَدائي، اِستِٿِ٣ رَهي آڪاس جان.

( ١٢ )

مايا مَواسي٤، ڪيا جيءَ جَهانَ جـا،
پُلي پَوَن پاڪُهي، ڇِمَّ ٻر ڇـوراسي٥،
سامي ڪَتي ڪَنهِن سوُرمي، ڦوڻي هي ڦاسي،
اَلَکُ اَپاسي٦، جاڳي ڏِنو جَنهِن حوتِ ٻر.

---

١. ساڳيو روپ؛ هڪ روپ، ٢. ٻوڦبندو؛ ٣. مضڪ[illegible]
٤. اهنڪاري؛ نشئي؛ ٥. چوراسي لک جوڻيون؛ انيڪ [illegible]
٦. ناس نه ٿيڻ وارو.

( ٧ )

مايا مُنهن ڪاري، ڪَنهن سان نه ٿئي ڪينڪي،
سَپَ کي ماري مورچَڙا، ڏيئي ڏيکاري،
سامي ٻڇيو ٻلا ڪون، ڪو ياڳوانُ ياري،
جَنهنکي پياري، سَتگُرُ سوُڪي سَڄا جي.

( ٨ )

اَندَرِ ڏي آئي، مايا ٻَڻي موهڻي،
ڦُري ڪيائين ڦوڪ[2] سَپ، ڏيئي وَڏائي،
سامي سُڃاڻَنِ ڪون، پيڳي پيهُ ڪائي،
ڪَنِ شادي سَدائي، ماتامي[3] گُرگيانت سان.

( ٩ )

سَپَ سان ساڻُ لَڳي، رَهي مايا موهڻي،
سامي سَدائي ڪري، ٻَڌي نـاهَ تَـڳي،
سونُي هَنيَسِ سَرَ جي، ڪَنهنِ جوڳيسُرَ جَڳي[4]،
پيَرُ ڪون اُتي پڳي، ڪان ڪان ڪَندي ڪُتي[5] جان.

---

١. چڪي؛ ٢. سڪڙو؛ ٣. دکي؛ ٤. مهتامي شادي ڪن گرگيانت سان (گر)؛ ٥. جاڳي.

( ۴ )

ڪٿي اُڪ دوَلسي ڄرڪَٽ، ما يا خوابَ خيالَ هي،
جنهن بر مُنا ڪيترا، موُرُڪ ڪُري مَمَتَ،
جيمن مُون مَٽ رپ، پوَنِ اُپي ڪون اَسا١،
سامي سَهُن دڦمَه٢، جاڳي ڏسَن ڏ عوت ڪي.

( ۵ )

رولو وِڏو وَن، ڦُدائيءَ هو هَگَ بر،
ماري مُجهائي سَپَ ڪي، ڏاري نسانا وَنَ٣،
سونو هَنيس سُر حو، ڪيهِن حاڳي ساڏوَهن،
سُڄهي ويا وَجهن، سامي ڄرُهو ڄِتَ لبي.

( ٦ )

مايا مڙيئي رُچا، ساهُ لَگيءَ جسا،
ماري موُرڪن ڪي، ڏانهِ ڏُڪ ڏ بيٺي،
پرلي ڪيهن ڪرُمڪَ ڪي، سامي سُڌِ ٻيٺي،
اوڪ بوَلوڪ بيٺي، لَنگهي ڄرُهيو لڪَ۴ لبي.

---

١. هتي ڪان همه، ٢. اڪلبف، ٣. روپ، ۴
ـــ شوري جار.

## مايا (ب)

( ١ )

ٻَري ڪون ٻَري، مايا مَحبُوبَن جي،
ڪُنهِن پاڻو ڪِينَڪي، اَنتُ اَٿانُ١ ڪَري،
ڪَيِس گُمُرَ گِيانَ سان، ڪُنهِن گِيانوَانَ گهَري٢،
سامِي ڏِسي نَري، پاڻهِنجِي اکيُن پاڻَ کي.

( ٢ )

ڇُلَ ٻَرَبلُ آهي، مايا مَحبُوبَن جي،
سامِي ڇُڏيو جِنهِن سَڀَ کي، ڦاهي مَنجهِه ڦاهي،
ڪو عاشِقُ ڇُڙهيو اَڄَ تَي، ڏِيا٣ گَنوائي،
نَڪي ڪي ڦاهي، نَڪي پَڇي پيڏَ پَرمَ سان.

( ٣ )

پاري پِرو ساگَرُ، لَهَرُوُن ماري لوپَ جوُن،
لوڙي ٻوڙي لوڪَن کي، وِچهي ڪُن ڪَچرُ٤،
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پيو، ڇَڏي موهَ مَڪَرُ،
ٻوُرن هَرِ هَرُ، سامِي ڏِسي سِيتَلُ ٿِيو.

---

١. ڪوشش؛ ٢. ڳنيئي؛ ٣. پيائي؛ ٤. اوچو ڪنڌو.

( ٣٤ )

مايا ڪري غُلامُ، سامي وِڏو سَبَ ڪسي،
ڪونهي وِسُ ڪري، نِروڪلپ١ نِهڪامُ٢،
لَنوَ جنهن کُرڪباب سان، اَلِيَڪُ٣ آديِ٤ ڌاره٥،
جنهن ۾ رَمتا رامُ، سوُرجَ جان ساکي رَهي.

( ٣٥ )

ڪَلَ سان مَتِ ڪَسي، مايا وَرِليِ٢ جيءَ کَسي،
دَوڙي پَنهنجو پاڻهي٣، قاهيءَ مَنجهه ڦَسي،
لَنهنڪي ڏِسي ڪنڪي، جو حاضر ڪر وَسي،
جي سَتگرُ راهَ ڏَسي، ته سُکي ٿئي سامي چئي.

( ٣٦ )

مايا جُڳُتَ لَڳي، سامي سارو وسِ ڪَري،
هَنتي مايو سَنمَه جو، لَنکي ڪِيئن لِڳي،
جو لَنگهي وَرُ سَرابَ ڪون، پهتا يارُ اَڳي،
جتي جوت جَڳي، اَتَ لَسي پهرَ اَٺئي.

---

١. سنسي = پولي کان آجو؛ ٢. ڪامنا يا خواهش کان جُدا؛
٣. آلمڪ؛ ٤. اصلي؛ ٥. ماڳ، هنڌ.

---

١. آدي انيڪ نام (ڪو)؛ ٢. ودي (گا)؛ وڏي (ڪو)
٣. پانهنجي (گيا)؛ پانهنجي (ڪو)؛ ٤. پاڻيهي (ڪو).

( ٢٨ )

وڏا جيءَ ڳُڻي، مايا سڀ مرمرا[1] ري،
ٻڌائين پيائيءَ جي، نوڙيءَ سانڍ ڳُجهي،
سنسي جي سونن[2] سان، راليون ڏيهون ڪُجي،
ڪو ورلو جُن ڇُجي، ڇنهنڪي[3] سامي ملي ستگرو.

( ٢٩ )

وڏا سڀ ونگي[4]، مايا جيءَ ممت سان،
ڏاڍي ڏانئڙا ڏندري، ڪنهن ڪون ڪين سگي[3]،
ڪو نبهي وِس ڪري، اِڪل سانڍ آگي،
نبڙي لوڪ لنگهي، سامي وِبڌو سَرلي.

( ٣٠ )

لباڳي، ويراڳي، مايا سڀ مستانُ ڪيا،
سامي ڪو ورلو نڇيو، گُرمڪ[4] وڏ ڀاڳي،
ڏنو جنهن جاڳي، ٻنهي اِڪيڪ ياڱ[5] ڪسي.

---

١. پيدا سڃو جاڙ؛ ٢. ٻڌي؛ ٣. لڀي؛ ٤. گروءَ جي وچن تي هلندڙ.

---

١. يرم (گر)؛ مرمر (گيا، ڪو)؛ ٢. سونن (ڪو)؛ سونن (گيا)؛ سونن (گر)؛ ٣. ڇنڪي (گر)؛ ٤. وڏا جيءَ ونگي مايا سڀ ممت سان (ڪو).
(٥) ناڱ (گر).

( ٢٥ )

مايا ڪِيا موڳا، سامِي جيءَ جُهانَ جا،
هُڻُن واتُ وِچارَ ري، اُنُن جان اوڳا١،
جَنِين نَه جوڳا، تَرڪ ڇُلائِن٢ تَن تي.

( ٢٦ )

مايا موهي جَڳُ، وِڌو سَڀُ وَهَڻَ ۾،
ڪوڙِن٣ ۾ ڪو هِڪِڙو، بَچو پُرڪ اَلَڳُ،
جَنهِن اُلٽي پَڌَ اوڄَ٤ جو، لِنئو سان لَڌو ڏَڳُ،
سامِي تِيو سَڀُ ڀَڳُ٥، ڇاهَ مِٽائي چِتَ جي.

( ٢٧ )

وِڌا سَڀ ڪيري، مايا جيءَ مَحَل١ مون،
چِڙ يائِين چِلَ وَلَ٢ سان، حِرصَ مَنجهه هيري،
وِينا مُنهُن قيري، سامي ڇِڻي سَرُوپَ ڪون.

---

١. بيوقوف؛ ٢. بحث ڪرڻ؛ ٣. ڪروڙن؛ ٤. اهو درجو جو ٻوٽ ۾ نه اچي؛ ٥. سڀ ڇانئندڙ.

---

١. مان (گر)؛ ٢. ول چل (ڪو)؛ چل ول (گيا، گر).

( ٢٢ )

ساري خَلِقَ خُوارُ، وَهي مـابـا موهُ ٻ،
اَلَدي وِهَدي ٻَندَ ٻ، ڪَري ڪِين ٗقرارُ ١،
وِرلو ڪو ڳُرمُکُ ٻُجِيو، سامي ڇَٽي سَچارُ،
ڏِلـو جَنهن دِيـدارُ ٻانهنجي اکين ٻانهتو.

( ٢٣ )

مايا سَڀ موهي، جيءَ ڪَيا وَس ٻانهجي،
وِڌائين وَلُ چَلُ سان، اَنـڌا ٻُنڌي ٿوئي ٢،
ٻُلي ڏٻِي ٻـاڻُ ڪي، ڪَسـن هوني هوئي،
آکُرُ ڏُنُ کـوهي ٣، هوُرَکُ وِٹا مُسـتِ وي.

( ٢٤ )

مايا سُـڀ موهي، جيءَ ڪَيا وَس ٻانهجي،
سامي سُمَنُ اَچاهُ ٤ ڪي، سُکهي ڪُوڏ جوهي ٥،
وِڌا جَاهِن کوهـي، ٻَنجَي ٻَرُ ٻُکيءَ جـا.

---

١. آرام، ٢. کڌ، ٣. وڃائي، ٤. چاهنا بنا، ٥. کيرائي، نقصان ٻوڃائي.

---

١. ٿ (گيا، گر)، ٢. ٻير (گر).

( ۱۹ )

سارو جڳ جهري ۱، تو مايا ڪارڻ مَن ۾،
جنهنڪي ڏاڙھ ڏيهن ۾، ڦنڪل ۲ ساڻ ڦري،
ڪو نيهي ناڙائڻ ڪون، ڏڌسن ڏان گهري،
پرچي پر ۾ پري ۳، سامي وڃو سر ۴ تسي.

( ۲۰ )

ساري وِس لَتي، مايا موہ ممت سان،
ڪنهنکي ڇڏي ڪيڏکي، بنا پونگ ۵ پڏئي ۶،
ڪو نيهي وس نکري ڪيري ڪلپ ڪٽي ۷،
سامي پيو ڇٽي جنم مرڻ جي ڏک ڪون.

( ۲۱ )

ڪئي خلق آندي مايا موہ ممت سان،
هرڪ ترشنا جي جال ۾ وڃي سڀ وهندي،
ورلي ڪنهن ڳرمک لڌي ڪربا ساڻ ڪندي،
پانڻ جنهن بندي پنج ۸ ٿي ڪيا وس پانهنجي.

---

۱. دکي تٿي، ۲. قند، فريب، ۳. هلي، ۴. هڪجهڙو، ۵. نمونو، ۶. ترينا ڪ، چور وانگي، ۷. ڪنيا، ۸. پنج وبري - ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موہ، اهنڪار.

---

۱. جيڪا (گيا)، ۲. ڪان (گيا)، ۳. ڪري (ڪو).

( ١٦ )

سُيونِي سُنسارُ مايا جِيو وَسِ ياڻهِجي
حالِي جِدْ ياليِنِ كونْه كي جُوانُ پِرِڙا ۽ يارُ،
وِجهِي جاٺُ پِرم جي، كِيائِين خلقُ خُوارُ،
كو سامِي ٻُوڪ٢ سَچارُ، جاڳي جِتِي جَن كون.

( ١٧ )

سَڀُ سَنسارُ جَلي٣، مايا كِيو وَسِ پاڻهِجي،
سامِي سُڀِرِين جي، وِسِني راهَ مَلي٤،
ٻَلِي پَلُّ هاري رهيا، كَنهِنجِي كانهَ جَلي،
جَنهِنكِي سَڄَ پَلي، تَنهِنكِي ڏُورون ڏَندوَس كَري.

( ١٨ )

سارو جُڳ اَندو ٿِيو، مايا جي موهَ ۾،
وِجهِي وِينا پاڻُ كِي، پيا سَمُجهِه سَندوه٥،
كو عاشِقُ جُڙهيو اُڃَ٦ لِي، جاڳي ڏوڙِ ڏَلدو،
وارِي كِيمِه كَندو، سامِي مِلو سَرُوپُ سان.

---

١. يدو، ٢. پرش، ٣. موهي، ٤. ولي، ٥. حد، ٦. صثاني، كابه پكڙ پل، آڪاه شيءِ، هتي وحدت.

---

١. ورڌ (كو)، ٢. جيتو (كو، گيا)، جتي (گر)، ٣. وڌا پلي (گر، گيا)، ٤. ڏندوس ڏُورون كري (گر، گيا).

( ١٣ )

مُهان پَرِ بُلُ مايا، تَري سَگهي کونَہ کو،
جَنهن سِدَ ١، سادَکَ ٢ جوڳي، جَتي ٣، پُوُرِ پُلايا،
مَني وِينا پاڻَ کي، کَلپَتُ جي کايا ٤،
سُتِگُرُ ڇَڏايا، سي سامي ڇُٽا دُکَ کون.

( ١٤ )

مُهان پَرِ بُلُ جاڻُ، مايا مَحبُوُبَنِ جي،
سامي سَنَکَنهين جو، جَنهن پُلايو پاڻُ،
ساکِي ٥ رَهي ساڻُ، سو نَظَرِ اَچي ڪِينَ ڪي.

( ١٥ )

ڇَلُ پَرِ بَلُ آهي، مايا مَحبُوُبَنِ جي،
ڏِنا بُڏا ڪِينَ کي، سي وَهَڻَ ٦ وَهائي،
وِجهي جارُ پَرَمُ جو، پَلا ٧ پُلائي،
پانهِنجا ڪِيوُن کائي کَنهِنجي ڇَلي کانَہ کا.

---

١. پورن سادَنا کيل، اُن سِدَين کي حاصل ڪندڙ. ٢. سڌ، يوڳي، ٣. ڪام جيت، ٤. صورت، جوڙ، ٥. ڏِسندڙ ـ مالڪ، ٦. درياهہ، سمنڊ، ٧. سَتپرش.

( ۱۰ )

مايا مهان پرپل[۱]، جيتي وهي نه جيء[۱] کون،
وڏو جنهن جهان م[۲]، آگ هوندو[۳] کوڙ ڪلل،
اندي وهندي نند م، سامي جڏي نه چل،
ڪو ڪُرمڪ وهي اچل[۲]، جنهن جاڳي ڏلو ڀاڳ ڪي.

( ۱۱ )

مهان چل پرپل، مايا ڪهويڻ جي،
وڏو جنهن جهان م[۲]، نانا ڀاء[۳] ڪلل،
سامي ڄڙهبو سڀ ڪي، آگ هوندو عمل،
پانهجو ڀاڳ پتل[۴]، ڏيئي وينا ڀاڳ ڪي.

( ۱۲ )

آهي چل پرپل، مايا ڪهويڻ جي،
جنهن آگ هوندو جوڙي، وڏو نانا ڀاء ڪلل،
سامي ڄڙهبو سڀ ڪي، اوديا جو عمل[۵]،
ڪو وِرلو جن اچل، جو وهي ڪرگيان[۶] سان.

---

۱. گهڻي بل واري، ۲. مڪر، ۳. ريت، ۴. پردو، ۵. لنئو . . .
. سمجهه؛ اوجهه.

---

۱. من (ڪو)، ۲. کي (ڪو)، ۳. هوندي (ڪو)، ۴. کي (ڪو . . .
ڪوڙ نمل واري چاپي ۾ ڪونهي.

( ٧ )

مايا پُلائي، وڏا جيءَ جُهانَ جا،
نانا[1] رُوپ رَچي ڪَري، وينا نَٽُ[2] ناهي،
پاڙو واڙو[3] مَت ڪي، سَڀُڪو وَڏائي،
مُنهن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪونه ڪو.

( ٨ )

مايا پُلايو، سامي جوڙي جيءَ کي،
نانگ ڏِسي نوڙيءَ ۾، ڏُورون[4] ڏهڪايو،
ڳِٽِيءَ[2] ليکي ڏُک جي، سَنسي مَنجهه آيو،
سَتِگُرُ سَمجهايو تَڏي[3]، سَمجهي سِرجهيوه[5] پاڻَ ۾.

( ٩ )

مايا پُلايو، سامي جيءُ سَرُوپ[6] کون،
دِيهي[5] مَني پاڻَ کي، سَنسي مَنجهه آيو،
جِئين ناريءَ نِنڊَ ۾، بالڪ وِڃايو،
جاڳِئي[7] جاڳايو، تَڏي[6] ڪُو ڪَلپَنَ نه رَهيو[7].

---

١. طرحين طرحين، ٢. پاهريون ڏيکاءُ، ٣. پنهنجي روءِ سوءِ،
٤. پريون، ٥. سمجهيو، ٦. آتما، ٧. بيدار ٿيل-گرو.

---

١. ڪون (ڪو)، ٢. ڳٽِي ليکي دل ۾ (ڪو)، ٣. تڏهن (گيا، ڪو)، تڏي (گرا)،
٤. سان (ڪو)، ٥. ويهي (ڪو)، ٦. تڏهين (ڪو، گيا)، ٧. رهي (گرا).

( ۴ )

سايا ٻلاني، وڏو جهيءَ ڀوڄ ۾،
ساڳ ٻهڄو ٻاڳ ۾، وينو وڃاني،
ٿنبي ۾ سامهي ڄڻي، کوٺا ڄڻ ۽ پاني،
وڙدسا ڀٽ لاهي، جاڳي ڏسي کيڪي.

( ۵ )

مايا ٻلاني، وڏو جهيءَ ڀوڄ ۾،
ٻاڳ ٻانهڄو ٻاڳ ۾، وينو وڃاني،
اڳا هوندي ڏروساه ۾، غوطا نسٽ کاني،
منهن مڙهيءَ ٻاني، سامهي ڏسي کيڪي.

( ٦ )

مايا ٻلاني، وڏا جهيءَ ڀوڄ ۾،
سامهي ڏسي کونکو، منهن مڙهيءَ ٻاني،
جهنڪي اوڊسا نِدَ مون، سَب ڳمُ جاڳاني،
سو ويهي وڃاني نڳارو نِربساڳ۳ هو.

---

کروڙ، ۲. اِها حالت جنهن ۾ سيني اچائن کان آجو ئي
امدمڻ لڳي.

---

سامی (ڳر)، ساکي (کو)، ۲. دريا (کر)، ۳. مان (ڳر)،

## مايا (الف)

( ۱ )

اَڻ هوندي بازي[۱]، تنهنجي ڪري سِڌ تي،
ڪُلپت[۲] جي ڪَنڪ سان، سامي تو ساجي[۳]،
ڪَدِ پَن[۲] پانهنجي پاڪهي، تو مَنت موتاجي،
وڙهي[۳] تنهن راضي، پُٽ[۴] ڏيئي تون پاڪ کي.

( ۲ )

ڏرپن ڪوهُ پيارُ، سامي مايا موهَ سان؟
آڻي سَبُ اوِديا سَندُو[۴]، اَڻ هوندو اِسرارُ،
جنهن نانگُ نوڙيءَ ۾، سُپني ۾ سنسارُ،
ڪَرِ نہ جيءَ خوارُ، مِرگ[۵] ترشنا[۶] جي جَلَ ۾.

( ۳ )

مايا پَلائي، وڌو جيءَ پَرمَ ۾،
اَڻ هوندي دَرِياهَ[۵] ۾، غوطا نت کائي،
سامي ڏِسي ڪِينَڪي، مُنهن مُڙهيءَ پائي،
سَتِ گُرُ[۶] جاڳائي، نہ جاڳي جُڙي پاڻ سان.

---

۱. کيل، ۲. ڦرنو، ۳. ٺاهي، ۴. ٻردو، ۵. هرڻ، ۶. اُڃ. ۵ ۽ ۶ رڃ.

---

۱. ڪلپ (ڪو)، ۲. ڪدي (گر،گيا، ڪو)؛ ۳. رام تني (ڪو)، ۴. جو (گيا، ڪو)، ۵. دريا (ڪو)، ۶. گرو (گر)؛

## ڇوٽين نشانين جي سمجهاڻي

ڪو = ڪوڙومل ڇاپو

گيا = مولچند گيانيءَ وارو گرمکي ڇاپو

گر = ملڪ هيرا وارو گرمکي ڇاپو

**نوٽ:** اکرن جي مٿان انگ، لفظن جي جدا جدا پڙهڻين لاءِ ڏنل آهن.

اکرن جي پاسي وارا انگ معنيٰ ڄاڻائين ٿا.

پاسي وارن انگن جون معنائون صفحي جي هيٺان ٻهرين خاني ۾، ۽ پڙهڻيون ٻوئين خاني ۾ ڄاڻايل آهن.

Printed at the DOULAT Printing Press,
Vithalwadi Ranade Road Extension, Dadar, (W.R.) Bombay-28,
and
Published by Prof. B. H. Nagrani,
National College, Bandra, Bombay-20.

ويٺون آهن، جنهنڪري سندس ڪوتا جون جدا جدا وصفون ۽
گڻ پڻ ظاهر ٿي سگهن.

ٿي سگهي ٿو ته ڪي رس جا ڪوڏيا، ساڳئي مضمون لئي اُترا سلوڪ پڙهي، ورچي الڪي ڇڏي ڏين، پر مونکي اُميد آهي ته من رس جي ڪانکن کي، اهو امرت جو چشمو لڳندو.

انسان خطائن سان ڀريل آهي، ڪن ڪن ڀولڻهار آهي. ٿي سگهي ٿو ته هيتري مضمون ۾ خاميون هونديون ۽ ڪي چوڪون ٿيون هجن. پڙهندڙ جيڪڏهن اهڙين چوڪن کان مونکي آگاهه ڪندا ته ٻئي ڇاپي ۾ اهي سڌاريون وينديون.

مختلف پڙهندڙن متان هر هڪ سلوڪ ۾ ايندڙ اوکن لفظن جي
معنيٰ ڀڻ ڄاڻائي ويئي آهي، جنهنڪري سلوڪن سمجهڻ ۾ سهنجائي
معلوم ٿئي.

سلوڪن جي ترتيب اهڙيءَ طرح بيهاري ويئي آهي جو دلڪش
ٿئي ۽ جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر گروءَ ۽ شش جي وچ ۾
روح رهاڻ جو روپ وٺي.

رواجي طرح جيڪڏهن ڪنهن به ڪويءَ جي چيل ڪوتا وقت
انوسار معلوم ٿي سگهندي آهي ته صحيح طريقو آهي ته ان ڪوتا
کي اهڙين تاريخن ۽ مهنن انوسار رکي ڇپائجي. هن وقت رابندرناٿ
ٺاڪور جون ڪي ڪوتائون ائين ڇپايل آهن. هن مان فائدو اهو
ٿو ٿئي جو ڪويءَ جي خيال جي ترقي ۽ انجي من ۾ وقت به وقت
لاها چاڙها جاچي سگهجن ٿا ۽ اهو ابياس نرنئه ڪري ٿو ته ڪيئن
جدا جدا وقت جي حالتن لکندڙ جي من ۾ ڦيرو آندو.

جتي اهي تفصيل نه ملي سگهن، اتي بهتر آهي ته مضمون وار
ورڇ ڪجي. هن مهل تائين جيڪي ڇاپا گرمکيءَ جا، سواءِ مولچند
گيانيءَ جي، يا سنڌيءَ جا سواءِ اهي جيڪي مضمون وار هئا، تن
سڀني ۾ گاڏڙ ساڏڙ معاملو آهي. ڪي سلوڪ گروءَ جا، ته ڪي مايا
جا، ته ڪي محبت جا ڏنا ويا آهن. هڪ هنڌ وحدت جي ڳالهه
ڪري گرمک کي ستين آسمان چاڙهيو ويو آهي، ته وري ٻي سلوڪ
۾ اندو ايماني آهي. موڪلي لڳو ته هن طرح سان سلوڪ پيش
ڪرڻ ۾ من تي ڪو به اثر نٿو وهي ۽ ساميءَ جي جدا جدا مسئلن
جي ويچارن جو، نه ڇڻڪ پتوئي نٿو پوي. البت ڪن رس ڪٽي
هجي ۾ من رس نه آهيڙي ڪونه. انڪري متين اصولن کي
ويچاري سلوڪ مضمونن انوسار رکيا اٿم ۽ اهي اڳيان ۽ پويان ڪري
بيهاريا اٿم، انهيءَ لاءِ ته ابياسيءَ کي گهڻي ۾ گهڻو فائدو رسي سگهي.
سلوڪن رکڻ ۾ شاعر جي ڪوتا جون خوبيون ۽ خيال ۾ رکيون

سامي صاحب سنڌ ۾ ڇپيا. مضمون جيڪي وڌل آهن، سي تمام گهڻا ۽ اهي آڏوڻا جي اوٽ ۾ رکيل آهن. هن ۾ سامي صاحب جا پويان ١٤٠٠ سلوڪ جي هن امرلسر ۾ ڇپيا ۽ جي سنڌس آخرين انيڙ جو نتيجو آهن، سي ڇاٽايل ڪونهن. مضمون وري آلمڪ ترقيءَ جي خيال کان نه نهاريا ويا آهن ۽ انڪري اهي اڌورا ۽ تتصدار آهن. پورين پاڱي برتي انڪل ٧٣ مضمون ڏنل آهن ۽ جي هني پاڱي جا مضمون نه شمار ڪجن ته سندن تعداد ٢١١ ٿيندو.

مونکي انڪري ڏسڻ ۾ آيو ته جيڪڏهن ڪو سنڌ وارو ڇاپو عام اڳيان رکڻو آهي ته جدا جدا ڇاپن جي پيت ڪرڻي پوندي، نه ڪه نه خود ساخته. پڙهڻين ۽ انهجي معنيٰ جو شڪار ٿيو. انڪري سڀني سلوڪن کي الف، بي وار وجهي، پين سلوڪن جا امبر سامهون ڪري، پوءِ هر هڪ سلوڪ پيٽبو ويو آهي. جتي جتي پڙهڻ جا فيرا آهن، اهي هيٺان ڇاٽايا ويا آهن، انهيءَ خيال سان نه جيڪي صاحب مونسان شامل نه ٿين، سي پلي پنهنجو لفظ چونڊي پڙهن. ڪيترين حالتن ۾ هيٺيان لفظ غلط آهن، پر ڪن ۾ معنيٰ جي فير سبب ٻڌ ڇاٽايا ويا آهن. پنجتيه سؤ سلوڪن کي ٽي مضمون وار نهاريو ويو آهي ۽ اهي مضمون اهڙيءَ طرح رکيا ويا آهن، جو ساميءَ جي فيلسوفيءَ جو پتو برابر پئجي سگهي. سلوڪ آتما جي اُنتيءَ جي ويچار کان مدو وديا جي اصولن کي خيال ۾ رکي رکيا ويا آهن. ڪن هنڌ نه ساميءَ جي مضمون جي خيال کان ٻڌ انهنکي رکيو ويو آهي:

جئين ته: سڪ، برير، محبت، عشق، فقير، دردوند وغيره.

مون هر هڪ مضمون جا اهي سلوڪ ٻن دفعن ۾ وراهيا آهن- هڪڙا سنڌ ۾ ڇپيل ۽ ٻيا امرلسر وارا. مراد اها آهي ته ايباسي سلوڪن رچيندڙ جي شروعاتي خيالن ۽ آخرين انيڙ مان واقف ٿي پهنجو رايو ڏاهي.

سنڌ جي ٻين ڪتب فروشن ۽ ڪن باون پڻ ڪي سلوڪ چونڊي
يا يا آهن، جي ذڪر ڪرڻ جهڙا نه آهن.
مٿين سيني ڪتابن ۾ پنهنجو پنهنجو رس ۽ خاميون آهن. هنن
ن جيڪي ڇاپا خاص ڪري مون پيٽيا آهن، اهي آهن ٣٥٠٠
سلوڪن وارو ملڪ هيرا جو گرمڪي ڇاپو، ٢١٠١ سلوڪن وارو گرمڪي
ڇاپو، ديوان ڪؤڙيمل جا ٢١٠١ سلوڪ سنڌيءَ ۾، ڀائي مولچند
گيانيءَ جا گرمڪيءَ ۾ ٻه ڀاڱا، پوڪرداس ٿانورداس وارن جو سنڌيءَ
۾ مولچند گيانيءَ وارو ڇاپو.

ڀيٽ تمام دقت ڀري هئي. ساميءَ جي سلوڪن جا نمبر هرهڪ
جدا جدا رکيا هئا. ڪيترن هنڌن تي صورتخطيءَ جون چوڪون،
ڪٿي ڪٿي ساڳيا سلوڪ وري وري آيل هئا.

مثلاً ڪوڙيمل واري ڇاپي ۾ مولڪي ڪيترا ساڳيا سلوڪ هٿ
لڳا؛ جهڙوڪ نمبر ٩٣٢ ۽ ١٤٦٢ (ڪوڙيمل ڇاپي جا)؛ ١٢١ ۽ ٢٠٤٢؛
١٣٢٠ ۽ ٢٠٢٩؛ ٩٧٣ ۽ ١٧٤٩، ١٧١٤ ۽ ٧٦١؛ ٩٠٧ ۽ ٢٠٤٠؛ ١٢٠٧
۽ ١٠٣٢؛ ١٥٥٧ ۽ ١٧٣٦؛ ١٥٥٤ ۽ ١٧٣٣ وغيره. ان ڪانسواءِ لفظ ۽
تڪون به ڪن هنڌن تي ڦريل لڳم. اُچار جي خيال ڪان پڻ شڪارپور
جي رس ڀري مٺي ٻولي بدلائي سڪولي ڪتابن واري ٻولي
رکي ويئي آهي؛ پر اهڙا مثال ٿورا آهن.

هيرا ملڪ واري گرمڪي ڇاپي جون اينديون نه چوڪون آهن، جو
ڪو به ڄاڻو ماڻهو جيڪڏهن جدا جدا ڇاپن کي نه ڀيٽي ته هوند
پنهنجا پنهنجا مطلب ۽ معنائون ڪڍي. هتي پڻ ساڳيا ساڳيا سلوڪ
آيا آهن. جهڙوڪ پوين سلوڪن ۾ ٩٤٣ ۽ ١٢٤٤؛ ١٢٠١ ۽ ٨٣؛
٧٣٠ ۽ ٧٠٤؛ ١٢٢٨ ۽ ٩٢٤؛ ١٢٤٠ ۽ ٩٣٨ وغيره وغيره. گرمڪيءَ
جي ڇاپن ۾ پروف برابر نه جاچيا ويا آهن.

ڀائي مولچند گيانيءَ واري ڇاپي ۾ پروف جون چوڪون ڪي
ايڪڙ ٻيڪڙ آهن ۽ ساڳيا ساڳيا سلوڪ ڪونه ٿا اچن. سلوڪ به
مضمون وار ڪري رکيا ويا آهن؛ پر اهو ڇاپو گرمڪيءَ ۾ آهي ۽
اڄڪلهه ناياب آهي. ٻن ڀاڱن ۾ فقط ٢١٠١ سلوڪ آيا آهن، جي

ٻي ڇاپي ۾ شري وشن - آءِ - ڄڳتياڻيءَ مهاڳ لکيو آهي ۽ساميءَ جو جيون چرتر پروفيسر ڄيٺمل پرسرام لکيو آهي، جنهن ۾ پنهنجي علميت ۽ جدا جدا ڏرمن ۽ ساهتيه جي اڀياس مان ساميءَ کي ڀڳتي سچو سون ثابت ڪيو اٿس. پروفيسر ڪلياڻ آڏوانيءَ وري ”سامي صاحب جا سلوڪ“ جي سري سان مختصر طور پنهنجا ويچار لکيا آهن، جنهن ۾ سامي صاحب جي شعر جون خوبيون ٻڌايون اٿس. هيءُ صاحب پارسيءَ جو به سٺو ڄاڻو آهي، انڪري هن جي ادبي ڪٿ پڻ سڪيادائڪ آهي.

(٩) شري شانتي - ايل - شهاڻي وري سنه ١٩٤٧ع ۾ ساميءَ جا ڪي چونڊ سلوڪ ڪٺي، انهنکي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري، انگريزي داڻن اڳيان ”سانگ آف دي سرت“ جي نالي سان رکيا آهن. ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي مشهور فيلسوف، ڪرشن پڳت ساڌو واسواڻي لکيو آهي ۽ پائي ڄمراءِ ساميءَ جي سلوڪن رچيندڙ جي جيوت جو احوال، مشهور پروفيسر ۽ وديا ماهر شمواوام قمرواڻيءَ جو لکيل آهي. ساڌو واسواڻي صاحب چند چيدن لفظن ۾ سنڌي اواسين کي پيغام ڏنو آهي ته نئين سنڌ آڏڻ لاءِ شاه، سامي ۽ سچل، جي سنڌ جا ٽي پي نها رلن آهن، انهن جي سکيا پنهنجي جيوت ۾ گرهڻ ڪريو. پروفيسر قمرواڻي علميت ۽ تصور جي اڏاو کي ڳنڍي سامي صاحب جي جيوت جو بيان ڏنو آهي ۽ انڪري سياويڪ سندس بيان ۾ حقيقتن کان وڌيڪ فيلسوفي ڄاڻايل آهي. هيءَ ڪتاب انگريزيءَ ۾ آهي، انڪري ساميءَ جي ٻولي منجهس ڪانهي. منجهانئس سندس خيالن جي جهلڪ اچيتي ٻر اهو مناج ۽ مزو ڪونهي. شري شانتي شهاڻيءَ کي وري به شاباس هجي، جو هڪ ڌاريءَ ٻوليءَ ۾ سنڌي شاعر جا خيال انگريزي شعر ۾ ڏنا اٿس.

ٽازو ماستر هرچندسنگهه ساميءَ جي چونڊ سلوڪن نالي هڪ سستو ڪتاب عربي سنڌي اکرن ۾ ڇپايو آهي، جنهن ۾ هينان ڏکين لفظن جي معني پڻ ڏنل آهي. هن ڪتاب جو چڱو ڪاپو آهي.

گنگارام وٽان حق تصنيف جو وٺي عربي سنڌي اکرن ۾ چار حصا ڪري ڇپايا ۽ ماڻهن جي سهوليت ڪاڻ سلوڪ الف، بي وار ڪري رکيا، جنهن سلوڪن ڳولڻ ۾ سهوليت ٿئي.

(٥) سنه ١٩٠٤ع ۾ پائي بڌ سنگهه جي ڪوشش سان گرمت پريس لاهور مان، ملڪ هيرا ٣٥٠٠ سلوڪن وارو ڪتاب ڇپيو.

(٦) سنه ١٩١٠ع ۾ سرڳواسي شري مولچند گياني ڪئتيا واري ساميءَ جا ڀڙيان ٢١٠٠ سلوڪ گرمکيءَ ۾ مضمون وار ٻن ڀاڱن ۾ ڇپايا. هيءَ ڇاپو بين ڇاپن جي پيٽ ۾ وڏ يڪ ڪارائتو آهي، ڇو جو اکر صاف آهن، پروف جون گهٽيون چوڪون ڪونهن ۽ صحيح اُچار ٿي چڱو ڌيان ڏنو ويو آهي. مضمون وري آئيويتا جي اوت تي رکيل آهن.

(٧) سنڌ جي مشهور ڪتب فروش سرڳواسي شري پوڪرداس ٿانورداس شڪارپور واري وري مولچند گيانيءَ جي ڀڙين ڀاڱي ڪي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي، ڪتاب عربي سنڌي اکرن ۾ ڪڍيو، جن مان پڻ ماڻهن چڱو فيض ورتو. مولچند گيانيءَ جو پيو ڀاڱو ڪونه ڪڍيو ويو.

(٨) ڪوڙيمل سنڌي ساهتيه منڊل پاران ساميءَ جا چونڊ ساوڪ (معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ سان)، اصل گڏ ڪيل سرڳواسي راءِ بهادر ڪوڙيمل چندنمل جا ۽ چوائيل سرڳواسي مسٽر واڌومل مولچند جا ۾ ڇاپا سنه ١٩٣٨ع ۽ سنه ١٩٤٨ع ۾ عربي سنڌي اکرن ۾، شري هريسندر روپچند، سيڪريٽري ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل حيدرآباد واري ڇپايا. ڀڙين ڇاپي ۾ رشي ڏيارام جو سواميءَ جي ساوڪن جو تانپرج، پروفيسر چيتمل پرسرام جو مهاڳ ۽ شري واڌومل مولچند جو، ساميءَ جي ساوڪن ٿاهيندڙ جو مختصر جيون چريتر ڏنل آهي. ڪتاب راءِ بهادر ديوان هولچند چاندومل جي سرڳواسي پٽر مسٽر آسوديمل جي يادگيريءَ ۾ ڇپايل آهي. هن ۾ شري واڌومل مولچند پوءِ ڪا پڻ لکي آهي، جا سندس اپياس ۽ فقيري سڀاءَ جي پيدائش آهي.

## ساميءَ جي سلوڪن جا ڇاپا

ڀائي چئنراءِ جي جيون چريتر ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته ڪهڙيءَ طرحساميءَ جا سلوڪ پوٿيءَ جي صورت ۾ آندا ويا. اها پوٿي گرمکي اکرن ۾ هٿ جي لکيل هئي.

سلوڪ پهريائين گرمکي ڇاپي ۾ لاهور ۾ ڇپيا هئا. انهن جو عدد فقط ۸۰۰ ڪن هو ۽ پٺ جي ڇاپي هيٺ ڪري ۽ ڇپائي وقت پروف برابر نه جاچڻ سبب اها پوٿي اشد، گهڻين چوڪن واري ۽ نڪار ثابت ٿي.

(۱) سنڌ ۾ پهرين پهرين ديوان ڪوڙيمل ۲۱۰۰ سلوڪ گرمکيءَ پوٿيءَ تان آلاراٿي عربي سنڌي اکرن ۾ ڇهن حصن ۾ ڇپرا (سن ۱۸۸۵ع - ۱۸۹۰ع) ۾ ڇپايا. انهيءَ ڪتاب ۾ ڪويءَ جو ورتانت ۽ رشي ڏيارام گدومل جو لکيل ساميءَ جي سلوڪن جو تائرج ڏنل آهي. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ اوکن لفظن جي معنيٰ پڻ ڏني ويئي آهي. هن صاحب جي سلوڪن جو ڇاپو، جو پهرين لٿو پريس ۾ هو سو پوءِ رواجي پريس ۾ ڇاپيو ويو. سنڌين هن صاحب جي محنت ۽ پريشرم ڪري چڱو لاڀ پاتو آهي.

(۲) سنبت ۱۹۵۱، عيسوي سن ۱۹۰۰ع سکر جي ملي سنگت جي ڪم هلائيندڙ ڀائي خوشيسنگهه، ڀائي شام سنگهه ڪتابن واري معرفت ۲۱۰۱ سلوڪن جي پوٿي چڱي گرمکي ٽائيپ ۾، لاهور جي انلمن پريس ۾ ڇپائي پڌري ڪئي.

(۳) ڀائي گنگارام صاحب روهڙيءَ واري وڏي ڪوشش ڪري مٿي ذڪر ڪيل ۲۱۰۱ سلوڪن سان گڏ ٻيا ۱۴۰۰ سلوڪ پڻ ڪٺا ڪيا، جي سامي صاحب امرتسر ۾ ڇپيا هئا ۽ مڙيئي ۳۵۰۰ سلوڪن جي پوٿي ۱۹۰۰ع ۾، لاهور جي ايڪانامڪل پريس ۾ ڇپائي پڌري ڪئي. هيءَ صاحب پڻ ڏنواد جو لائق آهي.

(۴) ماستر هريسنگهه سکر واري سن ۱۹۰۱ع ۾ اهي سلوڪ ڀائي

قانونن کي اورانگهي شاه صاحب والگي ماترائن جي سنکيا گهٽائي وڌائي آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي شاه نسبت چويٿو ته "ڪن بيتن جي بناوت اصولي هندستاني دوهي جهڙي آهي، يعني منجهن ٻه مصراعون آهن، ۽ ٻهري پد ۾ تيرهن ماترائون آهن ته ٻئي ۾ يارهن. ڪن بيتن ۾ ته وري هرهڪ پد ڏهن يا يارهن ماترائن جو ٿيل آهي. ڪٿي ڪٿي ته هڪ پد ۾ نو ماترائون آهن ته ٻئي ۾ ڏه يا يارهن. مطلب ته شاه جي آزاد طبع هن ڳالهه ۾ به ڪنهن جي تقليد نه ڪئي آهي؛ مگر پنهنجو هڪ نئون ۽ سهڻو طريقو اختيار ڪيو اٿس."

سامي صاحب ٻڌ اٿين ڪيو آهي. سندس گهڻن سلوڪن ۾ ماترائن جي سنکيا پوري آهي پر ڪٿي ڪٿي اهڙا مقرر ڪيل قاعدي موجب نه آهي. البت جي ڪنهن پاد ۾ ٢١ يا ٢٢ ماترائون آهن ته سيني پادن ۾ اوتريون رکيون اٿس. هنجو ڪارڻ هيءُ آهي ته ڪويءَ جو روح جڏهن رقص ڪريٿو تڏهن ان ۾ جو لهرو پيدا ٿئي ٿو اهوئي وزن ۽ قافيو ٿاهيٿو. جڏهن ۽ اُمنگ ٻهرين آهي، مستي اول اچيٿي جا شعر جو روپ ونيٿي ۽ پنگل ( Prosody ) يا چند شاستر جا قاعدا قانون پوءِ ٿا ٿهن.

هن طرح ساميءَ دوهن ۽ سورٺن کي ملائي پنهنجا سلوڪ رچيا آهن. جيڪي به مشهور فقير ڪهنا شاعر آهن، انهن سيني، هندن توڙي مسلمانن، پنهنجو شعر اٿين چند شاستر جي اصولن موافق رچيو. شاه ڪريم ۽ قاضي قاضن دوهرا چيا. پارسي علم عروض جي طرزن تي شعر چوڻ جو نمونو تازو رواج ۾ آيو آهي.

سورٺا ڇند، دوها ڇند جو اُبتو روپ آهي. هن ڇند جي هر هڪ پاد ۾ دوها جيان ٢٤، ٢٤ ماترائون آهن.

سامي صاحب پنهنجو شعر سورٺن ۽ دوهن ملائي رچيو آهي. ڪٿي سورٺي ۽ اڌ دوهو آهي، ڪٿي سڄو دوهو، ڪٿي ٻه دوها. مثال:

## سورٺي ۽ اڌ دوهو.

هيرو جنم نه هار، مورک من جي ڀاءِ لون؛
ملي ساڌ سنگت سان، اوديا ڀرم اوار؛
پنهنجو پاڻ سنڀار، نه سڪي ٿئين سامي چئي.

## سورٺا منجهه دوها:

ستگر حضور شاهه، ڪوڙ ڏنو سنسن ڪاٽهن؛
پرچي ڏنو جنهن پوري، آلم ڏن اٿاهه؛
نڪي پڇيا ٽن جاس پاس، نڪي پڇيا ٽن راهه؛
ڪري من اڇاهه، سامي جڏهائين چئن ۾.

## سورٺي منجهه ٻه دوها:

اڻهوندي بازي، سازيگر ٻه حال ڪئي؛
ڪالي پير فقير امير ٿئو، ڪالي شيخ ملان قاضي؛
ڪالي گرو گسائين گناوان، ڪالي حج ڪري حاجي؛
ڪالي راجا پرجا چوڌري، ڪالي مهتو مساجي؛
ڪالي سورمر داتار ٿئو، ڪالي مست موتاجي؛
ڪالي چور چغل لڳ مسخرو، ڪالي پنڊ ڪٿي پاجي؛
ڪالي ڳٽيءَ لنڪي ڏک ۾، ڪالي رضا ۾ راضي؛
سامي جنهن ساجي، سو ساکي پد پارسي.

روپ جي خيال کان ساميءَ جا سلوڪ اهڙي دوها سورٺا مثل آهن ۽ ماترائن جي وچار کان ساميءَ ڪن ڪن هنڌ قاعدن

ڪنز قدوري ڪافيه، ڪي ڪين پڙهيوم؛
سو پاروٺي آهه پيو، جتان پرين پسيوم.

هتي پهرين پاد کي ٻه چرڻ آهن. ڪنز قدوري ڪافيه ۽ ڪي ڪين پڙهيوم ۽ ٻي پاد کي ٻه ئي چرڻ آهن: (١) سو پاروٺي آهه پيو ۽ (٢) جتان پرين پسيوم. هر هڪ چرڻ پٺيان دم ساعت بيهڻو ٿو پوي، جنهنکي بيهڪ جو سٿان يا يت چوندا.

دوهي جي لفظي معنيٰ آهي "بيٺو" يعني مثنوي. هر هڪ دوهي ۾ ٻه ٻه مصراعون هئڻ گهرجن، جنجي پڇاڙيءَ جو قافيو ساڳيو هئڻ گهرجي. دوهو هڪ خاص قسم جو پديه آهي جنهن ۾ ٻه پاد يا ۴ پد تين ۽ ماترائن جي سنکيا هر هڪ پاد جي ٢۴ آهي؛ پهريون ۽ ٽيون پد ١٣ ماترن وارو ۽ ٻيو ۽ چوٿون پد ١١ ماترائن وارو. دوهي ۾ انڪري ڪل ۴٨ ماترائون هئڻ گهرجن، جن ۾ گهٽ ۾ چار ڇوٽيون ۽ باقي چوئيتاليهه ماترائون، ٻگهيون هجن يا ڇوٽيون.

مثال - ٢ ٢ ٢ ١ ١ ٢ ١ ٢ =١٣، ٢ ١ ٢ ٢ ١ ١ ٢ =١١
پائي ڪان ڪمان ۾ تون ميان مارم مون
١ ١ ٢ ٢ ٢ ٢ ١ ٢ =١٣، ٢ ٢ ٢ ١ ٢ ٢ =١١
ٿهڄوٺي توکي لڳي، جو مون ۾ وسين تون؛

هتي پهرين پاد جي پهرين ۽ ٽئين پد ۾ ١٣ ماترائون ۽ ٻئي ۽ چوٿين ۾ ١١ ماترائون آهن. هتي بيهڪ جو سٿان يا يت پهرين ۽ ٽئين پد جي پٺيان ١٣ ماترائن بعد آهي. هاڻي هي دوهو جي ڦيرائي رکجي ۽ پڙهجي:

٢ ١ ٢ ٢ ١ ١ ٢ ٢ ٢ ١ ١ ١ ٢ ١ ٢
تون ميان مارم مون، پائي ڪان ڪمان ۾؛
٢ ٢ ٢ ١ ٢ ٢ ١ ١ ٢ ٢ ٢ ٢ ١ ٢
جو مون ۾ وسين تون، ٿهڄوٺي توکي لڳي

يعني دوهي جي ٻئي ۽ چوٿين پد وارو قافيو (تڪ) هينئر پهرين ۽ ٽئين پد واري قافيه موجب ناهي بيهارجي ته هن نموني جي پديه کي اسين سورٺا چئون.

# ساميءَ جي سلوڪن جي رچنا.

سلوڪ لفظ سنسڪرت لفظ شلوڪ مان آهي جنهن جون گهڻيون معنائون آهن. ڪبرلي يا جس واري ڪوتا کي ٻه شلوڪ چئجي ٿو. شعر يا ڪوتا کي ٻه ٽلهي لکبي، شلوڪ چوندا. شلوڪ کي ٻيو نالو انشٽپ ٻه ڏين ٿا جو هڪ قسم جو وزن آهي. هن ۾ ڀڳوت گيتا جا سلوڪ آهن. انهيءَ واسطي پدن سان آهي. شلوڪ ۾ چار سٽون ٿين ۽ هر هڪ سٽ ۾ اٺ پد. ڪل پد انڪري ٣٢ ٿين.

سامي صاحب جا سلوڪ ان نموني جا نه آهن. هن صاحب ڪهڻ سنڌي شاعرن جو امواو ورلو جنهنجو شعر هندي ڇند شاستر جي اصولن مطابق آهي. هندي ڪوين جو جيڪو اثر سنڌ تي ٿيو انڪري اساڻي اصلوڪن شاعرن ٻه، دوهي يا سورٺي يا دوهي سورٺي کي ملائي پنهنجو شعر جيو. سامي صاحب پنهنجا سلوڪ دوهن ۽ سورٺن جي صورت ۾، ملائي لکيا آهن. اچو ته سمجهون ته دوهو ۽ سورٺو ڇا آهي.

ڇند شاستر موجب لنڊي ۾ ننڍي پد (Syllable) کي اُچارڻ ۾ جيڪو وقت لڳي ٿو تنهنکي هڪ ”ماترا“ چوندا. ڊگهن پدن کي اچارڻ ۾ ورڻي ٻيڻو وقت ٿو لڳي، انڪري اهڙا پد ”ٻن ماترائن“ وارا آهن.

مثال طور: اَ، ڪَ، ڪِ، ڪُ وغيره اُچارڻ ۾ هڪ ماترا لڳي ٿي ۽ آ، اِي، او، اؤ يا ڪا، ڪي، ڪو، ڪؤ وغيره اُچارڻ ۾ ٻه ماترائون لڳن ٿيون. ڇند شاستر موجب ماترائن جي ڳڻپ يا سنکيا ڳڻبي آهي.

اکر يا حرف تنهنکي هندي ۾ ورڻ چئجي ٿو، حرف علت (Vowels) کي سر ۽ حرف صحيح (Consonants) کي ويهڃن. ٻن سٽن جي نظم کي اسين سنڌيءَ ۾ ڇپون بيت (Couplet) ٻر ڇند شاستر ۾ ڇون دوپدي. هر هڪ سٽ کي مصرع (Verse) چئجي ٿو ته ڇند موجب چوليس ”پاد يا پدڪني.“ هر هڪ مصرع يا پاد تنهنکي ٻه چرڻ ٿين ٿا.

ساڳي جل پپوٽي جي ڳالهه، مايا جي پوين سلوڪن ۾ هيئن ٿو ڪري:

ڏورون هٿي ڏنگ، ناري، ڪاري، نانگڻي؛
ٻورڪ منا ڪيترا، سامي ڪري سنگ؛
نيارو رهي نپ جان، ڪو محبتي ملنگ؛
جل ۾ جل ترنگ، لئه ڏنو جنهن لڪ سان.

ساڳي جل پپوٽي جي تشبيهه وري ٻيءَ طرح ڪتب آندي اٿس:

حيرت اُئون هاسي، اچي هڪ اچرج تي؛
سامي جاڻي پاڻکي، ابماسي ناسي؛
ڪپڙيءَ ۾ آڪاس پيو، ڦاهيءَ رڃي ڦاسي؛
پاڻيءَ ۾ پياسي، مري پپوٽو مت رڃي.

هيءَ آتما پرماتما جي ڦولهه، ڏسو ته هڪڙي شلوڪ ۾ ڪهڙن نه سهڻن روپڪن سان ڪئي اٿس:

حيرت اُئون هاسو، اچي هڪ اچرج تي،
سامي ڦولهي آتما، ڪنڌ ڪيي پتاشو؛
ڳهڻو پوندي سون کي، مٽيءَ ڪيي ڪاسو؛
پاڻي پياسو، سامي رهي نت سير جو.

هن ڪري ڏسبو ته ساميءَ جي سلوڪن جي عبارت قدرتي سينگارن سان سينگاريل آهي تجنيس حرفي سندس زيور آهي، مٺڙي، سريلي ٻولي سندس پوشاڪ ۽ اوچ خيالي سندس روح.

ھُن خاصيتن ھوندي بہ سامي سادو سودو ٻيو لڳي. اھانئي سندس سونھن آھي. جيئن ڪنھن سندر ناري جي ٻاھرين ڏاھ اوھ جي ضرورت ئي نہ ھوندي آھي ۽ ھٿرادو يا ٻاھريون رنگ روپ سندس قدرتي سونھن کي وڌائڻ بدران ٻاڻ گھٽائيندو آھي، اھڙيءَ ئي حالت ساميءَ جي ڪوتا سان آھي. سامي جڏھن چوي ٿو تہ:

ھيءَ ڪنھن لائي آھ، اوديا ڏائڻ جيءَ کي؟
سوڪ جاڻي پاڻھجو، ستگر لڌو سمجھاءِ؛

۽ گرو جواب ٿو ڏئيس:

نانڪ ڏسي نوڙيءَ ۾، پلڻ پرتي ڀاءِ؛
منھن مڙھيءَ ۾ ڀاءُ، تہ سمل ٿين سامي چئي؛

تڏھن حق چلندي ھيءَ ھي اندر جي صدا سان ڪري، وري ٿلو چيندو ھنڌ انس ۽ مايا روپي اوديا جو علاج اھڙو تہ سولو ڏسيو اٿس جو ٻڌي پاڻتي ڪل پيٽي اچي تہ آخر بہ اسين منجھيا ڪھڙيءَ ڳالھ لي آھيون! وري چوي ٿو:

مايا مڃايو، ڪوڙو ڪمل ڪلپ جو؛
ٿيھنبر ڪن ٿد روپ ٿي، مورک من پايو؛
ورلي ڪنھن گرمک ڪي، انيڪ ۾ آيو؛
سامي سمايو، جل پرڙو جل ۾.

جيئن پاڻيءَ جو ٻدٻدو ھوا نڪرڻ سان پاڻيءَ ۾ ملي وڃي ٿو، سامي صاحب چوي ٿو تہ اھڙيءَ طرح، خوديءَ يا آپي جي واءَ نڪرڻ بعد، جيو، جزي جي حالت مان نڪري ڪل جي ساگر ۾ سمائجي ٿو. شاھ صاحب جل ٻڀوٽي جو مثال ڏيئي انسان جي ٻي ٻنا جبروت جو ذڪر ڪيو:

جل ۾ ڦوٽو جيئن، لھرن لڳندي اڏ لئي؛
تون پڻ آھين تيئن، دنيا ۾ ڪو ڏينھڙو.

سامي ان جل ٻڀوٽي مان، اليٽي ٻرش جي حالت جو بيان ڪيو:

جئين پتاشو پاڻيءَ ۾ ۽ جل پپوٽو جل ۾ گم ٿي وڃيٿو، اهڙيءَ طرح انيڪي پرش پرماتما ۾ لين آهي. اوديا اسانجي من جي پيدائش آهي ۽ وڪوڙي به اسانکي ويئي آهي. اهوئي قيد آهي، جنهن مان اسانکي نجات يا مڪتي حاصل ڪرڻي آهي؛

"اوديا من رچي، سا وڌي ويئي من کي؛
جئين ڏانور تار ۾، مري پاڻ پچي."

اسانکي ڪنول گل جيان اليپ رهڻ گهرجي ۽ پنهنجي ديه ۾ ائين بديهي ٿيڻ گهرجي، جئين آڪاس سڀ هنڌ هوندي به اليپ رهي ٿو. جئين مڇلي نير کان پلڪ به ڌاري نٿي ٿئي، جئين ڪارڻ سويت جي سڀ ورلاپ ڪري، جئين پروانو محبت جو مچ پسي اُتي پاڻ قربان ڪريٿو، سچي عاشق کي پڻ ائين ٿيڻ گهرجي.

سندس شعر ۾ تجنيس خطي (Alliteration) پڻ جهجهي آهي. سنڌي شعر جي اها هڪ خاص خوبي آهي. هن سان گڏ شاه صاحب وانگي سامي صاحب پنهنجي سلوڪن جي پهرين سٽ ساڳي رکي، پين ۾ ڦيرگهير ڪريٿو، جنهڪري سندس خيال دل ۾ چڀيو وڃي.

١- مايا منجهه مغرور، مورک رهن مت ري؛
سٽ جاڻي سنسار کي، سامي سهن سور؛
ڪال مَ ڏسن ڪنڌ تي، تو ڪري نت ڪلور؛
راڻا راوَ مغرور، ماري جنهن مٽي ڪيا.

٢- مايا منجهه مغرور، مورک رهن مت ري؛
ڪال نه ڏسن ڪنڌ تي، ڪندو چڪنا چور؛
سامي هلن حليم ٿي، پاڳوان پرپور؛
ترڪي، تازي، توُر، ڪوڙا جاڻن ڪلپ جا.

٣- مايا منجهه مستان، مورک رهن مت ري؛
ڪال نه ڏسن ڪنڌ تي، ڪسيو بيٺو ڪان؛
ورلن ويد ويچار سان، نيهي نرايان؛
پگيت ڏني پڳوان، جنکي پرچي پانهنجي.

## ساميءَ جي ٻولي ۽ عبارت

سامي صاحب جي ٻولي سڀاويڪ ۽ قدرتي آهي، جنهن ڪري ڪنهن
قسم جي مشقت ۽ ڏکائيءَ جا آثار نه آهن ۽ نه وري منجهائيندڙ
ڪو مصنوعي هنر يا اُستادي ڏيکاري وئي. سڌو سنئون سامي پاڻ چوي ٿو:

ويدن جا وادي، اسين آهيون ڪمڙا؛
نڪي ڄاڻون ڇند ۾، ڪا انڪل اُستادي.

ويدانتي ويچار سنڌيءَ ۾ سمجهايا اٿس ۽ ويدانت وارا جيڪي
مکيه روپڪ ڪتب آڻيندا آهن، سي هن نه ڪتب آندا آهن. انهن
تشبيهن وسيلي اهي ڳجهه جي هوند عام فهم نه ٿين، سي رواجي مثالن
کي سولي نموني ۾ سمجهايا ويا آهن. هيءَ تشبيهون سندس عبارت
جو خاص سينگار آهن.

مثال طور: ويدانت وارا هن جڳت کي سپني مثل سڏين ٿا.
جي سنسار کي سچي هستي آهي ني ڪانه. اهو رڄ مثل آهي،
جنهن جي بنياد جو هرڻ مثل ڦٽڪي ساهه ڏني ٿو. سامي
هن ڳالهه کي هيئن ٿو ظاهر ڪري:

١- اڻ هوندو سنسار، ڪلپنا ڪري سڏ ٿيو؛
جئين سپني ۾ سڏ ٿيو، ناٿا وڏ وهنوار.
٢- ڪٿي خلق اندي، مايا موهه ممتا سان؛
مرگهه ترشنا جي جل ۾، وڃي سڀ وهندي.

جيو آتما جڏهن پرم آتما جو ويچار ڪري ڪري، پاڻ کي ان ۾
ليءَ ڪري ٿي، تڏهن انجي هستي رهي ني ڪانه ٿي. هن ڳالهه
سمجهائڻ لاءِ سامي چوي ٿو:

ويدانتي واڻي، ڀلي جنهن ڀانئي ڇڏي؛
تنهن مورت محبوب جي، جاڻ ڪڏهن جاڻي؛
جئين ڪاڳر لوڻ جي، پڻ هلي پاڻي؛
سند ۾ سمائي، موٽي موٽي ڪيهڪي.

٥. عجائب عقل، سالڪ ڏنو سڪ سان؛
سمجهي **روح راضي** ٿيو، ڇڏي هنگامو هل؛
چڙهي **نور محل** تي، ڪيائين **حق حاصل**؛
**وحدت** ۾ **واصل**، پرچي ٿيو پريم سان.

ڪيترا پارسي ۽ سنسڪرت لفظ، ساميءَ بگڙيل صورت ۾ پڻ ڪتب آندا آهن.

**مثال**

١. ويهي وڃائي **نگارو نرباڻ** جو (نغارو نرواڻ)
٢. سامي ٿيو **سرپنگ** چاهه مٿائي چت جي (سروگيہ)
٣. **انترجامي** جاڻ سامي سپيرين کي (انترجامي)
۴. لندي **نواجي** (نوازي)، خاوند کسمانو ڪري
چڙهي **سکپت** (سشوپت) سيج تي عيبن کان خالي
ڪنهنجي رکي ڪانه ڪا، مست **موڌاجي** (محتاجي)
نچاٽا **راجي** (راضي)، تيڙو ڪهڙيءَ ڳالهه تي.
٥. واري ڪاٽو **ڪت** (خط) جيئندي وينو جڳ سان
٦. سامي ٿيا سنسار جي ڦرلي کون **ڦارڪ** (فارغ)

هيءَ لفظ اسانکي ساميءَ جي سلوڪن ۾ ملن ٿا.
سامي صاحب، سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ودوان هو. سندس سلوڪن ۾ ڪي ڪي لفظ اُنهيءَ اصلوڪين صورتن ۾ رکيا اٿس.

**مثال**

١. متي ويو من مون پولائو پُرمُ (سنڌي پرم)
٢. وسيو ميگهه مهر جو پيو چيتن **چنڊر** ڪلي
٣. ڪونهي ويس اڪري اُروڪاسهه نهڪامر
٤. **دوڙي** پنهنجو پاڻهي ٿاهيءَ منجهه ٿسي

سامي صاحب نه فقط سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ودوان هو پر عربي ۽ پارسي لفظن مان بہ بخوبي واقف هو.

هيٺيان سلوڪ، عربي ۽ پارسي لفظن سان ڀريا آهن:-

١. محبتي **مسلا**، پُٽي ڪين اندر ۾؛
جڙهي **نور محل** ۾، ڪيائون سڀ لسليا؛
ڇڏي **غير** گلا، **واصل** ٿيو **وحدت** ۾؛

٢. جنهن پهريو **پوش**، **فارغ فقيريءَ** جو؛
سي اندر باهر اپ جا، **ده** دس ڏسن دوس؛
ڪنهن کي ڏين ڪنڪي، گيان ورائي **گوش**؛
ڪمان ۽ **خاموش**، ڪڍيائون ڪلب ڪڍي ڪري.

٣. سهسن پڙهي سق، **حافظ** چاڙهن پاڻکي؛
سمجهن ڪين سلوڪ جو، اشارو **احمق**؛
ورلو ڪو **واقف** ٿيو، وپڙهي سڀ ورق؛
ڏنا جنهن **طبق**، چوڏهن پنهنجي چمڪ ۾.

٤. پاڙهي ڪيو پڪ، **مرشد خام مريد** کي؛
جڙهي **عين عرش** لي، لنو سان پڌي اڪ؛
ڏسي منهن **محبوب** جو، سامي ٿيو **عاشق**؛
لنو لنو **انا الحق**، پولي پيائيءَ رڱ سدا.

## سامي جا سلوڪ

(۱) اڳ نه ڄاتم ڄاڻ، نه ڪر ڄڳ مڙيوئي سپنو.
(۲) سودا سيئي، ڪري ڏنم رام ري.

## فعلن جون پڇاڙيون

سنڌ ۾ ٻين هنڌ چون، "ايندا سؤن، ٻڌوسين"؛ ٻر سري ڏي چون "ايندا سين، ايندا سي؛ ٻڌوسين يا ٻڌوسي"، يعني "اين" جو ٻگهو اُچار ڪن ٿا.

## سامي جا سلوڪ

(۱) اڀياسيءَ جو ناس، ڪونه ٻڌوسين ڪاٿهين.
(۲) ليءَ ڏٺوسين لِڪ ۾، سامي ڄڳ سارو.
(۳) منجهين لوڪ لکين، تون پاڻ نه ڪرين پڌرو؛
اٿئي ٻهر عجيب جي، منجهين سڪ سکين؛
چاڪن منجهه چڪين، نه پاڻ ٻنڌني پٽيون.

ٻيا ڪيترا لفظ جي شڪارپور پاسي ڪم ايندا آهن سي لاڙ ۾ ڦريل صورت ۾ اچن ٿا.

| سرو- شڪارپور | لاڙ |
|---|---|
| جڏي، تڏي | جڏهن، تڏهن |
| اٺارهن | ارڙهن |
| منيو | مڃيو |
| موٿاج | محتياج |
| آتي | اتيئي |
| اِشنان | سنان |
| سرڻ پيو | شرڻ پيو |
| وتي (ودي) | ورتي |
| عجب | عجيب |
| اُتي | چٽي |
| ماتو (مان اُتو) | مون چيو |
| ڪلپي | ڪاوڙجي |

## سادي ۽ مان مثال

(١) ساڏو جن سڏي، جنهنکي ڪري پالهندو.
(٢) ورلو جن جڳي، ڪو سامي هن سنسار ڪون ؛
جو پنهنجي عقين پالهندو، گرگر گهر لتي.
(٣) مورک ڪوه مرين، ٿو لڳي ڪوڙي لوپ سان.
لاهي جو نه ڏرين، اود يا پند مٿي لون.
(٤) مان پاليو ٿي ڏور، ولي ڪامل ڏنا ڪڄ بر.
(٥) جنهن پالهندو پاڻ، سچالو سامي جڳي.
(٦) جنهين حن ڪبو، سمجهي سنگ ساڏو ۽ جو.
(٧) جن کي هٿ ڏيئي، ڇاوند ڪديو ڪوه مون.
(٨) حنين کي آئي، گرگر سر سروپ جي ؛
مل تنين جي من بر، رهي نه رائي.

## ظرف ۽ حرف جر

| | لاڙ | سرو - شڪارپور |
|---|---|---|
| ١. | اڪن ڪان | اڪن ڪون |
| ٢. | مستڪ ٿان | مستڪ ٿون |
| ٣. | ڪٿي | ڪاٿي |

## ساهي جا سلوڪ

(١) پاڪ نه ٿئي بري، رمتا رام اڪين ڪون.
(٢) مبٽي ڏني مستڪ ٿون، ورڏاٽا جو انڪ.
(٣) ڪاٿي پير فقير امر لبو، ڪاٿي شيخ ملان قاضي.
ڪاٿي گرو گوسائين گمائوان، ڪاٿي حج ڪري حاجي.

## ضميري پچاڙيون

| لاڙ | سرو |
|---|---|
| مون چالو | چالم |
| مون ڏنا، مون ڏنو | ڏنم |

سر سان اُچارڻ (Pitch or musical accent)، اهي ٻئي ڳالهيون
سيکنهن ٻوليءَ ۾ آهن ۽ ڪن جو لاڙو پدن تي زور ڏين تي
آهي، ته ڪن جو لاڙو آواز ڪڍڻ ۽ سر سان اُچارڻ تي. شڪارپورين
جو لاڙو آواز کي ڪڍڻ ۽ سر سان اُچارڻ تي آهي. اهو نمونو ويدن
واري زماني جو آهي."

''In the oldest form of Indo Aryan as preserved in the Rig and other Vedas and in the Brahmanas, pitch or musical accent was the prominent one.''

Dr. S. K. Chatterji: In origin and development of the Bengali Language.

ٻين هنڌ چون، "اُٿ نه، هل نه"، ۽ شڪارپوري چون،
"اُٿ ني، هل ني". يعني "نه" جي نندي اُچار کي وڌائي "ني"
ڪن ٿا، جنهنڪري اُچار چٽو ۽ سر سان ٿيو پوي.

**عدد:** سنڌ ۾ ٻين هنڌ "راهه"، "رڳ"، "چاٽ"، تنهن جو جمع
چون، "راهون"، "رڳون"، "چاٽون"، ۽ سري وارا چوندا "راهان"،
"رڳان"، "چاٽان".

ساهڙيءَ جا سلوڪ

(١) آهن اگم اپار **راهان** رام ملڻ جون.
(٢) **رڳان** روئي ٽڪيون، ٿي لنو لنو دانهن ڪري.
(٣) ٽوڙي لڪ لڱن **چاڏان** حرف حساب جون.

پراڪرت ۾ پڻ جمع "آ" گڏجڻ سان ٿئي ٿو. هن ۾ "ن"
گڏي شڪارپور ۽ سري وارا "آن" چوندا.

**ضمير:** لاڙ ۾ چون، **مون**، **پنهنجو** ڪم ڪيو آهي.
شڪارپور طرف چوندا، **مان** **پانهنجو** ڪم ڪيو آهي.

لاڙ: اسين ايندا سون - سرو: اسان ايندا سي. لاڙ، لوهين؛ شڪارپور
لوهان؛ لاڙ، هوُ - شڪارپور هو. ٻيا مثال: جنهن - جنهين، تنهن - تنهين،
جِن - جن، تِن - تن.

ڪراچي ضلعي جو لاڙ، جو ٻن ناميارن درگاهن يعني ٺٽي شريف ۽ جهوڪ شريف (مِيران پور) جي وچ ڪان وٺي ڪراچي ضلعي جو سمورو ڏاکڻو ڀاڱو، جو ڪيٽي بندر ۽ ڪراچيءَ طرف لڙي اچي سمنڊ سان لڳو آهي. انهن ٻنهي ضلعن جي لاڙ جي ٻولي ”لاڙي“ سڏجي ٿي. ٿرپارڪر ضلعي جي ٻن طبعي ڀاڱن مان هڪ، ٿر ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ٿرپارڪر جا ٻه طبعي ڀاڱا آهن. ٻٽ يعني ٿر ۽ ٻيو پٽ يعني ڏاڍي زمين وارو نڪر، جنهن ۾ ٿارو ڊويزن اچي ٿي وڃي. ٿر ۾ ڏيپلو، مٺي، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر تعلقا ۽ امرڪوٽ اچي وڃن ٿا. ٿاري ڊويزن ۾ گهڻو ڪري وچوليءَ جو واهپو آهي. لس ٻيلي جي رياست ۾ لاسي ۽ ڪڇ ۾ ڪڇي ڳالهائين ٿا.

هر هڪ اُپڀاشا کي پنهنجيون پنهنجيون خوبيون ۽ خصوصيتون آهن. سرائڪيءَ ۽ لاڙيءَ جي پست ڪجهه نه ڪي تفاوت اسان کي ڏسڻ ۾ ايندا.

ڊاڪٽر ٽرمپ ۽ ٻين ودوانن جي راءِ موجب سنڌ جي اتر واري ڀاڱي جي ٻوليءَ جا اُچار سنڌ جي ڏاکڻي ڀاڱي جي ٻوليءَ کان وڌيڪ چٽا آهن. ڊاڪٽر ٽرمپ نه پنهنجي گرامر جي مهاڳ ۾ لکيو ته: ”سري جي ٻولي اهڙي نه مٺي، ليڪن ۽ گرامر جي اُصولن مطابق آهي جو ڀاڪو عام جام چيو وڃيتو ته، ”لاڙ جو ڦڙهيل سري جي ڊڳي سمان آهي.“

پروفيسر ڀيرومل مهرچند، پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ لکيو، ته:

”ٻولي نه شڪارپور جي! جهڙي آهي سهڪ ۽ سوادي، تهڙي آهي مٺي ۽ رسيلي! واهه جو منجهس مناج آهي! انهيءَ ٻوليءَ ساڻ سنڌ جي ٻي ڪهڙي نه هند جي ٻولي، مناج ۾ مٽ پئي ڪين سگهندي.“

”حرفن جي ٻڌڻ ني زور ڏيڻ (Accent) ۽ آوازن کي ڪٽڻ يا

# ساميءَ جي سنڌي ۽ ڪوتا.

سامي صاحب پنهنجي مڌر ڪوتا، پنهنجي منڙي وطن شڪارپور
جي ٻوليءَ ۾ لکي، جا سنڌي ٻوليءَ جي اُپڀاشائن مان سري يعني
مٿاهين ٽڪر جي ٻولي آهي.

سنڌ ۾ چوڻي آهي، ته ”سنڌ ۾ ڇهي ڇهي تي ٻولي ٻي“. اهو پڻ
ڀاڪو آهي، ته ”ٻارهين ڪوهين تي ٻولي ٻي.“ پويون
ڀاڪو هر ڪنهن ٻوليءَ سان لاڳو آهي، ڇو جو ٽڪر ٽڪر تي ماڻهن
جي اُچارن ۾ ڪجهه نه ڪجهه تفاوت رهي ٿو.

سنڌي مول ڀاشا جون تنهن هوندي به ڪي مکيه اُپڀاشائون
(Dialects) آهن. اهي آهن سريلي، وچولي، لاڙي ۽ ٿري.

لس جي طرف جا ٻولي ڳالهائي وڃيٿي، تنهنکي لاسي ۽ ڪڇ
جي ٽڪر واري ٻوليءَ کي ڪڇڪي سڏيو ويندو آهي. هن طرح
سنڌيءَ جون ٦ اُپڀاشائون آهن.

سنڌ ملڪ جي طبعي بناوت کي خيال ۾ رکي، انجا ڪي مکيه
حصا يا ڀاڱا ڪيا وڃن ٿا. سرو معنيٰ مٿين ڀاڱي وارو ٽڪر، جنهن
۾ سنڌ جو توڙي سنڌو نديءَ جو اُتر طرف اچي وڃيٿو. هن ۾
خيرپور رياست کان وٺي ويندي اُٻاوڙي تعلقي جي ڇيڙي تائين
۽ سيوهڻ دادوءَ کان وٺي سڄو لاڙڪاڻو ضلعو توڙي شهدادڪوٽ
۽ جيڪب آباد وارو پاسو، ڪشمور تعلقي جي ڇيڙي تائين اچي ٿو
وڃي. شڪارپور ان سري ۾ اچي وڃيٿي. وچولي، سنڌ جي وچين
ٽڪر ۾ ڳالهائڻ ۾ اچيٿي، جنهنجون حدون، ڪنڊياري ۽ دادو تعلقن
جي اُتر ڀاڱي کان وٺي، هيٺ ڪوٽڙي ڊويزن تائين آهن. لاڙي
سنڌ جي لڙيل يا هيٺاهين ڀاڱي ۾، جو سنڌ جو ڏاکڻو ڀاڱو وچولي
جي هيٺان آهي ۽ وڃي سمنڊ سان لڳي ٿو، تنهن جي ٻولي آهي.
هن ۾ ٻه ڀاڱا آهن: هڪڙو حيدرآباد ضلعي وارو لاڙ، جو بدين ۽
ٽنڊي باڳي کان هلي، ٻلڙي شريف تعلقي گوليءَ تائين آهي ۽ ٻيو

سنتوکَ سان، ڪپڙا ڪاتڻ شروع ڪيا آهن. سامي ڄاڻي ٿو آهي. هو گونگي جان گڏ گڏ ٿي، من ٿي من ۾ ڀيو مشڪي. ڪس عقل عين انوپ آيو آهي ۽ سروپ جو سک ۾ ڀيو انس، جنهن سک جي ساک نارد، وياس ۽ وشسٽ ٻڌ ڏني آهي. هيٺر هو درس جي دور ماڻي ٿو ۽ پؤڻ جو پورب ٻڌجي، انيٽي عدل چلائي ٿو. سامي ۽ جوت پسي آهي، جنهن لاءِ چوپٽو ٿو:

گوتم غمي گسل، ڏٺو سچد بساغ ۾؛
سورج چند، چراغ ڪون، آهي جوت اَصل؛
ولن جنهنجو واس ٿا، سامي سنت اصل؛
ميٽي ممتا ڪل، لڌن هندوري حال ۾.

شل اهڙو گهر اسان سڀني کي ملي ۽ ڀهجي ڪريا جو هت اسان مٿان ڏري.

تنهن ڪارائي خوش ٿي، محبت مناتي؛
آيو ٻل بيحد جو، ٿي لدو لدو لالائي؛
سامي سمائي، سرت سنان پد ۾.

سامي جڏهن سڀ ڏندا ڏنئين، سيئي گهات گهمي، مست، مرم ري آيو تڏهن ستگرو ساڻس ڪرم ڪيو:

گهمي سيئي گهات، آيس مت مرم ري؛
ڪنهين لاڻي ڪين ڪي، اڻ هوندي اڄ اسات؛
سامي هنئين ستگروءَ، لدو سان پري لپات؛
ڪليا بجر ڪپات، ڀرڪ ڏنو بيءَ ڪي.

هيءَ چيتن چپاٽو، هيءَ لدو سان پري لت جا ستگر سک کي هنئين آهي انڪري ساميءَ رام نگر جي راه ڏني آهي، سڄ وسنو جي سند سهي ڪئي آهي ۽ اوديا جو اوکد پائو آهي. سندس ستگرو، ديناناٿ ديال آهي، جنهن ڪرپا ڪري ڪيس نظر سان نهال ڪيو آهي، جنهڪري سندس من ۾ رليءَ جيترو به جونو جڳ جنجال نه رهيو آهي. سندس لدو لدو لال گلال ٿي آهي پاڻ بي غم ٻٽيو آهي.

سامي صاحب چويٿو ته:

دردوند داتار، سامي مليو ستگرو؛
تنهن ڏيکاريو ڏيل ۾، انيڻ پرڪ اپار؛
جنهنجو روپ نه رنگ ڪو، نڪو انگ آڪار؛
ازغئبي اسرار، اليو سليو نه وڃي.

ساميءَ لاءِ ستگر هرجن حقاني، گيان سچن، گهرو گيان اٿاه، عين اپيد آدار، عجائب ڪامل آهي، جنهن کيس گيان انجن پاتو آهي ۽ ٻرچي ٻريمر جو پيالو پيار يو آهي. ساميءَ هاڻي گهر ۾ گونگي ٻبي هنٿي آهي. هر هيرو هاڻ سندس هٿن ۾ آهي، ممت مٿجي ويٿي اٿس ۽ سندس اکين ۾ فقط سک ئي اچي ٿو. هن مانڪ ڏيهه جو قدر سمجهي، چت چونڪو پائي، انيڻ تخت تي ويهي، سم

گروهه ڪبس ڪبج مجهان ڪڍيل ڪمو آهي، ڪبس پري پر بر
جي بندوق هڻيل آهي، چاپ هٺي ڪونو جيءَ ڪرو ڪيو آهي ۽
سڀ سارن جو ساز بتائي، موڪ کي گهالي ٺاهيو آهي. ستگر ڪيس
سڪ سمجهه ۽ ويساهه ڏنا آهن، ڪبس هن اڪبن سان اڇرج ڏيکاريو
آهي، دريءَ ۾ پڌهنڊو مڪ پسايو آهي ۽ انيڪي داس اڪمر جي رڌ
ڏلي آهي. هن ڪري سندس اندر مان ڪنچاڻ مٺي وڃي آهي.

اهڙي گروهه جي هو واکاڻ ڇون ڪري، جنهنجي ڪرپا جي
ڪک سان، رتندو ر بجهسو، سڏن ڪنبا ۽ سک راجائن جو راجا بڻيو؟
هيٺر سندس جمن جو لتو ڪوٽ تريو آهي، هن پڌهنجي ڏيل ۾
انيڪي آلم لعل ڏٺو آهي. سامي هاڻ سڀ خيال مٽائي انهن لعل
تي ويو آهي جنهن لعل گلال رنگ ۾ سديو رتو رهيٺو. ستگر ڪيس
اکنڊ جوت عجيب جي پسائي آهي، جتي نه بادل جل جي ورکا
وسي ٿي. هيءَ انيڪي لعل اهڙو آهي جنهنجو نه اول نه مول، نه
آد نه انت. هتي اوديا اوانده لتي رهي، نه سورج اُجارو آهي،
بنڌن جون ڳنڍيون ڇڙيو وڃن، پنهن جوڙن جو تل کسجو وڃي.

هيءَ بيگمپور جي وات آهي، جتي آلم گيان دواران پهچجي ٿو.
هتي ڪوڙ ڪپٽ ڪايا پلٽي پرنگي ٿيو پوي.

هڙي گروهه کي جي سامي عجائب اُستاد، انيڪي اُپڪاري،
برڊان برڪه، پوروگر، پورن پرڪ ديال، ڪامل نه سڏي نه وري
چا چڏي؟

ساميءَ پنهن سلوڪن ۾ پڻ دل کولي سندس ساراهه ڪئي آهي
۽ سندس ڪرپا جو ورنن ڪيو آهي.

ستگر، مڪتو موڪي، رنگيلو رهبر آهي جنهن من جو موهه مڪر
مٽايو آهي، هو اهڙو مها سورمو آهي جنهن سندس لاءِ مايا جو
مهاچل ڪاٽيو آهي، ستگر هرجن حلوائي آهي، جنهن لاءِ چويٺو ته:

هرجن حلوائي، اچي ملڙو اوچتي،

# ستگر مهما ۽ ڪرپا.

سامي صاحب جو شروع ۾ مورکن مٿل ڪامل مرشد وٽ سوال ڪٿي ويو هو ته:

الله جو استان، ڪامل آهي ڪهڙو؛
جتي رات نه ڏينهن ڪو، نڪو جيءُ جهان؛
نڪو قبو قبلي، نڪو ڪتاب قران؛

۽ جنهنکي گروءَ ڏس ڏنو هو ته:

عين ڪري ايمان، اُلٽي ڏس اندر ۾؛

سو جڏهن ٻڌايل راه موجب هلي پنهنجي پريءَ کي اندر ۾ پاتيئو، تڏهن سندس بيحد ساراه ۾ اچيو چنڪي. هونءَ ته ساميءَ جا سلوڪ ٻوءَ ڪٿي مايا جا ڪٽو يا اگيان جا؛ منجهن گر مهما يا گر ڪرپا، ته هرهنڌ ڳتي پيئي آهي. مونکي ڪنهن ٻه ملڪ جي ساهت ۾ ڪو ٻه اهڙو شاعر نٿو ملي جنهن پنهنجي مرشد جي ايڏي ساراه ڪئي هجي، جيڏي ساميءَ. پاڻي چئنراء ته پنهنجو پاڻ وڃائي گروءَ جي ذاتي کي عزت ڏيئي، شعر ۾ پنهنجو تخلص ٿي سامي رکيو. ساميءَ جا شروعاتي چاهي ٻويان سلوڪ، هن ساراه سان ڀرپور آهن. اٿين ٻه چونه ڪري؟

ڪيس ستگر، پريم جي پٽي پاڙهي، ٻرڪ ڪيو آهي. جئين پيءُ ماءُ، ٻترکي پالي ٻڪو ڪندا، ستگر ٻڻ سانس ائين ڪيو آهي. پاڻ چويٿو ته:

جئن پالي بار، ماءُ پيءُ پنهنجي پريم سان؛
سامي تئين سک کي، هرجن ڪري هوشيار؛
مومت مٽائي من جي، سته لکائي سار؛
کولي اکت ڀنڊار، سڀني ڏئي سوگهو ڪري.

٦- جوڳي سي ٻروڙا، منڊران جن مرم جون؛
ٽريٽي سرسير ۾، اوجل ڪن اسنان؛
سڳي واٺن سوجهه جي، ڪن گوڙڪ ساڻ گيان؛
ڏوادس منجهه ڏيان، لکو لاهوتين جو.

٧- سي اليت چئجن، جن سرب اليت سڃي ڪيو؛
تونبي ٻاٽي سچ جي، سيلي سرت رکن؛
ڏوٽي لائي ڌرم جي، ڪميا ڪٿني ڪن؛
سامي سمر وڃن، اڪر آڪر بد ۾.

هن طرح ڏسڻ ۾ ايندو ته سامي صاحب ڪيترن اسانکي ويدن جي واڻي، سنڌيءَ ۾ سڻائي آهي.

مها اُتم آهي. اُهي جيڪي سڪا، چوٿين، گيان آهي، سڪيءَ اگنيءَ جي جهڙيءَ مثل، سڀني چوٿين رکن تي؛ ٻين کي فقط وارن جو مڇو ٿي ٿي آهي.

سامي صاحب پنهنجي سلوڪن ۾ ٻڌ ڏيکاريو آهي ته:

١- **اکن جو آستان**، تنهنکي جڳت چوي جاڳرتا؛
ڪاياڳڙ ۾ **ڪنٺ** جو، سو سپني جو سمان؛
سکوپت سرير ۾، **هردو** هيڪر جاڻ؛
ڪايا جي ڪاپار ۾، ترِيا ٿا هرتان؛
هيءَ چوگهرو چوگان، آهي اونڪار جو.

٢- جاڳرت ۾ جوئي، سپني ۾ سوئي اچي؛
سمهي سکپت ۾ ڪري، آنند اهوئي؛
ترِيا سان تدروپ ٿي، تو ساک ڏئي سوئي؛
آلم اهوئي، جو چئن ئي کي چيتن ڪري.

٣- استول جو آچار، اکن جي آستان ۾؛
گهڙي گهاٽ آستان تي، ڪري واسنا وستار؛
رڙهي ردي مون ڪري، آنند جو م آهار؛
مون رت ۾ موٽي اچي، ڪري سوهن جو سماچار؛
ائين چيتن جو چمڪار، جو ٿو سپني جي ساک ڏئي.

٤- جاڳي ٻنا جوڳ، ست سپورڻ نه ٿئي؛
سمجهي ڪو سامي چئي، انيڪي اروڳ؛
مٺيو جنهنجي من مون، سڪ دک سڀسو سوڳ؛
توڙي پوڳي پوڳ، ته ٻي رهي اليپ اڪاس جان.

٥- جوڳي سو پرواڻ، جو جيئي من پون کي؛
ترٻيڻيءَ سر سير ۾، نت ڪري اسنان؛
پندي گورک جو گيان، رهي گنب گگن ۾.

برهمو اپنيشد جو ڪرشن يجرويد حر انگ آهي، سو هيئين ريت ٿو لکي:-

پرش جا چار آستان آهن: (١) اکيون (٢) هردو (٣) ڪنٺ (۴) شيش يعني مٿو. برهم الي پهنجي چئن پرون سان چمڪي رهيو آهي. اهي پير آهن، جاگرت، سوپن، سسپتي ۽ ترٿيا.

هردو بند نيل ڪنول جي گل مثل آهي، جنهنجي چوٽي هيٺ لٽڪيل آهي، چوٽيءَ ڏي هڪ تسڪ آهي. اها جاڻ رک، ته اهو سڀ ڳالهه جو وڏو آستان آهي. جاگرت ۾ جيو اک ۾ وسيتو، سپن اوستا ۾ ڪنٺ ۾، سشوپتيءَ ۾، هردي ۾، ترٿيا ۾، مٿي ۾.

سڀ ديو دل ۾ٿي آهن، دل ۾ٿي سڀ پران آهن، هردي ۾ٿي پران، جوتيون ۽ نيٽون تيل پوتر ڌاڳو (ياجنوپوت) آهن. دل ۾ٿي چيتنيه آهي. پوتر، اوچو، پاڪنو پوت (پوتر جٽبو) پاءِ، جو پرجاپتيءَ سان گڏ هستيءَ ۾ آيو، جو ڏيرگ آيو ڏيندڙ ۽ تمام اُتم آهي. اهو بل ۽ توکي بل ۽ تيج ڏي. گياني پـل ته سوورو مٿو ڪوڙائي، پاهريون ڌاڳو ڦٽو ڪري، مها اُتم ۽ اڪال برهم جو ڌاڳو پائي. اهوئي سندس سوتر آهي. انکي سوتر چئي ٿو، ڇو جو "سنچاس" معنيٰ آهي ڏيکاريندڙ (ته آتما دل ۾ وسيٿي) ۽ سوتر معنيٰ "مها آستان." جنهن جاڻو آهي ته سوتر، وير (برهم) آهي، سو سمجهه ته ويدن جو ساگر لتاڙي پار پيو آهي. انهيءَ (برهم) ۾ٿي سڀ پوتا پيا آهن. يوگي، جو يوگ ۾ نپڻ آهي ۽ جنهنکي ستيه جي پوري ڄاڻ آهي، لئهنکي اهوئي سوتر پائڻ گهرجي. اُتم يوگ ڪمائيندي، گيانيءَ کي پاهريون ڌاڳو ڇڏڻ گهرجي. جو برهم جو سوتر پائي ٿو، اهوئي پڌيمان آهي. سوتر پائيندي هنکي ڇوت نٿي لڳي. اهي جنهنجو سوتر اندر ۾ آهي، جنهنجو ياجنو پوت، گيان آهي- انهنکي ئي سوتر جي ڄاڻ آهي ۽ اهي ئي هن جڳ ۾ ياجنو پوت پائڻ لئا. اهي جنهنجي چوٽي بڻ گيان آهي، جي گيان ۾ مستحڪم آهن ۽ جنهنجو ....... گيان ئي آهي، سي گيان کي ئي اوچ ڄاڻن ٿا. گيان ئي

| ڪنول جو پتو | رنگ پٿر جو | من جو لاڙو |
|---|---|---|
| ١. اوپر وارو | سفيد | ڏرم ۽ پڪتي |
| ٢. ڏکڻ اوپر وارو | ڳرن جهڙو ڳاڙهو | نند ۽ سستي |
| ٣. ڏاکڻو | ڪارو | نفرت ۽ غصو |
| ٤. ڏکڻ اولهه وارو | نيلو | پاپ ۽ نقصانڪار ڳالهيون |
| ٥. اولهه وارو | شفاف يا بلوري | نخرو ۽ وندر |
| ٦. اتر اولهه | لعل ياقوتي | گهمڻ ڦرڻ يا ويراڳ |
| ٧. اترين | پيلو | پريم ۽ آنند وارو |
| ٨. اتر اوپر | لاجورد (Lapis Lazuli) | ناٽڪو مزاج، خيرات يا ڪام |

جڏهن ين پتن جي وچ جو خال آهي اتي اچبي، تڏهن واءُ پت ۽ ڪف جي پوري انداز ۾ نه هئڻ سبب، جي مرض ٿين ٿا، انهيءَ ڪري جوش ۽ غصي ۾ اچبي. جڏهن وچ آهي، تڏهن ڪبس سڀ جاڳ پوي ٿي؛ جيو نچي، ڳالهائي ۽ آنند ۾ اچبو. سچي ڏيهن جي ڪم بعد جڏهن اک سور ٿي ڪري، تڏهن سور لاهڻ لاءِ هڪ گول ليڪ ڪڍي، ان ۾ پيهي ٿي وڃي. پهرين ليڪ جو رنگ ”بندوڪ گل“ جهڙو ٿئي ٿو. پوءِ لند جي حالت آهي. ننڊ جي وچ، خواب جي حالت آهي. خوابن لهندي جيو جدا جدا ڳالهيون ڏسي ۽ محسوس ڪريٿو. پوءِ تڪ ٿئي ٿو. هن ڪ لاهڻ لاءِ، اها ٻيو گول ڪڍي ٿي ۽ وچ گهر ٿئي ٿي. اهي گول جو رنگ اندر گوپ هيمت جهڙو آهي (ڳاڙهي يا اڇي رنگ وارو). تڏهن ڪانيوءَ گوري ننڊ جي حالت آهي، جنهن ۾ ڪو به خواب ڪونهي.

بي خوابي ننڊ ۾ ڪيس فقط خيال اهو آهي، جنهنجو واسطو پرمسور سان آهي. اها حالت دائما، گيان جي حالت آهي. ان بعد جيو ان حالت کي پهچي ٿو، جڏهن هو سروپ ۾ لدروپ ٿي وڃيٿو. پوءِ اها ٽيون گول، لعل رنگ جهڙو ڪڍي ٿي. پوءِ ٿو با واري

ڏيوڪيءَ جو پٽ آهي. اهو برهمڻ ئي مڌوسودن (مڌوکي ماريندڙ) آهي. اهو برهمڻ ئي پنڊريڪ اکشيه يعني ڪمل نيڻن وارو آهي. اهو برهمڻ ئي وشنو ابناسي آهي. جو اهڙي نارائڻ جو ڌيان ڪري ٿو، جو سڀني ۾ ڳجهو وسي رهيو آهي، جو ئي ڪارڻيه (Causal) پرش آهي، جو اڪارڻ آهي، جو پار برهم، اوم، آهي، جو دک ۽ پرم رهت آهي، جو هر جاءِ وسي رهيو آهي، اهڙو جيو دک ۾ نٿو اچي. هو ٻهو مان ڦري ايه ايڪو ٿو بڻجي. جو جڳت کي ٻهو روپ ڏسي ٿو سو مرتيو کان مرتيو ڏي وڃي ٿو.

## دل جي ڪمل ۾ ئي برهم آهي جو ئي سڀ آهي.

ڌيان بندو اپنشد، جو سام وید جو انگ آهي، سو چوي ٿو ته:

"هينئر اسين آتما جو بيان ڏيندا سين. دل جي استان ۾ هڪ اٺن پنن وارو ڪمل (هيءُ هردي چڪر جو ١٢ پنن وارو آهي، ان کان نيارو آهي) آهي. انهي وچ ۾ جيو آتما جوتي سروپ، اڻوءَ جي قد جيڏي (Atomic in size) آهي جا گول چڪري ۾ ڦري ٿي. منجهس ئي سڀ ڪجهه آهي. اها ئي سڀ ڄاڻندڙ آهي. اها ئي سڀ ڪجهه ڪري ٿي. اها ئي سڀ ڪرم ڪري ٿي ۽ جيڪي ڪري ٿي سو پنهنجي شڪتيءَ نسبت ڪري انهي وصف ڏيکاري ٿي، ۽ جيو چوي ٿو ته آءٌ ڪريان ٿو، آءٌ سکي آهيان، آءٌ دکي آهيان، مان انڌو آهيان، مان منڊو آهيان، مان ٻوڙو آهيان، وغيره.

جڏهن اها آتما اڀرندي ڏي جو ڪنول جو پتو آهي ان تي آرامي ٿئي ٿي، تڏهن انهي من جو لاڙو ڌرم ۽ ڀڳتيءَ ڏي ٿئي ٿو؛ جڏهن ڏکڻ اوڀر واري پتي تي اچي ٿي، جوڪ ڳاڙهي خون جهڙي رنگ جو آهي، تڏهن انجو من ننڊ ۽ سستيءَ ڏي مائل ٿئي ٿو؛ جڏهن ڏاکڻي پتي تي (ڪاري رنگ وارو) آهي تڏهن ڪيس ڪاوڙ ۽ نفرت ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح ڏکڻ اولهه واري نيلي آسماني پتي تي سندس من پاپ وارن ۽ نقصانڪار ڳالهين ڏي رخ رکي ٿو. هن طرح جدا جدا پنن جو جيڪر خاڪو ناهجي، ته هوند هيئن ٿئي:

## دل پدم جي چڪر جي اهميت.

(١) لـــڙ لهي لڪار، ٻيهج دل دریاه ۾،
اکر اونڪار جو، سو ڪيج اندر منجهه آڄار،
ڪ صاحب سرجڻهار، لوڪي منجهيئي معلوم ٿئي.

(٢) رڳـــ رڳـــ منجهه راڳ، آهي اونڪار جو،
سوجهي لهه سرير مون، ميگهو جوي هي ماڳ،
اندر اونڪار جو، اتـــي جاڻ ۽ چراغ،
پسبو ٿن سهاڳ، جن درس سچالو دم کي.

سامي صاحب دل سندي درياه ۾ پيهي، ڪهڙي جاڻ ۽ چراغ ڏانهن اشارو ڪيو آهي ۽ ڪيس چراغ سان ڇو ڀيٽيو اٿس؟

رشي، مني، جوڳي، جن آتم پد کي پاتو آهي سي اسانکي ٻڌائين ٿا ته گرڀ ۾، آتما جا پرماتما جو روپ آهي، ديهه ۾ مٽي جي سهسر چڪر مان لنگهي، اڄيه ۽ ڪنٺ چڪر لنگهي، وڃيو دل جي عفا ۾ گهر ڪري. سندس ئي جوت ۽ اثر ڪري، هو سڀ ڪجهه سمجهي، ويچاري ۽ پاسي ٿو. هن آتما جــو وچتر احوال اپنشدن ۾ آيل آهي، جي اپنشد ويدن جا انگ آهن. انهن کي حوالا ڏجن ٿا.

آتما پرڪ اپنشد، جوڪ رگ ويد جو انگ آهي، هيئن شروع ٿو ٿئي:

”اوم- ڏنڊوت هجي ان نارائڻ کي، جو سنک، چڪر ۽ گدا ڌاري آهي، جنهنجي نام جپڻ سان پوڳيءَ کي جنم مرڻ جي چڪر کان جوٽڪارو ٿو حاصل ٿئي، جنهنجو روپ پراڻو، اوم آهي، جو ٽن اکرن، آ، ا ۽ م جو ٺهيل آهي، جو دائما آنند آهي ۽ جو برهم پرش آهي. اوم. هنڪري ”اوم نمو نارائڻ“ منتر جو جپيندڙ ونڪنٺ ڌامر کي پهچي ٿو. اهو ونڪنٺ دل جو ڪمل آهي يعني برهم پري آهي. اها وڄ جيان چمڪات ڏيندڙ ۽ ٻنهي ۾ ٻرندڙ آهي. هو برهمڻيه، برهم پريءَ جو راجا ئي

هيءَ لفظ سسو ۽ هائو انهن مان سوهم جو لفظ ٿو ٺهي، جنهن جي معنيٰ سنسڪرت ۾ آهي، ”مان اهو آهيان؛“ ”مان برهم آهيان“ هن ۾ اوم جو ٻج آهي ئي آهي. ڏيان بندو اُپنيشد انهيءَ جي سمجهاڻي هيئن ٿو ڏئي.

”جيو هه شبد سان ٻاهر ٿو اچي ۽ س سان اندر ٿو وڃي. هن طرح هميشه جيو (پراڻن رستي) همس لفظ اُچاري ٿو. ڏينهن رات ۾ هن طرح جيو ٢١ هزار ۽ ٦ سؤ اُچار ڪري ٿو. هن کي اَجاپ گايتري چون ٿا. هن جي اُچار سان يوگي نروان کي پراپت ڪري ٿو. هن جي ويچار سان ئي اِنسان پاپ رهت ٿئي ٿو. هن جهڙو گيان، وگيان، ٻج وغيره نه ٿيو آهي ۽ نه ٿيندو.“

سامي صاحب ٻڻ انهيءَ ويچار ڏانهن اسانجو ڌيان ڇڪائي ٿو، جڏهن چوي ٿو ته سندس وائي جاچيو، محبت سان اهو لعل لهو؛ وغيره. همس شبد ۾ ٻه پد آهن. هم يا اهم ۽ س يا سهه. ”هم“ جي معنيٰ آءٌ ۽ ”سهه“ معنيٰ ”اُهو يا هو“ جنهنجو مطلب وري به ٿيو ته ”مان (آهيان) اهو (برهم).“ اهي ٻئي اکر ساهه کڻڻ ۽ ڪڍڻ سان ٻڻ اُچارجن ٿا.

سامي صاحب انهن ساهن يا پراڻن کي، جنجي ڪڍڻ ۽ کڻڻ سان اهي ٻه اکر اُچارجن ٿا، وڻندڙ موتين سان ٿو ڀيٽي، جنجو ملهه مهانگو آهي. اهي املهه آهن ۽ ائين اکيارٿا نه وڃائڻ گهرجن. جيئين سپ ۾ موتي اندر هوندا آهن، تيئين هنن ٻن شبدن ۾ ٻڻ، پراڻ روپي موتي آهن جن ۾ جيڪو ويچار سمايل آهي، تنهنجو ملهه ڪٿڻ مهانگو آهي. سامي صاحب تنهنڪري اسانکي صلاح ٿو ڏئي ته:

” پائي منهن مڙهيءَ ۾، انهيءَ وائيءَ منجهه وسو.“ انهيءَ ويچار ۾ نت رهو، پنهنجي سروپ جي ڌيان ۾ مگهن ۽ مست رهو. هن طرح هائي ۽ سسي واري سپ، جا موتي روپي پراڻن دوارن ٻڻجي ٿي، ان ۽ موتين وچ ۾ ڪو به تفاوت نه آهي.

اوم شبد انادي آهي ۽ پار برهم جو روپ آهي. اهوئي هتڪاري، سرو وگهن لسٽ ڪندڙ، سک مي آهي. ويدن، پرانن ۾ انهي مهنو لي ڪافي ڪجهه چيل آهي. ان ۾ سڀ لوڪ، ويد، گڻ، رڌيون، سڌيون، اگنيون، اوستائون، اسانجي ڀاشا وغيره اچي وڃن ٿا. هن اوم شبد جي ٽيڪا لي ڪيئي ليک لکيا ويا ۽ ڀاشڻ ڏنا ويا آهن. ويدانتي، گياني، ڌياني، يوگي وغيره سڀ هنجي مهتو کي مڃين ٿا. هنکي ٻراٿو جو منتر ڪري ٻڌ چوندا ۽ جنهن نموني ۾ اُچارجي ٿو، ان طرح نتيجا نڪرن ٿا.

هن اوم شبد ڪانسواءِ سامي سسي ۽ هاڻي جي وارتا ڪئي آهي. سامي صاحب چوندو ته:

١- اندر ۾ آهي، اُچارو اوانڪار جو؛
جو ٻين سان بند ڪري، اُنون هٿن هلائي؛
جو واڻي ڪري واس سان، خوشيءَ سان ڪاڻي؛
ميٺا مٺهن ڀاڻي، ڪي لنهنکي پسج پاڻ ۾.

٢- سو ڪري سهي، ته هنکي واڻي کهڙي واس ۾؛
مٺمٺ سان ميٺو چئي، هڙو لعل اهي؛
ته منجهي راج رهي، لوکي ڪرم نه لڳي ڪڏهين.

٣- سسي چيو سچ، رام رمبو سڀ راح ۾؛
ڀاڻي مٺهن ميٺو چئي، رنگ لنهن جي رح؛
آڻ انهيءَ اچ، ته لوکي پاپ نه پري ڪڏهين.

٤- سسي اندر ساه، لو واڻي وشن جي ڪري؛
ٻڌ ڪي ٻيڪ سان، هيءَ ڳجهه اندر جي ٿاه؛
ته روح منجهن ني راه، آئي ماڻ جي ميٺو چئي.

٥- هاهو ۽ سو، هيءَ آهي سڀ سرٻر ۾؛
منجهس مولي مولڊ ڪا، ٻن ٻڙن منجهه پسو؛
ڀاڻي مٺهن مڙهيءَ ۾، انهيءَ واڻيءَ منجهه وسو؛
سڀني هالو سڀ سو، آئي سوني مولي مولڊ ڪا.

انيءَ اگر ٻري، گروءَ لڪائي گيانت سان؛
جنهن ۾ وڃي واچ ري، ٻين مهامد ري؛
ٻڌي من مگن ٿيو، رهي نسه پلي ٻري؛
سامي مليو سري، ستد سد سروپ سان.
اڃا اٿي من آهي جو مگن ٿي، سري سروپ ٿئي ٿو.

مرليءَ نسبت سامي صاحب چوي ٿو ته:

اڻ ٿي پهر وڃي، ٿي مرلي من موهن جي؛
ٻنڌي ٻن ڪنن سان، سامي ڪين رڃي؛
اوڙي ٻران لڃي، ڪان پيي ڏن ڏيسان ۾.

هن مان ظاهر آهي ته انهن سازن جي آوازن ۾ ڌيان لڳائڻ سان، من مگن ٿئي ٿو، ڌن ڌيان ۾ رهي ٿي ۽ آخر ساڌڪ وڃيو سروپ سان هڪ ٿئي.

هنس اُپنيشد هن ناد بابت چوي ٿو:

”ناد ڏهن قسمن جو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. پهرين چني لفظ جهڙو آواز، ٻيو چني چني، ٽيون گهنڊ جو آواز، چوٿون سنک يا ناد جو، پنجون تانتري (Lute) جو، ڇهون جهانجهه جو، ستون مرليءَ جو، اٺون دهل جو، نائون مردنگ جو، ڏهون بادلن جي گجگوڙ مثل. هو پلي ته ڏهون آواز ٻڌي ۽ پهريان نو نه به انيو ڪري.

هيءَ اُپنيشد سڪل يجرويد جو آهي، جنهن ۾ رشي گوتم ۽ سنت ڪمار جي وچ ۾ گفتگو ڏنل آهي. هن ۾ ڪنڊلني وغيره جي ڳالهه ڪانه ڪيل آهي ۽ جاپ جو نمونو ٻڌايل آهي. هتي ٻڌ ٻڌايل آهي ته ناد ٻند ٿيڻ تي، من جي هستي گم ٿيو وڃي.

## منتر يوگ.

منتر يوگ جي خيال کان سامي جي سلوڪن ۾ اوم يا اونڪار جو ذڪر، سمي ۽ هائي جو ذڪر ۽ گيان جو احوال اچي ٿو.

وڃي ۽ سوکير مان سٿول ڏي بدلي پر ڪيس گهرجي ته آوازن جي پٺ وٺي ۽ انهن کي ڇڏي، پنهنجو چت ٻي طرف نه پڪائي.
من کيهن به آواز تي ايڪاگر ٿي، ان ۾ لين ٿي وڃڻو.

اهو اپديسڊ وري چوي ٿو ته:

"ٻاهرين اثرن کان آجو ٿي، يوگي، شبد سان هڪ ٿي وڃي ٿو، جئن کير پاڻيءَ سان ۽ جلدي چد آڪاس ۾ ڏجا ڪوڙي ٿو.

ٻاهرين شين کان بيپرواهه يوگيءَ کي، پنهنجي واسنائن تي قابض ٿي، دائمان ناد ڏي چت ڪپائڻ گهرجي، جو آخر ۾ من جو انت آڻيندو.

جئن، ڪا ماکيءَ جي مک، ماکيءَ جي سواد وٺندي، سڳنڌ ڏي ويچار نه ورانيندي آهي، ان طرح چت جنهن جو ڌيان اندرئين آواز ڏي آهي سو وشين وارين شين ڏي ڌيان نٿو ڏي، جو جوهو مڌر آواز تي ريڌو آهي ۽ پنهنجي چنچلتا ڇڏي ڏني اٿس.

سرپ روپي چت، ناد ٻڌندي، ناد ۾ ٿي لين ٿئي ٿو ۽ هر ڪنهن وشي کي ڇڏي، الي ٿي ڌيان ڪپائي ٿو."

"جيسين آواز يا ناد آهي، ليسين آڪاس سنڪلپ آهي. ان کان مٿي اشبد پار برهم آهي جو خود پرماتما آهي. من جي هستي ليسين آهي، جيسين ناد آهي پر جڏهن ناد بند ٿئي ٿو، تڏهن جا حالت آهي انکي من جي اُمني (اها حالت جا من کان مٿي آهي) چئجي ٿو."

هن حالت ۾ يوگي مڪت آهي؛ هن بعد هو ڪي به آواز نٿو ٻڌي. سندس بدن ان حالت ۾ سماڌيءَ ۾ آهي ۽ هڪ ڪاٺ جي بت مثل آهي، جنهنکي گرمي، سردي، دک وغيره نٿا ستائين.

هن مان ظاهر آهي ته ڪنڊليني جڏهن سهسر چڪر ۾ اچي ٿي تڏهن ئي بين ۽ مرليءَ جو آواز ساڌڪ سڻي ٿو. سامي صاحب ٻڌ ـــ ي ساک ڏني آهي جڏهن چوي ٿو ته:

هيءَ اناهت شبد، جدا جدا هنڌن تي، جدا جدا نموني ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. اندر مان جدا جدا سازن جا آواز نڪرن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن هردي جي چڪر وٽ اچي ٿي ته انهد شروع ٿو ٿئي. مثلاً جڏهن ڪنڊليني اڳيئي چڪر کولي ٿي (ڀنڀانيءَ جي وچ ۾) ته انهد شبد اناهت ڪرنت ۾ تبديل آهي، ته گروءَ جي آواز ٻڌڻ جي شڪتي پراپت ٿئي ٿي، جو آواز جيو آتما يا ساکي آتما جو سمجهڻ گهرجي.

سامي صاحب چوي ٿو ته:

جيئن ٻڌو ناد، گروءَ گورک ناٿ جو؛
لوري لڳو ان کي، انحد جو اسماد؛
ماهل ٿيا مهران ۾، جڏهن ٻاد ساد؛
وڃي ٻيو سواد، سامي ان سڏن کون.

يـــا

گورک وڄائي، سڱي سهج آڪاس ۾؛
ورلي ڪنهن جوڳيءَ ڪي، سمجهه منجهه آئي؛
سامي جنهن جي سب گروءَ، ممتا مٽائي؛
وڃائي وائــي، رهي نرسنــگر ۾.

ٻيا سلوڪ جن ۾ هن انهد شبد جو ذڪر آيل آهي انهن مان ڪي مکيه هيٺ ڏجن ٿا:

١. نرٻيءَ نگارو، انحد وڄــي ٿو آد جو؛
ٻڌي ڪو ڀاڳ ڀاڳي، پــاڳوان پارو؛
متو جنهن جي من مون، اوديــا انڌارو؛
جاڳي جڳ سارو، چمتڪار چيتن جو.

٢. اٿئي پهر وڄي، ٿي مرلي من موهن جي؛
ٻڌي ان ڪنن سان، سامي ڪن رڄي؛
لوڙي ٻران لڄي، تان پيي ڏن ڏيان ۾.

(۲) نين، ناسڪا، ناڀ، سوڌ ڀو جنهن گرگيات سان؛
سو سامي ناتا پرم پر، ڪري نه جيءُ خراب؛
پاتائين پرچي ڪري، انيڪي آتم لاڀ؛
جم جو حرف حساب، واري واصل تي رهيو.

سامي اسانکي ٻڌائي ٿو ته جـو سادڪ منيپور (دن چڪر)، ڪنٺ چڪر ۽ اجنيه چڪر کي پنهنجي وس رکي، مٿي سهسر چڪر ڏي هلي ٿو، سو جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي ٿو.

**انهد شبد.**

ليه يوگ ۾ اندران نڪرندڙ آواز جو ٻڌڻ بيان اچيٿو. ڪنڀ لئي جڏهن پنهنجي گهر مولاڌار مان اُٿي ٿي ۽ مٿي چڙهڻ جي تي ڪري ٿي. اها چرپر آواز پيدا ڪريٿي. آواز ٻن ڏهن ڪجهه چرپر ٿئي ٿي. رواجي طرح جڏهن هڪ شيءِ ٻيءَ سان طرح جو ٿيندو آهي، تڏهن آواز ٿئي ٿو. هتي بنا ٻن شين جي لڳڻ جي لڳندي آهي، آواز پيدا ٿئي ٿو. اهڙي آواز کي سنسڪرت ٻوليءَ ۾ اناهت چون ٿا. سنڌيءَ ۾ساميءَ انکي انهد چيو آهي.

من، جو دنيا جي ٻاهرين آوازن ڏي ڇڪجي ٿو، انکي اتان ڪٽي انترمکه ڪرڻ لاء، اڀياسيءَ کي اندر مان نڪرندڙ جدا جدا آوازن ڏي، گرو ڌيان ڇڪائي ٿو. سامي صاحب ٻڌ چويٿو ته:

انهد جـو آواز، ٻـڌو جنهن گرگيات سـان؛
پرچي ڪيو تنهن پانهنجو، بنا ڪلپت ڪاج؛
مـايا جـو موتاج، ڪڏهن ٿـئي ڪينڪي.

يــا

انهد جو جهڻڪار، ٻـڌو جنهن پانيڻ چـتي؛
مٿيو تنهنجي مـن مون، وڌ نـڪيد وهـوار؛
چڙهي سهج سميړ لـي، ڏسي دب ديـدار؛
پائي پـد اپار، مشڪي ڪينڪي.

مولاڌار جتي ڪنڊلني ستي پئي آهي، سا هڪ ٽڪنڊي آڪ جي چڪر مٿان آهي، جنهنکي ”ترانيرا“ چون ٿا. سهسر چڪر وٽ پڻ اهڙو ٽڪنڊو ڪمل آهي. سهسر چڪر جي هيٺان هڪ ٻيو ننڍو ڪمل آهي، جنهنکي ١٢ پتا آهن. جي منهن هيٺ ڪيو پيا آهن. ڪنڊلني جڏهن اٿي اچيتي، لڏهن ٻين چڪرن وانگي، انهن جو منهن مٿي ڪري ٿي. هن ٻارهن پنن واري ڪمل ۾ ترانيرا مثل ٽڪنڊو آهي. هن ٽڪنڊي ۾ مولن مڙهيل هنڌ آهي، جنهن کي ”مني پيٺ“ چوندا. مني پيٺ ۾ وري مولن جو ٻيٺ آهي، جنهنجي چوڌاري امرت جو ساگر آهي. سامي صاحب پنهنجي هڪ سلوڪ ۾ انهيءَ ڳالهه ڏي هيٺين اشارو ڪيو آهي:

(الف) اُلٽي آڪاٽي، گروءَ سڌائي مڪ ري؛
ڏرلي چڙهي آڪاس تي، برهم ڳيو پاٽي؛
سهجي سوکم ٻوند ۾، سلٽا سماٽي؛
موج لهين ماٽي، حق سامي ٻڌي ساه ري؛

(ب) عجائب اسرار، گروءَ لکايو گياس سان؛
ڏرلي چڙهي آڪاس تي، کلو دسوين دوار؛
اهي جاڳيو پاٽهين، لنو لنو اونڪار؛
ساکي سرجڻهار، سامي ڏسي سڀ ۾.

ڪنڊلني ديوي، مولاڌار (ڌرتي لتو) ڇڏي مٿي سهسر چڪر (آڪاس ديس) ڏي رخ رکيتي. جڳت ماتا (ڪنڊلني)، سداشو وٽ چوڪ مٿي سمر جمل تي آهي، پهچڻ جي ڪري ٿي. سهسر چڪر وٽ پهچڻ کان اڳ، ڪيس جبوت جو پاٽي، امرت جو ساگر مليتو. سامي صاحب مٿين سلوڪن ۾ ان ڀوڳ جي آزمودي ڏي اشارو ڪيو آهي.

شروعات ۾ جيڪي سلوڪ ڏنل آهن انهن ۾ نس، ناسڪا ۽ ناڀ، انهن ٽنهي چڪرن کي گرڳياس سان ساڌڻ ڏي سامي صاحب اشارو ڪيو آهي. جي:

اپياسيءَ کي عجيب غريب شڪتيون سونپي ٿو. اهي چڪر سشمنا ناريءَ تي ڪرنگهي منجهه آهن. ايرا ۽ پنگلا ڪرنگهي ۾ سشمنا تي ورو ڪر نموني ويڙهجي پنج چڪر ٺاهين ٿيون. ڪنڊلني انهن ٽنهي نارين تان مٿي هلي ٿي، پر سندس خاص پرياو سشمنا تي آهي. اهي ٽيئي مٿي پرن جي وچ ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ان هنڌ کي ”مڪت ترويڻي“ چئجي ٿو. پنج چڪر، جنجو مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون سي آهن: مولاڌار، سواڌشٺان، منيپور، اناهت ۽ وشڌ (ڪنٺ). اهي پنج چڪر جئين مٿي ٻڌائي آيا آهيون جڳتر جي پنجن تتن جا عيوضي آهن. (۱) مولاڌار- ڌرتي تتو (۲) سواڌشٺان - جل تتو (۳) منيپور - اگني تتو (۴) اناهت - وايو تتو (۵) وشڌ - آڪاس تتو. اجنيه چڪر وت شو جي نين اک چئي وڃي ٿي. جئين جئين ڪنڊلني مٿي چڙهي ٿي، تئين تئين انهن چڪرن تي ضابطو ٿئيس ٿو. جڏهن ڪنڊلني مٿي سهسر چڪر ڏي اچي ٿي، تڏهن تي کيس آرام اچي ٿو. هن هنڌ جيو، شو روپ ٿئي ٿو. جڳت ماتا ڪنڊلني، وڃي جڳت پتا سان ملي ٿي ۽ روحاني طرح اهائي شادي آهي، جنهن لاءِ جوڳي سڪندا آهن. انهي جوڳيءَ کي سماڌي حاصل ٿئي ٿي. هن ٻنا ترڪ آهي، ترشنا آهي، انڇا جو ٻج آهي. هن سماڌيءَ جي حالت ۾ بدن پنهنجيون ڪريائون نه ڪري. دل هلڻ بند ڪيو ڇڏي، نه انهن ۽ وار نتا وڌن. هيءَ سڀ حالتون ڪنڊلنيءَ جي مٿي چڙهڻ ڪري آهن.

سهسر چڪر، مٿي جي چوٽيءَ کان ۴ آڱر مٿي آهي. سامي صاحب جڏهن ۴ آڱر آڪاس جي ڳالهه ڪري ٿو، تڏهن سندس اشارو ايڏانهن آهي.

(۱) چار آڱر آڪاس، تنهن ۾ درسن ڪوس جو،
ٻنا انڪ اوبو جي، ستنه سڌ پرڪاس؛
سيئي ۾ سامي چئي، تنهن واسديو جو واس؛
اهڙو جنهن اپياس، سي گر کي گڏيا گودڙيا.

شڪتيءَ کي اُٿاري ٿو سوني ٻوڳي آهي. هوءَ پنهنجو منهن هيٺ ڪيو سمهي پيئي آهي. سندس بدن وچ جو آهي، سندس روپ اُڀ جي اُلن سان ڀرپور آهي. ”جڏهن ڪنڊلنيءَ جي ڏاڍي ڪڙي ٿئي ٿي، تڏهن سمورو بدن سندس روشنيءَ سان روشن ٿيو پوي.“

سمت چڪر نرپط شاستر، يوگيءَ کي صلاح ڏو ڏئي ٿو ته ”انهيءَ ڪنڊلني کي، جا اِن نمونن ۾ وڙهندل آهي، اُٿي جاڳاءِ.“

سواتو يودانڪرا ڪلپ ۾ چيل آهي ته ”ڪنڊلني شڪتي آدي مايا آهي، جا جڳتر کي جيوت ڏيندڙ آهي. هوءَ هرهڪ بدن ۾ ستي پيئي آهي پر ته نه اُٿڪي هلائي ٿي. هوءَ جوان ناڳڻ مثل، وچ وانڪي روشن، اُڀ جي اُلن سان ڀرپور آهي يا ڪٽي چنڊجي ته سڄي سون ورني آهي.“

ڪنڊلني شڪتي، انڪري جڳتر ۾ به آهي ته برهماڻيءَ ۾ به. جڳتر شڪتيءَ کي مها ڪنڊلني حجي ٿو ۽ بدني شڪتيءَ کي ڪنڊلني. جڳتر کي هلائڻ واري اد رشت ڪنڊلني آهي ۽ جيو کي هلائڻ واري، دوشت ڪنڊلني. انسان جڳتر جو ڇوٽو روپ به انڪري آهي جو آدي شڪتيون، پنج تت، انهن جا مرڪز وغيره سڀ سندس بدن ۾ آهن. هوءَ ٻن وڙهن، ايڙا ۽ پنگلا جي لهل آهي. اسانجو ڪرلڳهو جهسڪي يوگ جي ساهت ۾ ”ميرو ڏنڊو يا برهم ڏنڊو“ چون ٿا، ان جي ٽري ڪان ٿي رڳون، ناڙيون هلن ٿيون: اڙا کٻي طرف کان، پنگلا سڄي کان ۽ وچ ۾ سشمنا آهي، جنهن ۾ وري ٻيون سوکيم ناڙيون آهن. انهن مان هڪ چترلي آهي. ڪنڊلنيءَ جو رستو چترني مان آهي.

ڪنڊلني چڪرن مان لنگهي ٿي ۽ انهڪي روشن ڪري ٿي. اهي چڪر ڇهه ڪلبن مثل آهن ۽ ڪنڊلني هلڻءَ مثل. جيئن ته اهي چڪر جڳتر جي تتن جا لهيل آهن، انڪري انهن کي ڏيان

چست ڪري ڪين سڌول ۽ سوکيم دِبهن جي وِچ ۾ دروازو بڻائي،
برهم رندر (سهسر چڪر) تائين تو پهچائي. سندس مٿي چڙهڻ
جو رستو نَن نارين (Nerves) منجهان آهي. انهنکي ايرا، پنگلا ۽
سشمنا چوندا. سشمنا وچين ناري آهي ۽ ايرا ۽ پنگلا انجي ٻن پاسن
کان منتريءَ مثل آهن. انهن ٽان سوکيم آڪاس جي تارا مٿي چڙهي
ٿي. انهيءَ ڪنڊلنيءَ جي چڙهڻ جو نمونو ورڪر نانگ مثل
آهي. اهي ٽي نارون، ڀڻيءَ جي ڪنڊي جي وِچ ۾ آهن، جنهنکي
يوگ جي ساهت ۾ برهم ڏنڊو چيو ائن.

ڪنڊلنيءَ جو بيان ويدن، اگمن، پراڻن، اُپنيشدن ۽ سنتن جي
ٻاڻين ۾ پڻ اچيتو. يوگ ڪنڊلني اُپنيشد چويٿو ته اها ٻن ويڙهن
(ڪنڊلن) جي ٺهيل آهي؛ انڪري کيس ڪنڊلني سڏيو ويٿو.
مولادار چڪر جي وچ ۾ تيز روشنيءَ جي وچ ۾ سندس گهر آهي.
اها جيون شڪتي آهي، جنهنکي ”ڪنڊل“ چئجي ٿو ۽ پراڻن جي
شڪل موافق آهي ۽ تيج ۽ روشنيءَ جي ٺهيل آهي. کيس
”مها ڪنڊلني“ ۽ چئجي ٿو ۽ ساڳي آهي، جنهنکي ”پار برهم“
چئجي ٿو. هوءَ شبد برهم سان ڳنڍي پيئي آهي، جو هڪ مان
گهڻا اکشر ٺيو آهي. اها سفيد ڪنول جي ڏانڊيءَ جي تاندوري
مثل آهي.

گيانروا تنتر چويٿو ته ”هيءَ آدي گيان آهي، جنهنکي لکها
وڃن ۽ سورجن جو تيج آهي ۽ لکها چندرمائن مثل ٿڌڙ ۽
شانت مڻ آهي.“

گهيرنڊ سمهيتا موجب ”هيءَ مهاديوي آهي، جا نانگ جي روپ
۾ آهي.“ هٺ يوگ پرديپڪا ۾ لکيل آهي ته ”مولادار چڪر
مٿان ڪنڊلني ستي پيئي آهي. اها يوگين کي موکش ۽ مورکن کي
ٻانڌ ڪرڻ لاءِ ستي پيئي آهي. جو کيس جاڳي ٿو سوئي يوگ
ڄاڻي آهي. هوءَ شڪل ۾ گول ويڙهيل نانگ مثل آهي، جو ه

يعني ”ناڳ اڳني“ ۾ چوڻو ته: ”ڪنڊلني ستل شڪتي آهي. اها شڪتي جا هڪڙو ڪسي پيدا ڪري پالي ٿي، لڳون جو روپ انسان ۾ اها شڪتي آهي.“ سر چارلس ليڊبيٽر پنهنجي ڪتاب * ”سڌيون ۽ چڪر“ ۾ هن شڪتيءَ نسبت لکيو ته: ”اساڻجي بدن ۾ جيڪا ڪنڊلني جي شڪتي آهي، سا زمين جي اندر اولهو ڪيو پرهما جو ڪمباگري ڪارخانو آهي، اتان ٿي اچي. هيءَ شڪتي انهيءَ پراڻ اڳني کان علحدي آهي، جا سورج منجهان ٿي اچي. هيءَ پراڻ اڳني واري شڪتي، وايو ۽ جوس ۽ وڏن ڪابل ڏيس جي آهي؛ پر اڳني جا ڀڻان ٿي اچي، سا وڏيڪ ڇنبل مادي جي آهي، جنهن باه ۾ لعل ليل لوه جي اڳني. هيءَ الاهي طاقت هڪ ريت نهايت هيبت ناڪ آهي. انهن پنو پاڻنجي ته اندر ۽ اندر، هميشه مادي ۾ پوندي ٿي وڃي، پوءِ آهستي ۾ ڪنهن ه انڪ جي پرواه نه، پڪ سان اڳتي وڌيڪ ٿي، آخرين حد کي پهچي، وري مٿي چڙهڻ جو رخ انهيءَ آڏ ڏي ٿي رکي، جتان آئي آهي. اها پهرين ڌارا جڏهن موٽڻ ٿي لڳي، تڏهن انکي ڪنڊلني ٿو سڏجي. پر ڪنڊلني روزمره جي جيوت ۾ ته انسان جي سريو ۾ پنو ڪم ڪري رهي آهي. اهو سندس روپ وڌيڪ نرم آهي، انهيءَ ۾ ڪوبه جوکو ڪونه آهي، پر اهو فائدي وارو آهي. اها پنهنجو ڪم پيئي ڪري، اها ساڳي شڪتي آهي، جا سريو جي لسن لان ٿي هلي؛ انهيءَ کي لسد وس (Nerve Fluid) ٿو چئجي. ڏسڻ ۾ آيو آهي ته هيءَ شڪتي انسان جي سريو ۾ مولاڌار چڪر کان ٿي گهڙي.“

هٺ يوڳ پرديپڪا ڪنڊلنيءَ کي ديوي ڪري ڪوليو آهي. هوءَ برهم دوار وٽ سمهي پيئي آهي، انکي اٿارڻ لاءِ ٿي جوڳيءَ جو سمورو جتن آهي. يوڳي، راج يوڳ ۾ ڪنڊلنيءَ کي اٿاري، انکي مٿي ذڪر ڪيل جدا جدا چڪرن مان لنگهائي، انهن کي

---

*سڌيءَ ۾ انجو ترجمو پروفيسر جيٺمل پرسرام ڪيو آهي.

چست ڪري ڪيس سنڌول ۽ سوکيم ديهن جي وچ ۾ دروازو ٻڌائي،
برهم رنڌر (سهسر چڪر) تائين تو پهچائي. سنڌس مٿي چڙهڻ
جو رستو ٽن ناڙين (Nerves) منجهان آهي. انهنکي ايڙا، پنگلا ۽
سشمنا چوندا. سشمنا وچين ناڙي آهي ۽ ايڙا ۽ پنگلا انجي ٻن پاسن
کان منتريءَ مثل آهن. انهن ٽان سوکيم آڪاس جي ڌارا مٿي چڙهي
ٿي. انهيءَ ڪنڊلنيءَ جي چڙهڻ جو نمونو وروڪر ناڳ مثل
آهي. اهي ٽي ناڙيون، پٺيءَ جي ڪنڊي جي وچ ۾ آهن، جنهنکي
يوگ جي ساهت ۾ برهم ڏنڊو چيو ائن.

ڪنڊلنيءَ جو بيان ويدن، اگمن، پراڻن، اُپنيشدن ۽ سنتن جي
ٻاڻين ۾ پڻ اچيتو. يوگ ڪنڊلني اُپنيشد چويتو ته اها ٻن ويڙهن
(ڪنڊلن) جي نهيل آهي؛ انڪري ڪيس ڪنڊلني سڏيو ويندو.
مولاڌار چڪر جي وچ ۾ تيز روشنيءَ جي وچ ۾ سنڌس گهر آهي.
اها جيون شڪتي آهي، جنهنکي "ڪنڊل" چئجي ٿو ۽ پراڻن جي
شڪل موافق آهي ۽ تيج ۽ روشنيءَ جي نهيل آهي. ڪيس
"مها ڪنڊلني" به چئجي ٿو ۽ ساڳي آهي، جنهنکي "پار برهم"
چئجي ٿو. هوءَ شبد برهم سان ڳنڍي پيئي آهي، جو هڪ مان
گهڻا اکشر ٿيو آهي. اها سفيد ڪنول جي ڏانڊيءَ جي تاندوري
مثل آهي.

گيانروا تنتر چويتو ته "هيءَ آدي گيان آهي، جنهنکي لکها
وڄن ۽ سورجن جو تيج آهي ۽ لکها چندرمائن مثل وڻندڙ ۽
شانت مثر آهي."

گهيرنڊ سمهيتا موجب "هيءَ مهاديوي آهي، جا ناڳ جي روپ
۾ آهي." هٺ يوگ پرديپڪا ۾ لکيل آهي ته "مولاڌار چڪر
مٿان ڪنڊلني سنتي پيئي آهي. اها يوگين کي موکش ۽ مورکن کي
ٻاند ڪرڻ لاءِ سنتي پيئي آهي. جو ڪيس ڄاڻي ٿو سوئي يوگ ۾
نپڻ آهي. هوءَ شڪل ۾ گول ويڙهيل ناڳ مثل آهي، جو هن

يعني ”ناڻگ اگني“ ۽ جوڙيو ته: ”ڪنڊلني سٿل شڪتي
آهي. اها شڪتي جا جڳتر کي پيدا ڪري پالي ٿي، تنهن
جو روپ انسان ۾ اها شڪتي آهي.“ سر چارلس ليڊبيٽر پنهنجي
ڪتاب * ”سڊيون ۽ چڪر“ ۾ هن شڪتيءَ نسبت لکيو ته:
”اسانجي بدن ۾ جيڪا ڪنڊلني جي شڪتي آهي، سا زمين
جي اندر اونهو جڪو رهيل هو ڪيمياگري ڪارخانو آهي، اتان
ٿي اچي. هيءَ شڪتي انهيءَ پراڻ اگني کان علحدي آهي، جا
سورج منجهان ٿي اچي. هيءَ پراڻ اگني واري شڪتي، وايو ۽ جوت
۽ وڏن ڪامل ديسن جي آهي ۽ پر اگني جا هيٺان ڦي اچي، سا
وڌيڪ ڳتبل مادي جي آهي، جنهن باهه ۾ لعل ٿيل لوهه جي اگني.
هيءَ الاهي طاقت هڪ ريت نهايت هيبت ناڪ آهي. انهن پنو
پاڻهجي ته اندر ۽ اندر، هيٺ مادي ۾ پوندي ڦي وڃي، پوءِ
آهستي پر ڪنهن ته انڪ جي پرواهه بنا، پڪ سان اڳتي وڌيڪ
ٿي، آخرين حد کي پهچي، وري مٿي چڙهڻ جو رخ انهيءَ آد ڏي
ٿي رکي، جتان آئي آهي. اها پهرين ڏارا جڏهن مونڊ ٿي
لڳي، تڏهن انکي ڪنڊلني ٿو سڏجي. پر ڪنڊلني روزمره جي
جيوت ۾ ته انسان جي سرير ۾ پنو ڪم ڪري رهي آهي. اهو
سندس روپ وڌيڪ نرم آهي، انهيءَ ۾ ڪو ته جوڪو ڪوله آهي، پر
اهو ماندي وارو آهي. اها پنهنجو ڪم پيٺي ڪري، اها ساڳي شڪتي
آهي، جا سرير جي لنٽن تان ٿي هلي ۽ انهيءَ کي لنب رس
(Nerve Fluid) ٿو چئجي. ڏسڻ ۾ آيو آهي ته هيءَ شڪتي
انسان جي سرير ۾ مولاڌار چڪر کان ٿي ڪوڙي.“

هٺ يوگ پرديپڪا ڪنڊلنيءَ کي ديوي ڪري ڪوٺيو آهي.
هوءَ ننڊ دوار وٽ سمهي پيئي آهي، انکي اٿارڻ لاءِ تي جوڳيءَ
جو سورو جتن آهي. يوگي، راج يوگ ۾ ڪنڊلنيءَ کي اٿارڻ،
انکي مٿي ذڪر ڪيل جدا جدا چڪرن مان لنگهائي، انهن کي

---

*سنڌيءَ ۾ انجو ترجمو پروفيسر جيٺمل پرسرام ڪيو آهي.

متين پراڻن جي آستانن کي سندن چڪرن سان ڳنڍجي ته هونئن
بنيون خاڪو جڙي پوي.

| پراڻ وايو | آستان | پراڻ جو ڪرڻو | چڪر |
| --- | --- | --- | --- |
| پران | هردو | پيلو | دل |
| اپان | گدا | سنگترائي ڳاڙهو | مولادار |
| سمان | دن | سائو | نابي |
| ادان | نري | سوسنو- نيلو | ڪنٺ |
| ويان | سارو سرير | گلابي | هياڻو |

هنن پراڻن جي ڪرڻن جي گهٽ وڌ ٿيڻ تي بدن جي جدا جدا
انگن جي صحت جو مدار آهي. خود آتمڪ اُنتي پڻ پراڻ وارن
ڪرڻن تي آڌار رکي ٿي.

## ڪنڊلني شڪتي

ڪنڊلني ديويءَ، چڳت ماتا کي اُٿاري
هٺ يوگ ۽ راڄ يوگ ۾ ڪنڊلني ڏنل آهي.
مٿي ڪاپار جي آستان ڏي کڻي وڃڻ تي گهڻو زور حاصل
هٺ يوگي اهو مقصد آسن، مدرائن، بندن ۽ پراڻايام رستي
ڪري ٿو ۽ راڄ يوگيءَ لاءِ وسيلو ڌيان ۽ اِڇا شڪتي آهي.
ڪنڊلني يا ناڳ اگني هڪ قسم جي گپت شڪتي آهي،
چا هر اِنسان ۾ سُتل روپ ۾ ويڙهي پيئي آهي. ڪيس ناڳ اگني
چونتا، جو انجو روپ ناڳ مثل آهي. سوامي وويڪانند
پنهنجي ڪتاب ”راڄ يوگ“ ۾ ڪنڊلنيءَ شڪتيءَ نسبت چويٿو ته
"The centre where all residnal sensations are as
it were, stored up is called Mul-dhara Chakra and
the coiled up energy of action is Kundalani.
—the Coiled up"
مولادار چڪر ۾ ڪرم جي شڪتي ڪنڊلني ويڙ
پيئي آهي. شري آرٿر اٿويلان پنهنجي ڪتاب ”سرپنٽ

جو اصلوڪو آهي سو چڪر جي منهن وٽ غالب ٿيو وڃي. هندو
شاسترن ۾ جا قابل آهي ته پراڻ پنجن مکيه لهرن ۾ ٿو ورهائجي؛ جو جو
هبالچي واري چڪر مان لنگهندي نيلو ۽ سوسنو هڪ ٿي ٿا وڃن؛
اهڙيءَ ريت سنگتراني ۽ ڳوڙهو ڳاڙهو.
يوگين ۽ ابياسين پراڻ جي اُلوءَ جا ڪرتا بدن جي جدا جدا
هندن لئي ڪم ڪندڙ ۽ طاقتور ٺاهيندڙ ڏنا آهن. مثلاً سوسني
نيلي چمڪ، پاڳا ٿي هلڪو نيلو، ڳوڙهو نيلو ۽ سوسنو ٿين ٿا. هلڪو
نيلو، ڪنٺ چڪر کي؛ ڳوڙهو نيلو ۽ سوسنو ڪوپريءَ ڏي ۽ پوءِ
سهسر چڪر ڏي ٿو وڃي.
پيلي چمڪ هردي ڏي رخ رکيٿي، اتان وري ڪوپريءَ ڏي
سهسر چڪر کي قوت بخشي ٿي.
۽ پوءِ سهسر چڪر کي، آلدن ۽ هاضمي جي
ساڻي چمڪ جو دائرو جهري، ڪين، آلدن ۽ هاضمي جي
انگن تائين آهي ۽ گلابي چمڪ سڄي لئي لنٽن لسان ورپ ٿي
لنٽن جي سرشتي ( Nervous System ) جي جبوت آهي.
سنگتراني ڳاڙهي چمڪ جو ڪم، پنيءَ جي ڪنڊي جي پا
ڪان چٽڻ وارين اندرين ڏي آهي. رواجي ماڻهوءَ ۾ هيءَ چمڪ
سرپري ڪامنائون وڌائي ٿي پر جيڪو شخص نفس کي وس
ڪري ته پوءِ هيءَ ڪرنٽو دماغ جي ڪوپريءَ ڏانهن وڃي سگهي
جتي دماغي شڪتي، اڻ سوارلي پيار ۽ آلمڪ پرڪرتي کي وڌا
ٿو. اهڙي انسان لاءِ ڪندليءَ جو اٿارڻ سولو ٿيو پوي ۽ ان
اٿارڻ ۾ هو گهڻن خطرن کان آجو رهندو.

## پنج پراڻ

هندو گرنٿن، پنجن وائن يا پراڻن جو ذڪر ڪيو آهي. گو
سمهت گرنٿ، سندن آستان هيئان بنايا آهن:-
پراڻ هردي ۾؛ اپان گديا ۾؛ سمان ناڀي ديس ۾؛ اُدان ڪ
۽ ويان ساري سرير ۾.

گد يا ڪانوني، ٽرڪندي ٽائين، اگني ديس آهي. اگني جي صورت ٽڪنڊي آهي، لال سندس رنگ آهي ۽ ر سندس اکر. ر سان پراڻ ڪڍي اگني ديس مان لنگهي، رڌر تي ڌيان ڌري، جنهنکي ٽي اکيون آهن جو سڀ ورتو ڏئي، ۽ جنهنجو رنگ پيهرن جي سج وانگر آهي؛ سندس ساري بت تي رک مڪيل آهي، سندس مٺي مورت آهي.

دل ڪان وٺي پسرن تائين وايو ديس آهي. وايو جي شڪل ڇهه ڪنڊي آهي، رنگ ڪارو اٿس، يه اکر سان ڇمڪي تو. وايو ديس مان پراڻ ڪڍي، ايشور تي ڌيان ڌري جو سروگيانا آهي ۽ جنهنجا مک چوڌاري آهن.

پرڪٽي ڪان وٺي مٿي جي چوٽيءَ تائين، آڪاس ديس آهي. شڪل سندس گول آهي، رنگ دونهين جهڙو اٿس ۽ هه اکر سان ڇمڪي تو. آڪاس ديس مان پراڻ ڪڍي، هيٺينءَ ريت سدا شو تي ڌيان ڌري:- هو آنند داتا آهي، هنجي مورت ”بندو“ آهي، مهاديو آهي، آڪاس مورت آهي، جهلڪندڙ آهي، چندرڪور سندس مٿي تي آهي، پنج منهن اٿس، ڏهه هٿ ۽ ٽي اکيون؛ مٺي مورت اٿس، سڀ هٿين سان سينگاريل آهي، اڌاديوي سندس سرير جي اڌ ۾ آهي، ور ديوتا آهي، سڀني ڪارڻن جو ڪارڻ آهي.

مٿيون بيان يادگيريءَ لاءِ خاص ڪارائتو آهي.

## پراڻ

اسين پراڻ وايومنڊل مان ڪڍون ٿا. پراڻ جو اٺو وايو منڊل ۾ نهايت چمڪندڙ آهي. اهو اٺو ست ٿهو آهي. جڏهن اهو اٺو هيانئي وت چڪر جي ڪن ۾ تو گهڙي تنهن وقت منجهي جدا جدا رنگن جي لهرن جي صورت تو وٺي. اهي رنگ آهن سوسنو، نيلو، سائو، پيلو، سنگترائي، ڳوڙهو ڳاڙهو ۽ گلابي ڳاڙهو. پهريان ڇهه رنگي لهرا، هيانئي جي ڇهن اڙن مان ٿا لنگهن ۽ ستون گلابي ڳاڙهو

ٿو ڏني. ڇيَ: جھڙين اکين کي حوض ڏيڻ لاءِ سوکمر آڪاس آهي، لئن، رس، گنڌ، سپرش ۽ شبد لاءِ جدا جدا آڪاس آهي. انهن جا جڪي ليتون سان لاڳاپا آهن. سڀ ليتون (جيامٽريءَ جي شڪلين) دواران جاڻايل آهن.

گنڌ پرٿوي (چورس) سان، رس پاڻي (چندرڪور) سان، روپ اگني (ٽڪنڊي) سان، سپرش وايو (ڇهڪنڊي) سان ۽ شبد آڪاس (گول) سان.

پنڊت دلل ٿو ڏني ته شبد گول جي شڪل ۾ ٿو هلي يعني پنهنجي ڏارا چوڌاري ٿو وجهي، لهرڪري ڪنهن يعني پنجن چڪر جي نشاني گول آهي. حوض جو هلڻ ٽڪنڊي جي صورت ۾ آهي ڇو ته روپ لهر جو نڪتو اڳتي ٿو وڌي ۽ ٻوءِ گوني سان ٿو هلي؛ جڏهن سندس چال پوري ٿي ٿئي تڏهن ٽڪندو ٿو ٿاهي لهرڪري نئين چڪر جي نشاني ٽڪندو آهي. اهڙي ريت لهرن جي چال ۾ شڪلين جي سمجهاڻي وگيان پرماڻي ڏني اٿس.

## سرير ڏيان.

ڪڏهن ڪڏهن يوڳي ڌيان ايباس، سرير سان لڳائيندا آهن. يوڳ تتو اپنشد ٿو چوي ته:

”پنج تت آهن. پرٿوي، پاڻي، اگني، وايو ۽ آڪاس. پنهن تتن لاءِ پنج ڌيان آهن. پرٿويءَ جو ديس آهي پيرن کان گوڏن تائين، هنجي صورت چوپاسي آهي، رنگ سندس پيلو آهي ۽ اکر سندس ل آهي. ل اکر سان پراڻ کڻي، پرٿوي ديس ۾ لنگهي، چوڪي سون ورن برهما جو ڌيان لڳائي، اهي ڌيان ڌري.

پاڻيءَ جو ديس گوڏن کان وٺي گدا تائين آهي. پاڻيءَ جي شڪل اڌ چنڊ آهي ۽ رنگ اڇو. سندس اکر آهي و. و اکر سان پراڻ کڻي پاڻي ديس ۾ لنگهي چوٻاهين، مٿي لي چتر واري ناراين ديوتا لي ڌيان ڌري، جنهجو رنگ نج نرمل آهي.

ڏنل آهي سو پڻ اوم جو نمونو آهي. اُپنيشدن ۾ اوم جي تير سان من کي مارڻ ۽ شانت ڪرائڻ جا گهڻيئي اشارا، گرو شش کي ڏيئڻو.

اها ڳالهه پڻ نه وسارڻ گهرجي ته هرهڪ چڪر، خاص ريت، هڪ تتو جي لاءِ بيٺو آهي. انساني پتلو پنجن تتن مان ٺهيل آهي. پرٿوي، جل، اگني، وايو، آڪاس ۽ ڇهين چيز مادي جي ٺهيل، آهي من. هنن ڇهن تتن جي ورهاست جدا جدا چڪرن موجب "شٽ چڪر نروپڻ" شاستر موجب هيٺينءَ ريت آهي.

| چڪر | تتو | شڪل | رنگ |
|---|---|---|---|
| ١. مول آڌار | پرٿوي | چورس | پيلو |
| ٢. لنگ | پاڻي | چنڊ ڪور | اڇو |
| ٣. ناڀي | اگني | ٽڪنڊو | ڀهڪندڙ لعل |
| ٤. هردو | هوا | ٻه انتر مليل ٽڪنڊا (ڇهه ڪنڊي شڪل) | دونهي وارو |
| ٥. ڪنٺ | آڪاس | گول | اڇو |
| ٦. ترڪٽي | من | ...... | اڇو |

ڪڏهن ڪڏهن مٿين يادداشت ۾ سنگتوائي ڳاڙهو، پيلي جي بدران ۽ دونهائين بدران نيلو ۽ پنجين چڪر ۾ ڪارو اڇي بدران ڏنل آهي. جيئن ٺيڪ اهو سمجهايل آهي ته ڪارو، نيري يا ڪاري نيري بدران آهي. يورپ جي ماڻهن کي شايد عجب لڳي ته من پڻ هڪ تتو ليکيو ويو آهي. پر هندن لاءِ اها ڳالهه رواجي آهي. شري ڪرشن، گيتا جي ستين اڌياءِ ۾ چوي ٿو ته "پرتوي، پاڻي، اگني، وايو، آڪاس، من بڌي ۽ اهنڪار اهي آهن اٺ ڀاڱا منهنجي پرڪرتيءَ جا." وري چوي ٿو ته اها هيٺين پرڪرتي آهي.

ڇو انهن چڪرن کي اهي تتو ۽ مٿيون ڄاڻايل شڪليون ڏنيون ويون آهن، سو انسلاءِ هيٺين سمجهاڻي آهي. پنڊت رام پرساد پنهنجي گرنٿ "پرڪرتيءَ جون سوکيم شڪتيون" ۾ جدا جدا شڪلين جا سبب

## سهسر چڪر يا سهسر پدم

هندو ڪتابن ۾ هڪڙي سهسر دل جولتا، ڇو جو سهسر معنيٰ هزار. هن جي اندر وري ٻه چڪر ڏسن ٿا، جنهن ۾ ١٢ دل آهن. هتي طرحين طرحين رنگ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جڏهن هيءَ چڪر کلي ٿو ته انجو تيج ٻڻ سورج مثل لڳي ٿو. مهاتمائن ۽ اوتارن جي شڪلين ۾ جو سندن مٿهن جي چوڌاري ڀڪندڙ گول ڏيکاريندا آهن سو ٻڻ هن چڪر ڪري آهي. هن جو مطلب آهي ته سندن سهسر چڪر کليل آهي. هيءَ چڪر جو رواجي طرح ننڍو هوندو آهي سو جڏهن جاڳي ٿو، تڏهن مٿي جي سموريءَ چوٽيءَ کي پري ٿو وڃي. هيءَ جوت جو چٽ آهي ۽ انهو کولندڙ ڪتاب جي خزاني جو راڄا آهي.

ته پوءِ جا ڪتاب هنن چڪرن ۽ دلن جي ٿيهن ۾ گھڻو ويا آهن. انهن سنسڪرت الف بي جا اکر، ڪ، ک، گ وغيره چڪرن جي دلن کي ڏنا آهن. ٤٩ اکر ۽ پنجاهون ڪش، انهن پنجاه اکرن ۾ سڀ انساني آواز اچي وڃن ٿا. اهي سڀ هڪ آدي شبد جا روپ آهن، پوتر اوم وانگر اها الهيءَ جي ٻولي آهي. مثلا ١٢ للڪناتون (ا، آ، اِ، اي وغيره) ڪنٺ چڪر ٿائن، ڪ کان ٺ ٿائين هردي چڪر ٿائين، ڊ کان ڦ ٿائين (ڊ، ڍ، ڻ، ت، ٿ وغيره) نابي چڪر ٿائين، ٻ کان ل ٿائين لڱي چڪر ٿائين ۽ و کان س ٿائين ٻهرين چڪر ٿائين.

٥ ۽ ڪش ترڪٽي چڪر کي ڏنل آهن ۽ سهسر چڪر ۾ ساري اکر مالا (٥٠ اکر) ويهه دفعا ٿي اچي وڃي. اوم جو اچار انهن سڀني جو تت آهي ۽ شانت ڪاري ۽ منگل ڪاري آهي. اهو ئي سبب آهي جو انجي اچارڻ کي ايڏو مهتو ڏنل آهي. انجي اچار ۽ ويچار سان من شانت ٿئي ٿو. انهيءَ کي ٻرالو جو منتر چئجي ٿو، جنهنکي ڪي پنت سوهم ڪري ٻڻ چون ٿا. سامي صاحب سڀني ۽ هاڻي جي وارثا جا اسانکي پڌائي آهي ۽ جا اُمتي سلوڪن ۾

۲. سواڌسٿان : هيءُ چڪر ڇهن وارن اندرين جي مٿان ٿو ڇڏجي. برهم وديا (Theosophy) جي ڄاڻن جي راءِ موجب هيءُ چڪر اٿارڻ خوفائتو آهي. پراچين مصر جي يوگ جي ڪتابن ۾ پڻ اهڙو اشارو آيل آهي. برهم وديا وارا وري ٻيو چڪر ٻڌائين ٿا جنهنکي هياڻو (سپلين) چڪر ڪري ڪوٺين ٿا، سندن چوڻ آهي ته سورج مان جا پراڻ شڪتي اچيتي سا هن چڪر ڪان جدا ٿي ورڇجي ٿي. هتي ڇهه اڙا (Petals) آهن. ستون ڦيٿي جي منهن ۾ اندر چڪيل آهي. هن سورج سمان چمڪندڙ چڪر کي ڇهه دل آهن جنکي وري پنهنجا پنهنجا رنگ آهن. لعل، سنگترائي پيلو، سائو، نيلو ۽ واڱرائي.

۳. نابي چڪر (مني پور) : ڏن وٽ آهي کيس ڏهه دل آهن ۽ شڪتي منجهانئس ڏهن اڙن مان ٿي نڪري. هنجو واسطو پاون ۽ جذبن سان آهي. مکيه رنگ منجهس لعل آهي پر ڪي قدر منجهس ساواڻ پڻ آهي.

۴. هرديه چڪر (اناهت): هنکي ۱۲ دل آهن ۽ سندس آڪاس جو رنگ سونو آهي.

۵. ڪنٺ چڪر (وشڌ) : پنجون چڪر نڙيءَ وٽ آهي ۽ هنکي ۱۶ دل آهن، انڪري ۱۶ پاڱن ۾ آهي. هن رنگ ۾ گهڻو نيلو آهي. رنگ جو اثر ائين پيو لڳي ڄڻين پاڻيءَ مٿان چانڊوڪي.

۶. ترڪٽي چڪر (اجنا) : هي ڀرن جي وچ ۾ آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ڄڻڪ ٻن اڌن ۾ ورهايل آهي. پراڻن جي قسمن موجب هنن اڌن جا رنگ آهن. هڪ ۾ پيلاڻ جو گهڻو پاڱو ۽ ٻيو واڱرائي نيلو. هرهڪ اڌ ۾ ۴۸ دل آهن يعني مڙيئي ۹۶.

# چڪر ۽ ڪنڊلني.

چڪر شبد سنسڪرت ٻوليءَ مان آهي. اهو ٻوڳ ۾ انهيءَ ڪري ڪم آندو ويو آهي جو انسان جي آڪاسي سرير ۾ ڪا شيءِ چڪرن جهڙان ڦرندي ڏسڻ ۾ اچيتي. مثل ڪي هڪ ڪان وڏيڪ سرير يا ڪوش آهن. استول ۽ سوڪيم، مانسڪ وغيره. استول سرير ۾ شڪتي سوڪشم سرير مان گهري ٿي سوڪيم سرير ۽ استول سرير جي وچم آڪاسي سرير (Etheric double) آهي جو شڪتي موڪلڻ جو واهڻ آهي. انهيءَ آڪاسي سرير ۾ ڦرندڙ چڪر ٿا ڏسڻ ۾ اچن جن دوارن شڪتي سوڪشم مان استول سرير ڏي ٽوري ٿي. ايباسين انهڪي وڪاسن مثل ڏاو آهي. رواجي حالتن ۾ اهي موٽا، ننڍن گولن وانگر ٿا لڳن پر جن انهن کي جاڳايو آهي، انهن ۾ اهي تمز ترلدڙ جهلڪندڙ چڪرن مثل لڳن ٿا. سندن شڪل ننڍن سورجن جهڙان ٿي ڀاسي. ست چڪر آهن، جنجا نالا آهن:

(١) مولاڌار. (٢) سواڌستان. (٣) ناڀي چڪر. (مڻي پور) (٤) هردي چڪر (اناهت) (٥) ڪنٺ چڪر (وشڌ) (٦) ترڪٽي (اجڌ) (٧) سهسر چڪر.

هندو پستڪن ۾ ڇهه چڪر ڄاڻايل آهن جن جا نالا هيٺيان آهن:—

(١) مولاڌار (٢) سواڌستان (٣) مڻي پور (٤) اناهت (٥) وشڌ (٦) اجڌ. انسان سولائيءَ ڪري سندن آستان جا نالا ڄاڻايا آهن. ستين چڪر کي سهسر دل ڪري ڪٺيو ائن جنو جو مجهس هزار اڙا آهن.

**١. مولاڌار، گد يا وٽ.** هي چڪر ٻليءَ جي ڪنڊي جي هيٺان آهي. آدي شڪتي هن مان چئن اڙن (petals) واري ٿيتي جهڙان لي اڪري. هتي لعل ۽ سنگترائي رنگ ٿا ڏسڻ ۾ اچن. هلندي ۽ ڦرلدي هي اڙا صليب (cross) + جي شڪل ٿا ٺاهين جنهن ۾ اندر اگني ناڳ (ڪندلني) ٿو رهي.

انڪري ضروري آهي ته يوگ جو چڱيءَ طرح وستار ڪجي، جنهن ڪري مٿيون ڳالهيون سمجهي سگهجن.

يوگ لفظ جي معنيٰ آهي ميلاپ. هتي جيو آتما جو پرماتما سان ميلاپ. هن ميلاپ پائڻ لاءِ جدا جدا رستا ٻڌايل آهن. هندستان ۾ يوگ يعني ايشور ملڻ جا مکيه رستا ست ڳڻيا ويا آهن. اهي آهن:

(١) راج يوگ (٢) ڪرم يوگ (٣) گيان يوگ (٤) هٺ يوگ
(٥) ليه يوگ (٦) ڀڳتي يوگ (٧) منتر يوگ.

سامي‌ءَ جي سلوڪن ۾ ڪرم يوگ، ڀڳتي يوگ ۽ گيان يوگ مٿي بيان ڪري آيا آهيون. هٺ يوگ جو واسطو شروعاتي تندرستيءَ، پرانن جي يمن، نارين کي صفا ۽ شدّ ڪرڻ سان آهي. هٺ يوگ جا ڇهه انگ آهن:

(١) آسن (٢) پراڻايام (٣) يم (٤) نيم (٥) مدرائون (٦) سماڌي.
آسڻن ذريعي خون جو دَورو برابر ٿئي ٿو، پراڻايام نارين (Nerves) کي صاف ڪري ٿو. ڏهه يم يعني هلت جا بندڻ آهن: اهنسا، ستيه، چوري نه ڪرڻ، پرهيزگاري، ڪميا، سهن شيلتا، ديا، سچائي، ميزان موجب کائڻ ۽ شدتا. خود ضابطي جا قانون آهن: تپس، پاڪي ۾ رهڻ، ايشور وشواس، دان، ايشور اُپاسنا، ڌرمي سڌانتن تي وياکيان ٻڌڻ، نهٺائي، ٻڌيءَ کان ڪم وٺڻ، ڌيان ڪرڻ ۽ ياجنا. مدرائون، هٺ (بدن) يوگ جون ڪريائون آهن، جن ذريعي پيدائش ۽ موت تي وجيه پائي سگهجي ٿي. هنن ذريعي اڀياسي ڪنڊلنيءَ نالي شڪتيءَ کي پڻ اُٿاري ٿو، جنهنجو ذڪر هيٺ ايندو. سماڌيءَ ۾ من آتما ۾ لين ٿي وڃي ٿو. هٺ يوگ، راج يوگ لاءِ هڪ ڏاڪو آهي.

راج يوگ، ڌيان ذريعي انسان کي پنهنجي سروپ ڏي وٺي وڃي ٿو. ان جو وسيلو يا طريقو اِڇا شڪتيءَ تي منحصر آهي.

ليه يوگ، چڪرن تي گهڻي ۾ گهڻو ڌيان ٿو ڏئي. انهيءَ جو طريقو هيءُ آهي ته ڪنڊلنيءَ جون اوچيون شڪتيون جاڳائجن ۽ چڪرن منجهان ڪنڊلنيءَ کي لنگهائجي.

(٢) چار آڱر آڪاس، تنهن ۾ درسن دوس جو؛
ٻيا انگ اوٻو جي، سته سد پرڪاس؛
سيلي ۾ سامي جئي، تنهن واسديو جو واس؛
اهڙو جنهن ابياس، سي گرڪي گڏيا گودڙيا.

(٣) سسو ڪر سهي، نه هنگي وائي کهڙي واٽ ۾؛
محبت سان مسکهو جئي، هوڙو لال لهي؛
نه مجهي راح رهي، لوکي ڪرم نه لگي ڪنڌهن.

(٤) هاهو ۽ سسو، هيءَ آهي سڀ سرير ۾؛
مڇهس مولي موني ڪا، تن ٻرن مچهه پسو؛
پاڻي مهن مڙهيءَ ۾، انهيءَ وائيءَ مڇهه وسو؛
سوني هاهو سڀ سسو، سوني مولي موني ڪا.

(٥) اڪن جو آستان، لهڪي جگت جوي جاڳرتا؛
ڪايا ٿڙ ۾ ڪلٽ جو، سو سمي جو سمان؛
سڪوپت سرير ۾، هردو هبڪر حاڄ؛
ڪايا جي ڪاپار ۾، ترپا تا هرتان؛
جيءَ جوگهرو جوگان، آهي اونڪار جو.

(٦) نين، ناسڪا، ناڀ، سوڌيو جنهن گرگياس سان؛
سو سامي نانا پرم ۾، ڪري نه جيءَ خراب؛
پاتالين پوجي ڪري، انيڪي آلم لاڀ؛
حم جو حرف حساب، واري واصل ٿي رهو.

هنن ڪالسواء جدا جدا چڪرن مان جنبن براڻ لنگهن ٿا، تڏهن اپياسي جيڪي آواز ٻڌي ٿو، تنهن جو ذڪر آيل آهي. سمبر پرسه تي چڙهڻ، ترڪٽي اُڏڻ، انهد جو جهڻڪار ٻڌڻ، آڪاس ۾ ديپ تارو پسڻ، ڏرليءَ جو آڪاس تي چڙهڻ، تن مهامڊري ٻڌڻ، انهد ناد سڻڻ وغيره اهي سڀ يوگ سان تعلق رکندڙ ڳالهيون آهن.

# ساميءَ جوڳ.

رواجي طرح ساميءَ کي اُداسي ۽ ويدانتي سمجهيو ويندو آهي، پر سامي نہ ويدانتي، اصل اُداسي، اڪنہ جو اپياسي ۽ جاڳيو جوڳيسر آهي. سندس ڪوتا ۾ هرهڪ فرقي جا لکشڻ، نہ اپياس جون واٽون ۽ پاتنجل يوگ جي چڪرن جو ذڪر آهي. هن پهلوءَ کان ساميءَ کي ڪين ڏٺو ويو آهي. رواجي طرح ائين چيو ويندو تہ سامي ويدانتي آهي جنهن ساڌ سنگت، گرمهما ۽ گرڪرپا تي زور ڏنو آهي. سندس مراد آهي تہ ساڌ سنگت ڊواران پنج ٿي دوت دلي، وڃي مڪتي حاصل ڪجي ۽ حق سان واصل ٿجي. اپياسي جي نقط نگاه کان ڏسجي تہ معلوم ٿيندو تہ ساميءَ انهيءَ مقصد لاءِ ٻيا هوڪا وات ورتي. جڏهن چويٿو تہ:

آهن اگم اپار، راهان رام ملڻ جون؛
۽
ڇهہ اٺارهن چار، ڳالهہ ڪرن ٿا هڪڙي؛
يڳت ڪر يڳوان جي، ٿانا پوم نوار.

تڏهن فقط پڌل ڳالهيون نٿو پڌائي. سندس سلوڪن ۾ اهڙا ڪي اشارا اچنٿا، جن مان هن جي جدا جدا اپياسن جي جاڻ پوٿي.

سامي صاحب جدا جدا سلوڪن ۾ بيگم پور شهر جو ذڪر ڪيو آهي تہ اهو سچ وسنو جي وچ ۾ آهي؛ دلبر جو ديرو چار آگر آڪاس ۾ آهي، سُسي هائي ۽ اوم جو ذڪر ڪيو اٿس ۽ چڪرن ۾ اکن جي آستان، ڪنٺ چڪر ۽ ڏسوين دوار يا سهسر چڪر جو ذڪر ڪيو اٿس. اهي سڀ اپياس ۽ جوڳ سان تعلق رکندڙ ڳالهيون آهن. اچو تہ سندس سلوڪ ڏسون:

(۱) اچل آڪاسي، مورت محبوبن جي؛
سمجهي ڪو سامي چئي، انهد ابناسي؛
جو وڃي ٿيو واسي، بيحد بيگم پور جو.

**محبتي، عاشق، نيهي، دردوند ٻويان.** سامي صاحب محبتن، عاشقن، نيهن ۽ دردوندن لي جيڪي ٻويان بيت لکيا آهن سي ڄڻڪ سهاڳڻ جون صورتون ۽ مورتون آهن.

پرين پيارا ڪنهن جيترو به ڏنب ۽ ڏيکارو نه ڪري، سراپا ڪنول جيان نيارا رهندا. هو سر پر سمانا آهن ۽ لڏو پر انهن لسين ثمل آهن جنهن مين جل کان پاڪ پراهون نڪتي ٿئي. هو سار روپي سورج پر اڏيرو نڪتا ڏسن.

عاشق البيلا، ڪاڻ نه ڪڍن ڪنهنجي؛
لنگهي چڙهيا لڪ تي، سـاگر سهيلا؛
پاهولون مـان پر رهـن، اسـتر اڪيلا؛
گـرو انون چيلا، سـامي تـن سچ جـا.

هوڙا محبتي مکيا، پيءَ کان پاسي نڪتا ٿين ۽ هو بيحدي بولي بولن ٿا ۽ ديس اگهر کان آيل محبت منائي پاڻ نه ڪاٿن ٿا، نه ٻين کي پڻ ڪارائين ٿا.

محبتن ميلاپ، پـرچي ڪنو جنهن پانهنجو؛
پئن پٿاون پـريـم جـو، پيالو عن آمـاپ؛
لڏو لڏو لال گلال لـي، جنن جـاپ اجاپ؛
ميٽي سـي سنتاپ، سامي ماڻن سانت سـک.

پنار کي پائي، سا راڻين جي راڻي تي؛
ساميءَ مليءَ تنهن کي، وڏي وڏائي؛
ڏيون سڏيون پانهيون، سڀ ڪرن ڪمائي؛
سچڻ سدائين، نهاري نيڻ پري.

پر اهڙي سهاڳڻ ڪا ورلي، جا ٻيا هار سينگار جي "خصم
کي وڻي، جا سندس پرم قتو ڪري ادب ۾ اچي ۽ سڀ کي محبت
منائي ڪارائي. اهڙي سهاڳڻ ڏک سک جو سندس ڪوه ڪري،
جنهنکي ڪانڌ سدائين ڪيچ ۾ آهي؟ ڏک ته ڏهاڳڻ کي آهن،
جنهنجي چپن چٽيندي راتڙي وهاميو وڃي. هوءَ پل ته گنگا ۽ گيا،
مکو پيٺي. سهاڳڻ کي انهن ڳالهين جي ڪابه ضرورت نه آهي.

چئي:
ڏهاڳڻ پيٺي، ور ورائي ڏک ۾؛
چپ چٽيندي راتڙي، وهامي ويئي؛
سامي سهاڳڻ کي، آهي پڇ ڪيهي؟
جنهن تن من ڏن ڏيئي، پري ريجهايو پانهنجو.

هن ڏهاڳ جو سبب عاشقن جي حالت ۾، پاڻ ڳڻڻ آهي.
انڪري سامي صاحب سالڪ کي صلاح ٿو ڏئي ته:

مٽي پاڻ ۾ ڳڻ، متان ڏسين ڏک ڏهاڳ جا؛
جي پاڻ ڳڻين سي
ادب ري اڇاڳ، ڪن سينگار سر پر جو؛
پر
سونهي سپيرين کي، ڪنهن ورلي ڏني واڳ.

سهاڳڻ اها آهي جنهنکي صبر جو سينگار آهي ۽ پرتيت سان
حليمائيءَ جو هار پاتو اٿس، جا جاڳي جڳ سان جيئندي جدائي
ڪري ويٺي آهي ۽ تانا راڳ ڇڏيا اٿس. سامي صاحب چوي ٿو:

ماڙيءَ ست دريون، سيني ۾ ڏس سوجهرو؛
وينو تي تنهن محل ۾، خاوند ڏير ڏريون؛
انهيءَ خلوت خاص ۾، ڪي پهچن پريم پريون؛
سامي رهن نريون، پائي سک سهاڳ جو.

ويراڳ روپ ڏنائين لڏهن ڏجي ويو ۽ آستي ڪري جوڙ لڳو، ته ”هي ناٽڪ جي لوڪي متر سمجهي، آنندي، وهندي، چرچا ڳهبا ڪندي، ڪا بي ادبي ڏيکاريم نه ڪميا ڪجاڻ.“ هنومان شري رامچندر کي مالڪ ۽ پاڻکي انجو شبوڪ سمجهي شيوا ڪئي. جسوتا ان ڪرڊر کي بالڪ سمجهي، انجي ٻال ليلائن سان موه ڪيو، واڌا پتي پريم ڏيکاريو، ميرا، جيتن مها پريو پڻ، پاڻکي سندس استري سمجهي ان پيار کي ڏيکاريو.

هنن انساني رشتن دوارن پريم جو اظهار ٿئي ٿو ۽ ناتو پڻ وڌي ٿو. پر ويجهي پر ويجهو ناتو جنهن پر ٻنهي ۽ جا ٻنڌن گهٽي قدر دور ٿي وڃن ٿا، سو آهي زال مڙس جو. هڪ، ٻئي جو ”اڌ سرير“ آهي. زال جي جيوت مرد سان اذوري ۽ مرد زال بنا اڌورو. اهو ناتو، اهو روپ ٿي آهي، جنهن پر سالڪ پنهنجي پرين ۽ جي مشاهدي ماڻڻ جي ڪوشش ڪريٿو.

سامي صاحب پڻ ان سهاڳڻ جي سارا ڪئي آهي، جنهن پنهنجي پرين ۽ کي ريجهايو آهي ۽ پرين جهڪي پاتئين ٿو.

١. جاشق کي ريجهائي، آئي سهاڳڻ، سا جوان ؛
آئي وهـي آڳيا پر، آڪبا پر ڪـائي ؛
ڪڏي پاڻ ادب سان، رهي لنو لائي ؛
سهجي سا پائي، سامي سـک سهاڳ جو.

٢. جنهين من ڏيئي، پري ريجهايو پالهنجو،
سا سهجي سهاڳڻ ٿي، پرين ڳـل پيئي ؛
من ساڻ مرم جـي، سرليون سـيئي ؛
تاريائين ٻئي، سـامي پيڪا سـاهرا؟

هڙو عاشق جوڳين، سڏن، ساڌن کان مٿي آهي. ڪاڻ دانما سندس ڪچ پر آهي، جنهن سان هو نت بسنت کيلي ٿو.

# سهاڳڻ.

منهنجي خيال ۾ ساميءَ جو آدرشي عاشق سهاڳڻ آهي. سنڌي سنتن چاهي هندي ڀڳتن، سهاڳڻ جي ساراهه ڪئي آهي. سوال اٿي ٿو ته ٻيا ڀڳتيءَ ۾ سهاڳڻ کي ڇو ڇوندي اهڙي اهم جاءِ ڏني وئي آهي؟ شاهه پنهنجن ڪافين ۾ مرد مالڪ کي ٻڌائي، سڀني سورمين کي سالڪ ٻڌايو. سچل ۾ پڻ اهڙي تمثيل آهي. گرونانڪ ديو، ڀڳت ڪبير وغيره پڻ ساڳي وات ورتي. هن جي سمجهاڻي منو گيان جي ويچار کان، اسانکي نارد جي ڀڳتي سوترن ۾ ملي ٿي. نارد آد ڪانوني ڀرم ڀڳت ڪري ليکيو ويندو آهي. هندو ڌرمي اتهاس موجب، هن ئي ڀڳتي مارگ ڦهلايو. سنڌس ڀڳتيءَ نسبت ويچار، اسانکي سنڌس ڀڳتي سوترن ۾ ملن ٿا.

هن ۾ ڪل ٨٤ سوتر آهن. آخرين طرح، نارد پنهنجو انڀؤ ٻڌائي چوائتو، ته پريم ڪرچ لتو ليکي هڪ، ته به يارهن روپن ۾ ظاهر ٿئي ٿو. ايشور جا ڳڻ ۽ مهاتما، سنڌس سندرتا ويچارڻ، سنڌس اپاسنا ۾ پريم، سنڌس شيوا ۾ نينهن لڳائڻ، سائس مترتا جو موه رکڻ، ڏانهس واتسل لاءِ موه، پريمي استريءَ جو پتار لاءِ موه، خود ارپڻ يا ايشوري ڪٽڻ لاءِ موه، دائما پاڻ ميٽڻ لاءِ موه وغيره.

ايشور کي نرگڻ ۽ سرگڻ روپ ۾ ڏيائجي ٿو. انساني دماغ لاءِ سرگڻ روپ جو ويچار آسان آهي. ان سرگڻ روپ ۾ پڻ، انساني ناتن دواران هن محدود جيو بيحد کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪرستان هنکي پتا جي روپ ۾ ڏيائي ٿو، مسلمان نرگڻ روپ ۾ ۽ سوامي رامڪرشن پرمهنس جهڙو سنت پاڻ کي ٻالڪ سمجهي کيس ماتا جي روپ ۾. ٻالڪ کي پيءُ کان ماءُ وڌيڪ ويجهي ۽ مٺي لڳندي آهي.

ارجن، سري ڪرشن کي متر جي روپ ۾ ڏٺو. جڏهن سنڌس

هيئڙيءَ طرح:

پريمي ٿيو پريتم، اچي پريم نگر ۾؛
پاڻائپ پرينءَ جو، سامي سهج مرم؛
ڀلائي ڀرم، پاڻ ڏسي ٿو پاڻ ۾.

سامي پنهنجن ٻين سلوڪن ۾ گهڻو لکيو آهيءَ عاشق جو بيان ڪيو آهي، جو اليلاو سدائين جهروڪن ۾ جهولي لڳو هو دردوند داناءُ آهي، جو هرڪنهنکي پريم پٽي پاڙهي پڪو ڪريٿو. البت عشق جي ڪن سلوڪن ۾ ساڳي آنڊ مانڊ جٽي الس، پر اهڙا سلوڪ ٿاڻ ڳڻيا آهن. هن ۾ اسالڪي جٽي ٿو:

عشق آسان نه جاڻ، سامي جو ستگروءَ؛
مڇي، مرڪي، ٻوڙ ڪون، ٻچي ڏس پرماڻ؛
ڏٺو ڏسي نه رهي، پتنگ جلائي پاڻ؛
چڪويءَ جو چندر ساڻ، همشه ٿيي هيت رهي.

نه نه ڪ، سدس بهتيءَ اوستا وارو عاشق، پريم جو اکر پڙهي، پيا سب ورق وڙهي دڙهي آهي؛ هو داناءُ ديوانو آهي، جنهن ۾ ڀيٽڻي من مون تاڻا، آدي ميٺي آهي؛ هو ان ڳالهه جي ساک ڏٺي ٿو ته خلق ۾ خالق؛ حق وسي خالق ۾. ڪيس ستگر پورن پاڪ ٿيو ڏٺو آهي، جنهنجي زور لي مري هن پرميسر کي ملهه ڪڍو آهي. جو ڏنپ؛ ڏ بڪارو نثر ڪري.

ٿڙ پروس نه آهي- پلي ڪوليندا ڪري يا ڪو ڏنيس شاهس. تنهن ڏيتا جي لنب سان ان نگر کي به بڌو آهي، جو سب کي پيو ڪي، اهڙو دردولند، ڄاڻ داناءُ آهي جو دل ۾ دبا ڌاري سب کي سر ڄيڏي ٿو. سامي چوٿو:

دعوي ڪري ڪير، دردوند داناه سان؛
آنسي انيڪ ڳير جو، ٻٽڙي لڌو جنهن گهير؛
ڀانپي پورن پدوي، تيو تريٺو توري؛
آتوح سمير، سرجاٽي سامي چئي.

ٻرين ٻوءِ پنهنجو ٻوڏ سڃاڻي، پنهنجا تن سندس تنن سان ڳنڍي ٿو. اهڙي عاشق کي لوبي لهر لوڏي نٿي سگهي، ڇو جو هو تن، من، ڌن سڀ سندس نينهن ۾ پلائي ويٺو آهي.

لڳي ميخ نه اُکڙي، هنئين جا هون؛
سوين سونارا مڙيا، لکين لوهارن؛
انبورن سان اُکري ڪري، ڪس نه ڪڍي تن؛
شاباس تن ٻرين، جن چتر سان چوري ڪڍي.

هن حالت ۾ عاشق عجيبن جي سڀ آگيا ميٽي ٿو. سر وڃي نه وڃي پر هيءَ سڪ ۾ وڃن نٿو ڏيڃي؛ ڪيس جيئڻ ۽ مرڻ جو سنسو شوڪ ڪونهي ۽ هار، جيت ۽ دک سک کان علحدو آهي. هن جڳت ۾ هاڻ جڳديش ڏٺو آهي ۽ جڳديش ۾ جڳت. سنسار جا سک کيس اَڪ مثل لڳن ٿا، ڇو جو چوڏهن درن کي هڪڙوئي سر جو ڏڪ ڏيئي ويٺو آهي. هو هاڻ دم ئي رکي دم، انيڪي جي اچ تي چڙهيو آهي، هو پيد ڇڏي ايدي عاشق بڻيو آهي. سامي ان کي نهڪامي نيهي سڏيو آهي. هڙو عاشق:

”پيءَ ٻرچي ٿيو پاڻ، نه ٻه پيءَ پيءَ ڪري پيپه جان.“

هو جيئرن ۾ ڪونهي، مرڻا اڳ مئو آهي. سامي اهڙن ئي عاشقن کي سچو عاشق سڏيو آهي:

عاشق سي چئجن، جن ئي عاشق پاڻ ٿيو؛
جتي ڏسن نيڻ پري، لتي ٻرين ٻسن؛
اُتندي وهندي نند ۾، سامي مليا رهن؛
اهڙي رنگ رچن، سي عاشق معشوق ٿيا.

هڙي ٻريميءَ کان، ٻريتم ڪڏهن ۾ پرانهون نه رهي:

ٻريميءَ کون ٻريتم، پلڪ پرانهون نه ٿئي؛
شيوڪ جو شيوڪ ٿي، ڪري سيوئي ڪم؛
سدا سپيرين جو، رکي من مرم؛
سامي هڪڙو دم، هر پگهن ري نه رهي.

١- ٻل ٻل ڪن ٻڪار، ڪنا درد فراق جا؛
ٻسڻ ڪارڻ ٻرينءَ جي، رنن زارون زار؛
سامي جنهن سرير جي، رکن ڪان سنڀار؛
آءُ مل ڄاڻي يار، نه نه ڏيون ٿا دم درد ۾.

٢- روئن زارون زار، ڪنا درد فراق جا؛
سسي لاهي ڏڙ ڪون، ڪياڻون ڏارون ڏار؛
هار جيت، سک دک جي، سامي رکن نه سار؛
رهن منجهه خمار، سدا سپرين جي.

سامي پاڻکي اهڙن دردوندن جي حالت ۾ وجهي چوي ٿو:

آءُ مدهوش سپرين، لوبن جيءَ جري؛
رڳان روئي لڪون، ٿي لڙ لڙ دانهن ڪري؛
اجهڻ نير نه اڪري، روئن رت ڀري؛
موهن ٿي مري، درسن ڪارڻ دوست جي.

جڏهن عشق سندس اندر اجهل آلهه مالهه ۾ ٻيناپي مچائي ٿو،
تڏهن ٻرينءَ کان پڇي ٿو ته:

ڪو اڳي ٻي عاشق ٿيو، ڪي اسن ٿياسي سپرين؟
درد ڏيو ڪيو دل ۾، پاري ٻيم پيو؛
رنندي رنندي رات ڏينهن، پلي لن ويو؛
اڃي ڪو ٻيو، سڌ لهندو سامي جنهن؟

ٻر ٻرين نه هيءَ جاڻي واڻي ٿو ڪري. سندس مرضي آهي ته
عشق، شير جيان چنبو هڻي، عاشق جو جت چڪنا چور ڪري،
پاڻي سندس دل مان ڏوهجي وڃي ۽ وجود جا ورق صاف ٿين:

ٻرين سپرواه، قيمون ڪن ڪلن ڪي؛
سامي سر صدقي ڪري، عاشق ڪيدن آه.

هيءَ نهي نماڻو، جڏهن ٻاڏائي لڪي ٿو، تڏهن ڪرپا جو
ڪر ميتائيس وسي ٿو. هن ٽڪيءَ ڪي ٻوءِ ٿي ۽ ٿاو ملي ٿو،

پرجهي پائج پاءِ، محبت جي ميدان ۾؛
ڪنا پيا ئي ڪيترا، جانيءَ لڳ تنهن جاءِ؛
ڏسندي ڏهڪين ڪينڪي، سامي سڪ وڌاءِ؛
جيئندي پاڻ جلاءِ، تہ پسڻ تيئي پرينءَ جو.

محبت منائيءَ جو اُبار ملهہ انهن کان پڇ، جن اها ڪائي ڏني آهي، جي پروانن جيان عجيبن جي مچ ۾ ٽا ٽپو ڏين ۽ انهيءَ لڪ ۾ ٽا لڏ تين، جنهن ۾ نون مان ناہ ڪا، نڪي پنج ٿي تت. ان ڪري محبتن جو مت سمجهڻ، ضروري آهي. سامي صاحب پوين سلوڪن ۾ چويٿو تہ:

محبتن جو مت، ڪامل آهي ڪهڙو؟
سچ جاڻن سائينءَ کي، جاڻي جوُت جڳت؛
سامي پيچ پرليت سان، گورک، نارد، دت؛
چڙي ويل وقت، لنگهي چڙهيا چت تي.

هن ميدان ۾ ڪانئر ڪين ايندو. انسان ڪانئر تڏهن تو ٿئي، جڏهن پاڻکي ديهي تو سمجهي. اهڙي جيو سان گرو بيهد جي بولي ٿي نہ پوليندو. جيڪو سچي سڪ رکيٿو؛ نوڙ ٿائين پهڻ جو محڪم ارادو ڪريٿو ان کي گرو پرچي پهڏي ٿو. چي: اُٿندي وهندي عشق سان اور، ٿڏي ڪوسي سر تي سهہ، هتي سياڻپ جي جاءِ ڪانهي. چو؟

عشق پنيءَ آيو، عقل پيهي پاڻيهي؛
سورج سان لڳو رهي، جئين سورج جو سايو.

ڪڏهن بہ عاشقن آرام نہ ڪيو آهي، سديو سڪيت ۽ سجاڳ آهن. هو من کي اوديا کان موڙي، سروپ طرف ڪنتا. پنهنجي من جي ميل پريم جي ڳوڙهن سان ڌوئن ٿا. دنيا کان انئي پهر اداس آهن. هو پل پل نيڻ پري پڪارين ٿا تہ هي سپرين، اسانکي وساري نہ ويهہ، اسان مڻن کي ماري، ڪڏهن ميلو ڪنديں؟ سامي صاحب اهڙن دردوندن جي حالت هيئڻن بيان ڪئي آهي:

سڪ ري صثائي، اچي ڪين اندر ڪي؛
لوڙي سڀ ساڌن ڪري، پاڻي سر ڇائي؛
اها ڳالهه سمجهه پر، ڪنهن ورلي کي آئي؛
گرگم جنهن لائي، سامي لنؤ سروپ سان.

اهڙي انسان لاءِ، سنسار ساگر ٽرڻ، سگهو ٿيو پوي، اوديا روپي اونده پر ڪيو پرواز ڪري؛ محڪوين جي مايا ڪيس نٿي ستائي. اهڙا سڪ وارا، در در ڪين ڀڪارين ٿا، نڪي گهمن ڏيورا، نڪي گهمن مسيت؛ پل پل پر سڀ پر اهو ساکيات پرميسر ڀسن ٿا ۽ آن درسن روپي قوت لي ٿي هو لڳن ٿا. اهڙا لنو وارا، سنسار پر سورج جيان ظاهر آهن؛ سندن مستڪ تي مرم جي مڻ جهڳ مگاد جهلڪي ٿي ۽ گرج ڪبن سروپ جو سڪ آهي، نہ د سدائين، وڏ پڪ ۽ وڏ پڪ موج ماڻڻ لاءِ سگهن ٿا. سامي چوڻو نہ:

نکو آر نہ پار، سپيريان جي سڪ جو؛
سنواليءَ سان سڀ ڪي، اچي ڪين قرار؛
مچيءَ جي من پر، وسي پران آڌار؛
سامي سرجڻهار، پلڪ پرانهون نہ ٿئي.

پر اها گلي ڪٿي ڳولهي؟ سامي صاحب چوڻو:

سڀ جي گهر آهي، پريم پدارٿ رام ڌن؛
سامي ڏسي ڪونڪو، منهن مڙهيءَ پاڻي؛
ستگر لڪائي، نہ ڏسي پد اکين سان.

آدرشي گرو نہ پل پل شش کي ڪوٺ لو ڪري، جي:

آءُ نہ پياريانءِ، پري پبالو پريم جو؛
سامي هن اوسر پر، ڪن من سڀ ٿاريانءِ؛
ده دس ڏيکاريانءِ، الهي پرک اکن سان.

پر سڌريا آهن سهسن، سڀئي سڪ نماهبندڙ ڪي ڪي. هرجنز جنهه ٿيندو آهي. سڙدو ڪبو آهي نہ سمجهي سوچي. سام‍ـ ـب پڻ اسانکي چتاءُ تو ڏني نہ:

# ڀڳتي يوڳ.

## سڪ، پريم، ڀڳتي.

سامي صاحب سڀ ساڌن ڀيٽي، ڪشٽ ڪمالا سهي، اسانکي آتم گيان ۽ ايشور ڀڳتيءَ جي ٻن پرن سان انيڪي جي آڪاس ۾ اُڏامڻ جي سکيا ڏني آهي. ”عشق ۽ عقل ٻئي پر پکيءَ جا.“ هن عشق جي واڌ لاءِ، سڪ ضروري آهي. هيءُ فقط ساميءَ جو انڀؤ نه آهي، پر هو صاحب چوي ٿو ته:

ويدن پراڻن ۾، چرچا هيءَ چلي؛
سپرين جي سڪ جي، لون ڳولهي لهه گلي؛
سامي سا ملي، جنهن ده دس ڏنو دوس کي.

سڌ رکندڙ سهسين، سچي سڪ رکندڙ ڪي ڪي. گر پورو، ٻڻ شش جي سچي سڪ ڏسي، پريتوان کي، حد مان بيحد ڏي نئي ٿو. سڪ بنا سڄڻ پسڻ، اهڙو محال آهي، جهڙو ڏهيءَ کير مکڻ ڪيڻ:

بنا سڪ سڄڻ، ڪنهين پاتو ڪيڏڪي؛
اکري ڪين ڏهيءَ ري، منجهون کير مکڻ؛
قل ورائي وڻ، سامي سڄو سکٽون.

هيءَ ڳالهه، سامي وري سالڪ کي سمجهائي ٿو. چي سڪ ڪان ڪوٽ جنم جي چڪ مٽي ٿي، ممت موه کان ماٺهو منهن موڙي ٿو، سنسو سوڪ من مان گم ٿئي ٿو ۽ سڀ ڪلپت ڪچ، اندر مان نڪري ٿو. گرمکه، سڪ مان ئي سچ لهي ٿو ۽ سندس هردو صاف ٿئي ٿو:

پي ڏسن ٿا. سڀ جان سدوات جڪي، سڀتل ٿين ٿا. سر ڏسي
درشٽ پڻ اپيد رکندا. ٿيئي لوڪ لڳهي، چيتن جت لي چڙهن
ٿا. اهڙا فقير ازل پکيءَ مثل آهن جو آڪاس لي چڙهي ٿو. سندن
مڪان سڀ وستو جي وچ ۾ آهي. سنسار ۾ ڪنهن سان به ڪوڙ
ڪپٽ نٿا ڪن ڇو جو هو پاٽڪي ٿا پسن.

"پاڻ ورائي پاڻ سان، موج ملي ماٽي؛
گرو ٿيو پاٽي، پاٽيءَ جيسي پروار ۾."

ڪن گنگا، گيا، مڪو پوڻ جي ضرورت ٿي ڪاڻهي. هو اي غم
پرجا راجا آهن. نه واڌي ۾ وڌن ٿا ۽ نه گهاٽي ۾ گهٽجن ٿا. سدائين
سواڌان ٿي، سڀ جي سر ٿي خوشيءَ سان شوا ڪندا. اندر ۾
شهنشاهه، ٻاهران داسن جا داس. پنهنجي ڏيل ۾ شو ۽ شڪت پئي
ڏسندا. وري عجب اهو جو دنيا جا جيو هنڪي ڇريو چوندا اگرچ
هنجي ڏيل ۾ سا ٻيائيءَ ڏيٺو پيو ٿري. لون اهڙن گيانين جي سرن
اچ. هو ستيه روپ آهن. سچ ڳالهائن، سچ ٻڌن ۽ سچ ڏسن. ڪايا،
مايا، ڪل ڪان نيارا آهن. اوديارن رلي ڪٽي وٿائن اٿي پڳي آهي.

هيءَ سڀ خيال، گيتا جي ٻئين اڌياءِ ۾ سري ڪرشن ارجن کي
سندس پرشن تسمس ظاهر ڪيا آهن، جڏهن ارجن پڇيو ته هي پڳونت
گيانيءَ کي ڪيئن سڃاڻجي؟ گياني ڪهڙيءَ طرح هلي ٿو، ڪيئن
چليٿو؟ سندس گڻ ۽ وصفون ڪهڙيون آهن؟ سامي صاحب آکيو ته:

گيان اگم جو گل، کليو سچد باغ ۾؛
سورج چندر چراغ جان، ڪرانت جنهن ۾ ڪل؛
ولن واس پيور جان، سامي اوڏوت اصل؛
ميٽي هيبت هل، لٽڪي مجهه لتڪي رهيا.

ڪنهنجي ڪٿ
اهو عقل، آتم گيان جو عقل آهي، جنهن بنا، ڪنهنجي ڪٿ
ڪا. تيڻي آهي. پل نه لپ، ليرت يا نااڀت ساڌن ڪري. اها
فقط ساميءَ جي راه آهي پر سڀني سنتن ساڌن جي پڻ ساک آهي.

سو چيو گرن، سا ويدن ساک ڏني؛
دانا ديوانا سنت جن، اي ڳالهه ڪانه چون؛
مت سين جو هڪڙو، جي انيڪ ديس رهن؛
سامي سمجهيو جن، سي ماهل تيا مهران بر.

هيءَ گيان، گرگم سان اچي ٿو. الڪ پرڪه آتي ديرو ڪيو آهه
ديهن بر. گرو پڻ ائين ٿي آکيتو ته خلق مجهه خداء ۽ خالق آهي
خلق ۾؛ هيڏي هوڏي هڙا مورک ٿي م پاء جڏهن گرڪ
اندر ۾ جهاتي پائي ڏسي، ته ”ساڪي آهي ساڻ، سامي سڀ ڪنهن
کي“ تڏهن انيڪ ۽ جوت جي اثر هيٺ سنڌس لنو لنو ٿري ٿي.
اهو آتم جڳ شل ڪو ڪري. اهو ممتا جو سورج، شل ڪنهن لي
کڙي؛ پوء نه اوديا روپي اونده پرڪٽي پئندي. هيءَ آلم ڏن
اپار آهي. سامي صاحب ان نسبت چويتو ته:

آتم ڌن اپار، ڪٿي وڏي ڪيڏڪي؛
ڳڻتيءَ ليکي ڪون پري، بيحد بيشمار؛
وٺي، پاري، رند، باه ڪون سامي نرمل سار؛
اهڙو اکت پيدار، گرگم لڌو گهر مون.

سامي صاحب، اهڙن عاشقن ۽ اوڌون جي حالت، چڱي وسنا
سان بيان ڪئي آهي. سنڌس شروعاتي سلوڪن جو ڪڇ
حصو ۽ اڪل سمورا پويان سلوڪ، الهن گيانين جي ساراه سا
پريا پيا آهن. سامي صاحب آخرين اوستا ۾ انهن جي ٿي اپ
ڪئي آهي. شايد اها خود سنڌس حالت آهي. چي: اهي س
سورما من کي ماري ڪلپ قلعو کيري آدي گهر ۾ اچي، س
سياو ۾ رهيا. هو رام رس پي، وندي وراهين تا. اندر باهر

ڪارج جو ڪارڻ، پرلڪ پورڻ آتما؛
آهي جنهجي آسري، پراڻ، بڌي، ڏسڻ؛
سڌ ڪري سامي چئي، سڀ، رلي، ماسو مڻ؛
لکي لک لکڻ، سدا ماڻن سانت سک.

يعني ته آتما جو سنبنڌ سامي هيٺين ٿو سمجهائي:

چمڪ چلائي، جئن جڙ لوهي کي؛
تئن آتما ديهه کي؛ ڪارج ڪرائي؛
سمجهي ڏس سامي چوي، مڻين مڙهيءَ پائي؛
ممتا مٽائي، سدا ماڻي سانت سک.

مٿين سلوڪ جا وچار ڪن اپنشد جي ٽئين، چوٿين ۽ ڇهين سلوڪ ۾ اچن ٿا. هيءَ آتما ڪارج ۽ ڪارڻ پاڻ آهي؛ پورڻ آتما مان ئي سڀ جهان اپجي، نڀجي ۽ لين ٿئي ٿو. پري کان پري ۽ اوري کان اوري آتما ئي آهي، جا برهما جيئي کان وٺي سڀ کي سڌ ڪري ٿي. اها ڌيان ۽ يوگ جي وسيلي هردي اندر سورمن پائي آهي. اها آتما ست، چت، آنند روپ آهي. سامي صاحب چوي ٿو:

سامي گهر ۾ گهر، تنهن ۾ گهر اگهر لئي؛
پاڻ گهرن کون پار ٿي، اپئي، پرک امر؛
پيهي ڏس پرتڪ سان، دل جو کولي در؛
ڪڍي غير گذر، ميلو ڪر محبوب سان.

**گيان ۽ گيائي.** هن مارگ جي پانڌيئڙي کي عقل ۽ عشق ٻنهين کان ڪم وٺڻو آهي.

عشق عقل آهين، ٻئي پر پکيءَ جا؛
اڏيءَ جئي آڪاس ۾، گرگم پهچائين؛

وري:

عشق ۽ عقل، ٻئي ساڌن سمر جا؛
ساڌي لهه، سامي چئي آتم پد عمل؛

اها آتما ائين آهي جئين ٻ ٺلين جو ڪو ماٺو پاڻي جنهن ۾ پاڻيءَ جون لهرون اٿيون اُٿن. اهڙي پاڻيءَ ۾ هر چيز جو فوٽو جا سندس سامهون آهي ڏسي سگهجي ٿو. جئين ڪنهن آرسيءَ ۾ جنهن مان لٽ ۽ ڪٽ السارِي ويئي آهي، ماڻهو هر چيز جو فوٽو ڪيئجي سگهي ٿو، اهڙيءَ طرح ئي پنهنجو قبضي ۾ آندل خيال آهي، جنهن ۾ اِڇا روپي ڪٽ ڪاٺي ۽ ترشنا روپي لهر عدم پيدا آهي. ان حالت ۾ هر شيءِ ۽ حالت جو صاف فوٽو ڪيئجي سگهجي ٿو ۽ ست، چت، آنند پر پوي ٿو. هيءُ آتم پد، اندرين، واٽيءَ ۽ واچ ڪان مٿي آهي. سامي صاحب، آتما ئي پنهنجا سمورا سلوڪ پنهنجي پهاڙيءَ واري اوستا ۾ لکيا آهن، جو ڏيکاري ٿو ته آتما جو انڀو ۽ ان جو وستار سندس آخرين انڀو جو نتيجو آهي. هدن سلوڪن پڙهڻ سان گيتا ۽ اُپنشيدن جا ڪيترا سلوڪ ياد اچن ٿا. اهڙي مشابهت ٻين مذهبن جي ڪتابن مان ٻڌ پوندي. واستو ۾ تت ۽ سنيہ هڪ آهي، جنهنجو انڀو بيان ڪندي فقط ڪن شبدن جو فير پوي ٿو نه ته معنوي ۾ سڀ ساڳيا آهن. اچو ته ڏسون سامي صاحب ڇا ٿو چوي:

جاڳيو جاڳائي، اپروک لکايو آتما؛
ڇيديو، ڀيديو نه وڃي، پون نه سڪائي؛
جل نه ٻوڙي، ڌرتي نه ڍڪي، اگن نه جلائي؛
نڪي ڪال ڪائي، سامي پرڪاسي سڀ ڪي.

وري:

نڪي جيءُ مري، نڪي اڇي گرڀ ۾؛
نڪي ٻڏي جل ۾، نڪي اگن جري؛
رهي اليپ آڪاس جان، ٽوڙي روپ ڌري؛
سنتن سهي ڪري، ساک ڏني سامي چئي.

هي سلوڪ گيتا جي ٻي اڌياو جي ٢٣ ۽ ٢٤ سلوڪ سان ملي ٿا اچن. اچو هيٺين سلوڪن ڏي:

## من ۽ آتما جي ڀيٽ.

هن گيان بوک ۾ سامي صاحب من ۽ آتما جي ڀيٽ لئي ٻڻ ڪيترا سلوڪ لکيا آهن. مهابلي من، جنهن ڪلپنا جي راند رچي، سورو ٻر لڳايا آهن، جو نه ٻاڙهو، نه ڪارو، نه ڪمرو؛ جنهن جو ڪو مائٽ، نه پيءُ، نه ديس، نه وطن؛ جو ڪن ۾ خيال سان ڪريٿو نئي لوڪ گهڙي؛ جو ڪڏهن جهنگ ۾ نه ڪڏهن رنگ ۾؛ جنهن جي جنبي جڳ جيتي سگهجي ٿو، سو بس ساڌ سنگت ۽ گرگيات سان وس اچيٿو. سامي انڪري اسانکي صلاح ٿو ڏئي ته:

”مني من خلل، ٿو ناحق لپ ۾ لپن؛
آهين ساڪي سڀ جو، سدائين سيتل؛
پرم منجهه پلي ڪري، جاڻي جل اجل؛
سامي جل کي مل، ڪڏهن لڳي ڪمڪي.“

موڪ جيءَ، پنهنجي گهڙيءَ پاڻ نور وهي، راليون ڏيهون ٿو نچي ۽ جنين ڏانور مک مان جار ڪڍي، ان جار ۾ ٿي قيدي گندو آهي، انهو پڻ اهڙو حال آهي. جنين پاڻيءَ کي ڪو رنگ روپ ڪونهي، ۾ جنهن ٿانو ۾ پي ۾ وجهجي ٿو اهو روپ ٿو وٺي، تئين ئي اسانجو خيال آهي. هن قرندڙ گهرندڙ خيال جي حالت کي جنهنجي چنچلتا خاص وصف آهي، من چئجي ٿو. هن من کي روڪڻ، چنچلتا کي دڀڻ ۽ هڪ وس ڪرڻ لاءِ ئي، سڀ سادن آهن. جيڪو وشين جو خيال ڪري، انهن لاءِ ٻاهر ممتا پيدا ڪريٿو، ممتا مان چاهنا پيدا ٿئي ٿي، چاهنا جي اوپتي نه ٿيڻ سبب ڪروڌ اٿي ٿو ۽ ڪروڌ ۾ جيو پنهنجي ذات وساري، پاڳل ڪوهي ٿو. هن ممتا مٽائڻ لاءِ سامي صاحب فرمائي ٿو ته:

سا آتم گيان، ممتا نه مٽي من جي،
توڙي سڀ سادن ڪري، پڙهي ويد پران؛
سامي سک ساڪيات ڪون، اوري ليا انمان؛
گيتا ۾ ڀڳوان، ارجن کي ائين چيو.“

”ڪير نہ سار سهي، ڏيهي ڏس ٻاڻي ڪري؛
ناتا لوڀ لهر ۾، ويو هيءُ وهي؛
سامي سنگ ڪوڙ ٿيو، اهي جوڻي ڪال ڳهي؛
ڇوڙي مان ڪٿي، لهڙي اندو ۾ نہ ڪري!

هن ڀچتاوجهڪ هيءُ ڪي سڌ ۾ ڪيو آهي؛ انڪري وري تو چويہ

رهيا سنت ڇڏي، اُتي ڏٺي ڳهر جو ڳهر ۾؛
هنڌي ٻڌم ڪنڌڪي، ڪير نہ ڳهر سهي؛
جپ جنسدي ڌاڙي، وهامي وڻي؛
ڇوڙي مان ڪٿي، لهڙي اندو ۾ نہ ڪري.

جڳت جا ڏيک اُست آهن؛ ٿهار ڪال ڪنڌ لي ڪاني هلايا
سلو آهي، آورجا هٺن مان وجهي لي گڏرندي؛ ڪڏهن سوچ ڪر.
هوش، ڌار، وراڳ ورلي ڌار. من کي مايا مان موڙي، انترمک آڻ
نہ ڀڳس، جوڳ، وراڳ جو مول سمجهن. وراڳ کانسواءِ ڪجهہ حاصل
نہ ٿيندو:

سا ڀڳت وراڳ، جي جڳاسي نہ جڙي؛
پار ڀنگهوڙي نہ ڏسي، تاري نا سهاڳ؛
جڳاسي وراڳ ري، لهي نہ ناتا راڳ؛
جاڳن جهجها ڀاڳ، سو سامي سڌ سهي ڪري.

سامي صاحب وراڳ ۽ تياڳ تي زور انهيءَ ڪري ڏنو آهي،
جو سمجهي ٿو، تہ اهي ٻئي پاڻ جا وسيلا آهن. پر، ٻئي پاڻ نہ
اڳيان آهي؛ اهي پاڻ سڃاڻڻ جا وسيلا آهن. مايا، ڪايا، ڪل جو
ايمان ڇڏڻ نہ سولو آهي، پر انهن جو سدا حتان اهي سڀ ڦٽي ٿا
يعني اهم پاو تياڳڻ ئي، سچو وراڳ ۽ سنياس آهي.

سامي صاحب آکيو تہ:

تياڳيو جنهن اهنڪار، تنهن سرب تياڳ ڪيو؛
سامي سيتل جل جيان، تري تنڙو نار؛
اندر ٻاهر ده دسا، ڏسي ساکي سار؛
جاڻي سڀ سنسار، ڪلمت پدهيچي جيءَ جي.

## وڏراڳ.

سامي صاحب وشين ۾ لمپٽين جيؤ کي، جوڪ مايا ۽ ڪايا جي موه ۾ ڦاٿو پيو آهي، هن دنيا جي دوزخ مان ڪڍي، دلبر جي ديس وني وڃڻ لاءِ وڏراڳ جي سدي وات ڏسي آهي. ڇي وقت سارو، سڀ کي لڏڻو آهي. پير، پيغمبر، اوليا، سوربير، جن پنهنجا پنڌ هلايا، جنهي هٿن ۾ رتي، سڌ جهڙا ٿوڪ هٿا، جن مانڪ، راڪاس، ديوتا سڀ وس ڪيا سي به لڏي ويا، تون ڪيئن اسٿت رهندين؟

اهڙا لوڪ لڏي ويا، سامي هن سنسار مان؛
جنهي رت ڦيٽن سان، ست ٿي سمنڊ ٿيا؛
مانڪ، راڪاس، ديوتا، پنکي وس ڪيا؛
اهڙا سڀ ويا، اسٿت رهي نہ آدمي.

وري:

ڪري ڪوچ ويا، سڀئي سنسار مون؛
پير، پيغمبر، اوليا، جن پنهنجا پنڌ ڪيا؛
گياني، ڌياني، گرستي، سامي پنڌ پيا؛
سڀ غيب ٿيا، تو ڇا سمجهو پاڻ کي؟

ڪايا، مايا، ڪل جي وڏائي ڪوڙي آهي، جا پل ۾ ٻرائي ٿي ٿئي. جئين سپني جو سک جاڳ نٿو ڪري، جئين جل ۾ بدبدو ست نٿو جهلي، جئين ڪنهن درخت جي ڇايا جهالي نٿي، تئين ڪايا ۽ مايا ۽ سندن سک آهن. اهي تنهنجي ئي ڪلپت جي بناوت آهن. اهو ايمان ڇڏ، سمرڻ ڪر ۽ ساڌ سنگت ۾ اچ. تون مايا مال ڇاکي ٿو ميڙين؟ اهي توسان ساڻ نہ هلندا. تون آهين پانڌ يٽڙو پنڌ جو، هتي جهوڪ ماري ڇو وينو آهين؟ هيا، ڪجهہ هوش ڌار، ڪا سنئين وات وٺ. ڏيب ديهي پائي، اهو اموڪ رتن نہ کوهہ. جي ائين ڪندين نہ پوءِ هٿ هٿا پونده ۽ ڇوندين:

ڦرائي منجهه سنسار، ڦراءُ ڪلپت ٻانهپجي ؛
جڳن سڀني ۾ سڏ ٿيو، اڄ ڏولڏو وهنوار ؛
سوڌهي ڏس سامي چئي، لون ڪري سڏ وڃار ؛
نه اوديا جو اهنڪار، مٽي وڃيئي من مون.

سامي جي ٻين سلوڪن ۾ فقط هڪ سلوڪ وويڪ لئي مليو، جنهن ۾ سنتن جي ساک لئي هيئن چيو ٿو ته:

”ٻيا وويڪ ويراڳ، لال نه لڀي اڻٺي ؛
ساک ڏين سامي چئي، سادوجن سڄاڳ ؛
موڙي من مواس جي، وس ڪئي جن واڳ ؛
جاڳي ابرن ڀاڳ، استٿ ٿيا آڪاس جان.“

## گيان يوگ.

سامي صاحب رهت ۽ شيوا سان گڏ من وس ڪرڻ جا ساڌن
پڻ ٻڌائي ٿو. رهڻي گروءَ جي ٻڌايل گيان موجب آهي. شيوا دوارا
پاڻ ماري، اندر صاف ڪجي. پر من جو چنچل آهي جنهن نسبت
ارجن سري ڪرشن کي چوي ٿو ته، "من کي ڪيئن روڪيان؟ من
پربل، مڙڻ کان محال آهي. انکي روڪڻ اهڙو آهي، جهڙو طوفان
کي روڪڻ. راجن ڪا وات ٻڌايو؟

चञ्चलं हि मन: कृष्ण प्रमाथि वलवद् दृढम् ।
तस्याहं निग्रहं मनये वायोरिव सुदुष्करम् ॥३४॥

ڀڳوان ارجن کي جواب ڏئي ٿو ته، "برابر من کي روڪڻ مهاڪٺن
آهي، ته به اڀو ويراڳ ۽ اڀياس دوارا روڪجي سگهي ٿو.

श्रीभगवानुवाच ।

असंशयं महाबाहो मनो दुर्निग्रहं चलम ।
अभ्यासने तु कौन्तेप वैराग्येग गृह्यतें ॥३५॥

سامي صاحب پڻ ساڳيون ڳالهيون ڪيون آهن. اڀياس جي
ڳالهه ٻي هنڌ ڪجي؛ پر سامي چوي ٿو ته وويڪ ۽ ويراڳ ساڻ رک.
ايڪانت واسي ٿي، شڌ ويچار سان چنڊ چاڻ ڪر، اهنڪار مٽاءِ
ته ساکي سرجڻهار ساريءَ وس بر ڏسين:

"ايڪانت ري اهنڪار، ڪنهنجو مٽيو ڪينڪي،
سمجهي ڏس سامي چئي، تون ڪري سڌ ويچار؛
ته ساکي سرجڻهار، ڏسين ساريءَ وس بر."

چي پڙهي ڪڙه، پرم گهڙو پيچ ته سار سهي ڪرين. اود يا روپي
جل، ڪرم سان ڪين ڪٽندو. تون وويڪي ويچار ڌار. گروءَ جي
وچنن تي ويچار ڪر، ڦرني جي ڦاس ڪاٽي، ممتا ميل اندر مان
ڌوئي سيتل ٿي ۽ بيحد جي پاري پت.

شيوا ٽهل: - اسڪام ڪرم ڪرڻ، هر ديهه ۾ دلبر جو ديدار پسڻ، رضا ۾ راضي رهڻ، اهي ٻئا رهڻ جا انگ آهن. جنهن من مان ايائي مٽي، ساڌ سنگت جي رج مستڪ تي لاتي آهي ۽ سنسار کان سڱ ورتو، پنهنجي جان وڃائي، خاوند کي ملڻ ۾ پسي، شڏ شيوا ڪئي آهي، لنهجي وڪاڻ مان سامي صاحب ٿوابي ٿي ڪسن ڏوه ۾ اهڙو ڪو سورو ڀر انڪري، ڪو رهڻ رهي، جو لڏيءَ ڪوسيءَ، گرميءَ سرديءَ، هڪ وس رهي شوا ڪري!

جي: "شبرا منجهون حن، لڏو لعل اُڻ ڀاءُ ههو؛
سي سامي سڪ سچيءَ سان، سدا شوا ڪن؛
لسبون، مڪان، موچڙا، سر تي سڀ سهن؛
وتا رنگ رهن، انهي پهر عجب جي."

انڪري سامي صاحب آکي ٿو ته هت وڃاڻي، داسن جي داسي بڻجي، ٻڍنءَ کي ٻرجاءِ، ته ڪو ستسد حصي اهي، لنهجي گهر کي روشن ڪري. جڏهن انسن ٿيو، لڏهن لنهجا ٻيڙا پار آهن. آخر ۾ هن جهان مان ڇا ڪڍندين؟

حبڪي ٿون ڏيندين، ٿڙي ٿاءِ سائنءَ جي،
ڪٽي هن جهان مان، سامي سو ٿيندين،
ڪري وڌ ڪلپت ري، پڏندين ٿولبندين،
موٽي ته ايندين، هر هر اهڙي هٿ ٿي.

انڪري دردوند ٿي سيني دلبن جو درد لاهه ۽ ڪنهن کي ڪين ستاءِ. دل دلبر جو ديرو لڏهن ۾ جو دالار وسنڊو انکي ڪين رنجاءِ. اهو ٻيو رهڻ جو ساڌن آهي.

---

صفحي ٨٧ ۾ ڏنل شلوڪن جي صحيح ٻڙهڻي.

चञ्चलं हि मन: कृष्ण प्रमाथि बलवद् दृढम् ।
तस्याहं निग्रहं मन्ये वायोरिव सुदुष्करम् ॥३४॥

श्रीभगवानुवाच ।
असंशयं महाबाहो मनो दुर्निग्रहं चलम् ।
अभ्यासेन तु कौन्तेय वैराग्येण च गृह्यते ॥३५॥

سک، دک، لاڀ، آلاڀ ۾ وهلور ٿيو وڃي ۽ ڪل ڪتب کي ٻيڙيءَ جو ٻُور ڪري ٿو ڇاڏي. اهڙو پرک هوندي ٻل، نپل آهيءَ جڳت ۾ ڄڳ جهڙو هلي ٿو ۽ سدائين آنند ۾ رهي ٿو. اهڙي پرش جي سدائين جيءَ آهي.

سامي ٻوٻن سلوڪن ۾ ٻڻ رهت جي خوب ساراه ڪئي آهي. ڇي رئندي سک کي ٻرڇيو گرو رهت سان پرچائي، دلبري دلاسو ڏيئي گهر وٺي اچي ٿو. هو سک کي پرڪارت جو پير ڏسي ٿو، تڏهن ئي ڪيس انيءَ آدي گهر جو گهير حاصل لئي ٿو. ڪيس ٻتائي ٿو ته رمتا رام سڀ وسنو جي وچ وسي ٿو ۽ نرگڻ ۽ سرگڻ ۾ هڪ ئي ستا سمان وسي رهي آهي. ڇي لون ڪميا جو ڪرک ڪٽي پنج ٿئي دوت دهه. اهو شش وچن لي ويساه رکي رس پري رهت رهيٿو ۽ جئيندي جڳ ۾ مرڻ قبولي، سوکم ئي، خواري ۽ خود پسندي ميٽي، گيان گندي پائي، سمتا صفائيءَ سان وڃي سڪپت سيج تي ليٽي ٿو:

هن طرح:

”ڪامڻ پنهنجو ڪنت، ريجهايو رهت سان؛
پيٽيو پيد پرم ري، تئين پڳتن ڪون پڳونت؛
ڪنهنڪي سلن ڪيڏڪي، سامي سک ٻي انت،
بلاول بسنت، گاوندا ولس ڳوت ۾.“

بس، اهڙو پرش راجا جنڪ جيان انيڪي لخت لي وبهي، سالڪ سمان وهنوار ۾ ورلي تو ۽ ڦرني کان فارغ ٿي، اندر ٻاهر آلما پسي ٿو. سامي صاحب انڪري چوٿو ته هرڪو پنهنجي پوک پوکي، لٽي ٿو. نرنجن ديو جي نيت آد کان وٺي ائين آهي، پوءِ ڇو نه اها ڳالهه سمجهي، گروءَ جو گس وٺون. نه هو مهر ميو، ڪرپا جو ڪرر اسانجو پندارو پري ڇڏي ۽ ڏروءَ ڳاري مثل پاڻ کي آڪاس ۾ استت ٻڻائڻ جي راه ٻتائي ۽ پاڳولي پڳت سيڪاري؟

# راهون رام ملڻ جون.

هن ايشور پراپتيءَ جا ساڌن، ساميءَ وستار سان ورنن ڪيا آهن،
انهن مان ٽن - ساڌ سنگت، پورن ساڌوءَ جو سنگ ۽ ايشور مهما
ٻڌڻ جو مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون. سامي صاحب انهن ڪانسواءِ
ٻين ٻڻ ڪيترن ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي. سچو سنت، سچو
ساڌو، سنگرو، رستو ٻتائيندو، روشني ڏيندو، پر ان موجب هلڻ
۽ شش جو ڪم آهي. ڳالهين سان ڳوڙهه نه ٻڌبا آهن. سامي صاحب
موجب هڪ رلي رهڻ جي، ڳالهين جي مٺڙ سمرڪان پاري آهي،
اُها ويساه سان وٺي، الک جي ايد پگتي ڪرڻي آهي. معنيٰ سان
پد اگم حون ڳالهيون ڪرڻ اجايون آهن. چيو ته:

مک سان رام چئي، سانڌ نه اچي جيءَ کي؛
ان پاڻيءَ جي ناڻ سان، نڪ اُڃ ڪنهن لهي؛
نگر ٻيچي ڪونڪو، ٻنا ٻنڌ ڪئي؛
گرگم رهڻ رهي، ته سکي ٿئي سامي چئي.

گروءَ جي گيانه وٺي، لکءَ پر لڳو رهي، اکيون موڙي من پر
رکي، سل الوٽي سر جي جنبندو رهي ۽ اٺين پهر جو چوري، جنهن
پورءِ پٽڪو نه ٿئي، لڏهن ڪم نهيس. هڻ، مان، وڏائي، موهه
کي ٿتو ڪرڻو آهي ۽ غريبيءَ جي گدا سان، ويرين کي جيتڻو آهي،
ساڌڪ کي کپي ته دل صاف ڪري، ڌيرج ۽ ڌرم سانڍي ۽ هار
جيت، ڏک سک پر صبر سان گهاري. سامي صاحب سڀني ساڌڪن
کي سمجهه سان سروپ جا چار ساڌن، ساڌڻ لاءِ آکيا ڪئي آهي؛
جي آهن: سم، دم، وويڪ ۽ ويچار. انهن ساڌڻ سان سالڪ سار
ٿئي ٿو ۽ پاڻ پر ساکي سرجڻهار پاڻي پرچو رهي ٿو. ترپڪ تر،
شڪر، صبر ۽ عقل جي چوڏول پر چڙهي پهچو اٿئي آدي گهر
لهي ٿو ۽ سياءَ پر سبتل رهي ٿو. هو ري ساڻ ٻڻ پلو هلي ٿو،

ڀڳتن کون ڀڳونت، پاسي ٿئي ڪينڪي،
ڪاٿي ڪڇڻي، ڪير، ساڳي ڪلان اٺون پست،
سامي سڀ ۾ سار، جسن جاڳو آتم تت،
رکي نه من ممت، جاڻي روپ سڀ تنهنجا.

هيءَ ودر ۽ سندس زال، ڪرما ڀڳتڻ، گوپين ۽ ٻين ڀڳت جي جنم ساکين ڏي اشارو آهي.

نه فقط اينترو پر مالڪ پاڻ ڀڳتن هٿ وڪاڻو آهي. ڪتا هر ڪنهن کي معلوم آهي. سامي صاحب ستگر کان الجو پيد پڇي ٿو.

چي: ڀڳتن هٿ ڀڳوان، ڪيئن وڪامي وس ٿيو؟
سامي چئي هي ستگرو، پوچي ڏي پرماڻ،
ڪياٺون سڪ سڇيءَ سان، تن، من، ڌن، قربان،
پائي پد نرباڻ، ماهل ٿيا مهراڻ ۾.

۽

ڀاڳوتي ڀڳت، پاسي ٿين نه پيءَ کون،
سهجي جنجي ستگروءَ، ڪٽي سڀ ڪلپت،
سدا رهن سامي چئي، جاڳرت ۾ سکپت،
گورک، نارد، دت، ساک ڏني سکديو جي.

اها ساک نه فقط ساميءَ ڏني آهي پر گورک، نارد، دت، سکديو، سيني ائين چيو آهي. جاڳرت اوستا ۾ ٻه هو سکم مڃ آهي.

اهڙو ڀاڳوتي ڀڳوت لڳا رهت پين جون لڳاٺون پوريون ڪريٿو ۽ سندس جيون پين لاءِ آنندمئه بڻجيو پوي:

جئين هريو درخت، ڇاڻا، ڦل، ڦل، سک ڏئي،
تئين سڀ ڪارج ڪري، ڀاڳوتي ڀڳت،
رکي نه رليءَ جيترو، مايا موه ممت،
عين اپيد اپرت، سامي رهي سياو ۾.

پر پوئتو. جو ممتا ماري، خودي خواري ميٽي، ڇيٽي ۽ ڪنڌ پر
ساڪي سٽ ڏسي، سو اهي ۽ پد جي لائق ٿئي. اها ڀڳتي سرڌا
۽ پريم سان ڪرڻي آهي؛ گرگم سان ئي ايبد جو پيد پوندو. ڀلا گيان
فقط ڪافي نہ آهي؟ سامي صاحب فتويٰ ڏنيئو:

ڀڳت ري ڀڳوان، ڪنهين پاتو ڪينڪي،
ٿوڙي ويد پران پڙهي، ڪري گيتا گيان؛
۽
ڀڳت وراڻي گيان، جئين مولي آب ري،
ٻوڏ وراڻي نہ مٽي، اوديا ڪو ايمان.
سمجهي ڏس سامي چئي، ڪڏي سڀ انمان،
نرمل پد نرواڻ، حاصل ڏسن هت پر.

هندڪي پريوءِ پرڄي ڀڳت ڏني، لڌهن سڀ جپ، تپ، دان
اسنان ڪيا، اهڙو ماڻهو، جنم، مرڻ، دک سک جي چنتا ڇڏي رکي
۽ سدا آنند ۾ آتم سک ماڻي ٿو. سامي اڪري اسانکي صلاح
ٿو ڏئي تہ:

پري پاءِ ڀڳت، سامي ٿي سنسار لون،
ٻڏي ڪو وساه جي، ڇڏو مڇتي مت،
ستگر پرڪ ملاح ڪر، پتڙ ڪيڏ ڪيت،
ساڪي جاڻي سڀ، پهچن پار پرم ڪون.

سامي پوين سلوڪن ۾ ان ڀڳت جي مهما ڳائي آهي، جنهن
رنجهي ڀڳت جو ٻج ٻڌن ۾ پوکيو آهي. اهڙو جن لدو رهي ٿي،
امرت ڦل ڪاليٿو ۽ ديہ ڏاريندي ٻہ وديهي رهيو. گهاٽو واڌو جي
ڪلپنا هي پيدائش آهن، ليکي ڪوڙ سمجهي ٿو. هار ۽ جيت،
هردي ۾ نئو ڳٺي؛ ٻہ آڪاس جان پرميسر پورن ڪي پسي، سڀ
ٻس مٿي، سڀ ڪي برابر رس پياري ٿو ۽ تن، من، ڌن،
ان سک ٿان قربان ڪريتو. اهڙن ڀڳتن کان ڀڳوان، پاڪ پرانهون
اٿو ٿئي ۽ ڪن سرجہ گت درسن دان ڏئي ٿو. سامي چئي لو:

## ڀڳتي.

اهڙي مها پرڀوءَ جي ڀڳتي ئي جيوت جو آخرين آدرش ۽ ڪرتويہ آهي. ان ڀڳتي ۽ ڀڳت جي مهما سڌ ڪرڻ لاءِ سامي ويدن، پراڻن، سڌن، ديوتائن جا حوالا ڏيئي؛ خود شري ڪرشڻ جي مک مان نارد کي ڏنل ڳيان ٻڌائي، منشيہ کي ان طرف ڇڪي ٿو؛ جي:

وڏي وڏائي، سامي جاڻ ڀڳت جي؛
نيچ اوچ ٿيا ڪيترا، ڪري ڪمائي؛
ڀيڌ، چمار، جولاها، پيچارا نائي؛
جنين لنو لائي، سي سيئي سڌريا.

هيءَ اشارا روداس، ڪبير، دادو ۽ سڀني ڀڳتن جي جنم ساکين ڏي آهن. خود شري ڪرشڻ ڀڳوان نارد کي هيئن آکيو:

ڀڳت پيارا جاڻ، نارد مان کي سڀ ڪون؛
جني منهنجي نانو ٿي، ڏنو پنهنجو پاڻ؛
سنسو ڪيڏي جيءَ مون، سر رهن سڀ ساڻ؛
پوري ٿي جو پاڻ، سامي ڇڏيان ڪينڪي.

وري، آکيو:

چاڻيج سڌ سروپ، نارد نج ڀڳتن کي؛
تارڻ ڪاڻ سنسار جي، ڌاريم اهو روپ؛
سامي وچن انوپ، سمت چوانٿو صفت سان.

اهڙا مهاپرڀوءَ جا پيارا، جي ايشور جو ڏيان ڪندا، تہ ايشور پڻ سندن ڌيان ڪريٿو. چوندا آهن، تہ "منڙا، گهر تہ گهران." دلبر بہ دل ٿو گهري، دل ري گهري ڪينڪي؛ ان ڪري جڳائي تہ دل دليل مان ڪيڏي، سندس چرنن ۾ پيت ڌريون. پر اهو پد ڀاري آهي. ڪوڙن ۾ ڪنهن هڪڙي وڏڀاڳي کي اهو

بولي، بڌي ڇپر، سامي، سب ڳهڻ ڀر؟
ڇوڙيچي ٿر منهن سان، نچ نرمل نرويو،
جنهنجو روپ نه رنگ ڪو، اڪو سر نه پير؛
ڳيڙي لهندين ڳهيڙ، لڌي ٻاڻ نه وهندء پاڻيو.

رام اڙو سمرٿ آهي جو سب خلق خيال سان نسشي ڇڏي
الس ۽ ٻاڻ د يو اڻ هوندي اولي وڃي ڏ ڀهيء ۾ لڪو آهي. اهو
اناسي، جنهنجي آسري ڌرتي، ڌول، آڪاس، سورج، چندر،
۽ پاڻي پوڻ آهن سو پرميسر پرلبال، سدائي ساڻ رهيئو، مورک جيو
پنهنجي خام خيال ڪري انکي دور جاڻي پيو ڏه ڏس ڏوڙي؛
هيء ڪايا مايا موهه ڪوڙو آهي. رب بنا ڪوبه رفيق ڪوانهي.
انهيء ڳالهه کي پوريء پرليت سان شل ڪو سمجهي. شل ڪنهن
لي پورن گرو مهر جي نظر ڪري. جڏهن گر پوري گيان ڏني،
تڏهن پتو پوندو ته گهر ۾ ئي گهر وارو آهي ۽ هتين چمڪ لوڪي
هر ڪي چلانيئو ليڻ ئي چيتن سيکان ڪريا تو ڪرائي. جڏهن ستگر
گيان روپي ڏيئي سان اود يا روپي اندار و لاهي اجارو ڪري ٿو،
تڏهن ئي پروپئي ٿو ۽ اهو گرمک سامي‌ء جيان چوي ٿو ته:

لعظي مطهه ڪلپ، لنگهي لک پري پيا؛
اڪڻ سک سروپ جو، جتي سگهون نه جپ؛
؟
سچڻ جي سويا، ڪوڙي چوان مک سان؟
سامي سهسي نيج چند، لپجامان تسيا؛
بچي ڏس لين ڪون، جن ديدار ڪيا؛
لنگهي پار پيا، سنسي جي ساگر کون.

شاه عبداللطيف پڻ ساڳيو خيال ظاهر ڪيو آهي جڏهن چوي ٿو:
سهسين سج اڀري، چوواسي چندن؛
الله وڃي ترين، سڀ اونداهي پائيان.

لنهنجو من لڳي ان روپ ۾ انڪي ڏياءِ. جنهن مان ساري وس
تي آهي سو انهيءَ وس ۾ ائين وياپڪ آهي، جئين پاڻي پاري ۾.
خالق خود خلق ۾ آهي ۽ خلق خالق ۾؛ هو هرجاءِ حاضر ناظر
آهي. انهو ڏيرو تنهنجي دل ۾ ئي آهي. جئين ٻالڪ مٽيءَ جا
بت جوڙي، راند ڪري ٿو، ليڪن هيءَ نت ٻڻ اسانکي پتلين مثل
نچائي ٿو. هن رام جي رچنا ۾ ساميءَ کي ڪا ڪمي نٿي ڏسڻ
۾ اچي. سندس نام ئي فقط دارون ۽ ٻيٽ آهي؛ ان بنا ٻي ڪابه
ٻڪي ڪانهي. پاڻ جڏهن ڏوهه معاف ڪري تڏهن ڦڪيءَ ري
ڦرق ٿئي ٿو. اها سوکم راهه ڪو هرجن سمجهي، جنهن ڀڳت هار
ڳچيءَ ۾ پاتو هجي. اهڙي رنگ رتي لعل جو من، لالن جو لٽڪو
ڏسي مستان ٿئي ٿو ۽ چت جو چٽڪو لائي نانا ڀاءِ ڪيلي ٿو.
ڪبير صاحب هڪ شبد ۾ چوي ٿو:

”ساڌو اُسا ديس همارا؛
بن بادل جهان بجلي چمڪي؛
بن سورج اجيارا؛
ساڌو اُسا ديس همارا.“

سامي ٻڻ چوي ٿو ته:
”نئين لايو نينهن، نور محل جي ناٿ سان؛
جتي سور نه چنڊ ڪو، نڪو رات نه ڏينهن؛
بنا بادل مينهن، سامي سدائين وسي.“

ساميءَ سڄڻ جي ساراهه چڱي وستار سان ۽ نهايت ئي گنڀيرتا
سان ٻوين سلوڪن ۾ ڪئي آهي. هو اسانکي ٻڌائي ٿو ته الک
پرک پاڻ سنسار جو سبب ڪرڻ آيو آهي ۽ هڪ ڪن ۾ خيال سان
ساري رنگ ٻيري رچنا رچائي اٿس. اسانجي ديهن ۾ ٻڻ سندس ني
ڏيرو آهي. جيئن نيئي اندر ٻاهر وياپڪ آهي ليڪن ايسر ٻڻ آهي
سامي اها ڳالهه سوال جي صورت ۾ پڇي ٿو جي:

## ايشور مهما.

ڳرمک ساڌ سنگت ۾ ايشور مهما سٺي ٿو. سامي هر وقت آد رشي ڳروءَ مثل سڪيا ڏو ڏني. ايشور من، ٻڌ، واڻيءَ کان ٻري آهي. انجو نه آد آهي، نه انت. اصل نرآڪار، جڳ ۾ آڪار ڌاري آيو آهي. اها سندس جڳ سان لڳي آهي، جنهن سبب مايا جي وس ٿي، ڪو به ڪين سڃاڻي نٿو سگهي. انهيءَ لڳ سان ساميءَ ٻريم رکي آهي. اها سندس ليلا يا راند آهي. جنهن نه ڪنهن ناٽڪ ۾ ڪو ويسڌاري جدا جدا ويس ڪري مختلف پارٽ ادا ڪري ٿو، ليڪن ٿي هيءَ ناگرلت پڻ ڪري ٿو. ڪٿي پير فقير ٿيو آهي، ڪٿي شيخ ملان قاضي، ڪٿي ڳرو، گسائين ۽ گياني، ڪٿي حج ڪري حاجي، ڪٿي سورٻير داتار ٿيو، ڪٿي ڪري مست موٽاجي ۽ مطلب نه طرحين طرحين روپ رنگ آهن هن يار جا. سامي هن قادر جي قدرت ڏسي ٿري ٿو ۽ سندس صفت ڳائي ٿو. ٻيڪ ڏري آيو، آهه خاوند ٻنهني خلق ۾. ٻر نه فقط انسان ۾ ٻر ساري مخلوقات ۾، سامي انکي پسي ٿو. ڏسو نه سامي ٻلهڻي سٺيءَ ياشا ۾ انجو ڪهڙو ٻيان ٿو ڪري:

آيو ناگر لت، ٻيڪ ڏري بازار ۾،
ڪائيڻ جوڀ ٻيانيءَ ري، ڪڏي ويٺو هٽ ۾
پاڻ واپاري وڻجي ٿيو، پاڻ ٿارازي وٽ ۾
رعيت راجا پاڻ ٿيو، ڪانئر، سور، سڀت ۾
پاڻ ڪميڻ، آوي ٻٽيو، چڪ، مٽي، گهٽ ميت ۾
پاڻ ٿول ٿل پتر ٿيو، پاڻ ڏار، ٻج، ٻت ۾
اندر ٻاهر ده دسا، ڪبلي گيمب پرگهٽ ۾
ٻرچي ڪوليو ٻت، پاڻ لڪائي پاڻ کي.

انڪري ٿرگڻ ۽ سرگڻ ٻئي الک جا آڪار آهن. جنهن سان

ڊوڙي ٿو ۽ سنسار کي سنت ڄاڻي، نت ڄائي ڄاڻي ٿو. ڪو ڪو وڏ ڀاڳي، ساڌ سنگ، ان گهوڙي کي، گهر ۾ آڻي ٻڌي ٿو ۽ ٻاڻ ورائي ڀاڳسان ملي موج ٿو ماڻي. پر اهو تڏهن ٿيندو، جڏهن ڪو ستگر ڪيس جڙئي جي جڳت ٻڌائيندو، ڪا ٻڌ اگر جي خبر ڪري ٻڌائيندو. وڙي ڪو ورلو وڏ ڀاڳي هوندو، جو گر سکيءَ جي گت ڄاڻي، من ٻون کي انترگت آڻي، سوڌي راه رهت جي وٺندو. چيو جو:

”وڏو وچ وچاءَ، ڪهڻيءَ رهڻيءَ ٻاهر،
ورلي ڪنهن گرمک کي، سامي پيو سماءَ.“

اهڙي گرمک کي:

”جنهنکي آتم گيان، سامي ڏنو ستگروءَ،
ڪيو سمر ساگر ۾، اُلٽي تنهن اسنان،
ممتا مٽائي من جي، ٿيو نرمل نرٻاڻ،
ڄاڻي سڀ جهان، چمتڪار چيتن جو.“

اهڙو گرمک غريبيءَ جو ڏکو ڪٽي، مدعن کي ماري، مها مساڻ ٻوڪلي ٿو. سندس مستڪ تي مرم جي مڻ جڳمڳات جهلڪي ٿي ۽ اهڙوئي انيٺي دائما اُگهاڙن کي ڏيکي ٿو. هوُ اندر ۾ اُدار آهي، جگتر روپي ڪپڙي جي تاڃيءَ پيٽي لند سمجهي انس، انڪري هنجو طمع سان تعلق ڪونهي ۽ پنهنجي اکئين ٻاڻ کي پسي، ٻل سان انا الحق جي ٻولي ٻولي ٿو. ان لاءِ سامي چوي ٿو:

”سو گرمک گياني، سو جوگيسر جڳ ۾،
جنهن سامي ڳالهه سهي ڪئي، هڪڙي حقاني،
جڳت ڏسي جاليءَ ۾، جڳت ۾ جالي،
سپاٽنپ ناداني، سڀني وڃئو سر تي.“

جڳ ۾ جڳ جهڙو ٿي، ولي اڪيلو،
سامي ڳڻي ڪينڪي، وقت ۽ ويلو،
ممتا رب ميلو، پل پل ڪري پريم سان."

ڪرمڪ من جي مريادا کانءِ ٿو ڪري. هو هنس مثل موتي ٿو چڳي ۽ سدبوڌ گراهڻ آهي. ڪنهن سان به ڪوڙ ڪپٽ نٿو ڪري ۽ چالاڪ چاڻن جيئن ۾ سدا رام رتي ٿو. ساڌ سنگت سان نئون لائي، من مڪ اجاڙ کان ڏور پري همسنة هرڪنٺ ڳالهي ۽ رنگ ۾ رتو رهي ٿو. پد پاتيندي به ڪنهنڪي ڪين ٿو سلي ۽ جون ڪنول جي پريت هردي ۾ ڌاري ٿو. هو هن جڳ ۾ پاڻ کي مهمان ڄاڻي ٿو. ويساه سان گذاري جي ساکيءَ جو ڏيڻو جو من ۾ نه، واڻيءَ کان پري آهي نٿهڪي سمجهي، مها پرڪ ڪسي محبت سان ويڇائي ٿو ۽ پيهون جاڻ وڃائي آڳيا پراچيتو. هو پوءِ سکيمت سبج ماڻي ٿو. اهڙي ڪرمڪ جي ساراه مان سامي ڏاڍي ٿي نٿو. اهو ڪرمڪ سنسو پرم وڃائي، جڳت ۾ البيل ٿي رهيتو:

ڪرمڪ جي گادي، اٽل جان آڪاس ۾؛
هار جيت، دک سک ڪون، اڳم الادي؛
ٽڙهي ڪنهن ڇوٽيءَ ٿي، ٿيو سهجي سماڌي؛
لڏائين آدي، سامي سک سروپ جو.

اهڙي شيوڪ جا سامي کهڙا پاڳ ڳڻي؟:

ڳڻيان کهڙا پاڳ، سامي ٽنهن شيوڪ جا؟
جنهن سڏي ڏني پاڻهجي، ستگر جي هٿ واڳ؛
ڇڏي نانا راڳ، لڳو رهي لک ۾.

پوين ٽورن سلوڪن ۾ سامي صاحب گنڀير لفظن ۾ اهيءَ ڪرمڪ جو بيان ڪيو آهي، جو دنيا کان منهن موڙي، ستگر سرن اچي، ۽ پوليون پاسي رکي هيڪڙو حرف لهي، پرم گهڙو پيئي ٿو. جنهن چوٿو ته هرڪو من روپي گهوڙو پلاڻي ده دس

"سامي سوالي، آيو سرن گروءَ جي،
برت سچاڻي پانهنجو، پريت گروءَ پالي!

۽

"روئي ڳل پيو، سامي سيوڪ گروءَ جي،
ڏسي ڇل مايا جو، پاري پئہ تيو،
سهجي رمز سهي ڪري، ڪامل ڪرم ڪيو،
وني لت وايو، جت پرم پولائو ناه ڪو."

سامي صاحب اهڙي سد شيوڪ کي جنهن پورو گرو پرليت سان پينيو آهي، صلاح ڏئي ٿو تہ:

"نڪي ڪيڏ نہ پاء، نڪي ڪاٿ نہ بڪ مر،
نڪي سمهہ نہ جاڳ ڪي، نڪي چپ ڳالهاء،
جتي تون مان ناه ڪا، لوڙي لہ سا جاء،
تہ سامي پولي پاء، سنتہ ملني سپرين."

گر پوء سڪ کي ٻتائي ٿو تہ محل منجهي آهين، سڏا توراسپرين؛ هيڏي هوڏي هتڙا موڙڪ ٿا پائين. تون آتم جوڳہ ڪماء، پاڻڪي ديهي نہ جاڻ. جپ، تپ، دان، ديهيءَ سان واسطو رکن ٿا، تون انهنکي ڇڏي انترمک ابياس ڪر. جاڳي، منهن مڙهيءَ پساء ۽ جيئندي ئي جهان کان خلاصي پاء ۽ جاليءَ سان جوڙ. پنهنجي اندر جو شيشو شڌ ڪر ۽ اندر مان گند ۽ غير ڪيڏ. پنهنجي ٻاهرين روپ کي ڇڏي، اندرين سروپ جو درشن ڪر تہ پوء ان نگہ جي ڪل پويئي، جو نانا روپ ڌاري، پيائيءَ جا بندن جوڙي، ولي جڳہ کي نڳيندو. من مک نہ ٿيءُ، پر سچو گرمک ٿيءُ. اهڙي گرمک جا اڪشڻ سامي صاحب ٻڌائي ٿو تہ:

"گرمک سو آهي، جو رهي گرگيانت پر،
پي ڳالهہ جاڻي ڪانڪا، ستگر جي سعيي."

۽

"چيتن سو چيلو، جو سمجهي گيان گروءَ جو،

# گرمک.

گرمک جي ساوڪن ۽ سامي صاحب ستگر ۽ گرمک جي وچ ۾ راه جي روح رهاڻ ڪئي آهي. گرمک نهايت نيازيءَ سان، ٻڏ ساگر جي پيڙ مان ٻاهر نڪتي ستگر سون اچيو ۽ هيٺيون سوال ڪريو:

سامي ڪري سوال، اهو ستگر سور ڪي،
دانا مهنجي جيءَ مون، ڪئي ڪلپت ڪال،
رهي نه رليءَ جيترو، هو مين ويک ووال،
اندر باهر لال، ڏسان هن اکين سان.

اهو سوال شاعراني نوع ۾ جدا جدا روپن ۽ ڀاشا ۾ سامي پيش ڪريو، جي:

"ستگر ڪيئن مٽي، اوديا ڪلپت هيءَ جي،
آندي، وهندي، سمهندي، ٿي پل پل مدهه پٽي؟"

يا

"عجائب پرس، ڪيو سک گروءَ ڪارڻ،
وڃي ڪيئن اندر مان، سامي روڳ مٽن؟"

سامي صاحب انجو جواب ڏني ٿو ته "ستن سودي سار جو هٿ ڪڍيو آهي. جاڳيئن ڪو گرمک، سک سڄاڻ، گرگر سان ۽ سرت ڏيئي اوراج وڃن هندي، رام رلن ٻيئي ۽ ٻاڻ کي ڏسي ٿو، للڌهن ٿي- ايند لي سکئي ٿئي ٿو. ان لاءِ رهڻ زهڻي آهي، من ٻڌن کي ساڌو آهي ۽ پنهنجي جاڻ وڃائڻي آهي. هن جڳ جڳ جيئن کي ڀرم ڀلايو آهي. سنسي جي ساگر ۾ ساري وس وهندي ٿي وڃي. سندن خام خيال ٿي خلل پيدا ڪيو آهي ۽ ناه مثل ڪين علايو آهي. مايا جا اوديا جي پيدائش آهي لڌهن موه، ممتا، حرص ۽ ڪمس سان سڀ کي چلي چڏيو آهي. ان مها جار مان نڪرڻ لاءِ

اهڙو جيئو وچ بازار ۾، ٻرير پلنگ پاڻي وهي ٿو. ممتا مس متائي، کيول ڪنچن ٿئي ٿو، مٿس اپيد جو امل ۽ آتم رنگ لڳي ٿو ۽ سرت سميٽي لنءُ سان چيتنتا چانڊي هٿ ٿو ڪري. پل ته جهان جا چڙيا جيءَ انکي چڙيو چون، پر هنجو ته سمورو ڪارج ساڌوءَ سنگ سڌريو آهي.

سامي صاحب چويٿو:

لنهنکي چون چڙيو، چڙيا جيءَ جهان جا،
جنهنجو سنگ ساڌوءَ جي، ڪارج سڀ سريو،
چڙهي گيان جهاز تي، اوديا سنڌ تريو،
سامي اڄر جريو، ٻورن جاٽي ٻيءَ کي.

سامي صاحب ٻوين سلوڪن ۾ ٻڻ ساڌو سنگ جي چڱي مهما ڪئي آهي. جنين ايشور، من، ٻڌ، واڻيءَ کان ٻري آهي، اهڙيءَ طرح سامي صاحب چويٿو ته ساڌوءَ سنگ جي مهما ٻڻ ڳڻي ڪانه سگهبي.

وڃي ڪين ڳڻي، مهما ساڌوءَ سنگ جي،
من، ٻڌ، واڻيءَ کون ٻري، اونهي اڪٿ ڪهڻي،
ساک ڏين ٿالت مڙي، چڏي مان مٺي،
گهر ۾ گهر ڏٺي، سامي ڏنو جن سرب گت.

ساڌوءَ سنگ هر جيئو کي ٻرم ٻنيت ڪريٿو. اهو اسان کي ٽار منجهان تاري ٿو. هونءَ ته ڀؤ ساگر پاري لنگهڻ مشڪل آهي پل ته سڀ ساڌن، جوڳ، جتن ڪري. اهو ڪو اثر اڌڪاري ساڌوءَ سنگ ٿي لنگهي سگهندو.

## ساڌ سنگم

ڪهن مهاپرش، سچي ساڌ جي سون ڀيٽجي نه پڙوٽي پار آهي.
اهڙي ساڌ جي سنگ جي مهما پڻ سامي ۽ گهڻي ڪئي آهي.
جي: مهما ساڌوءَ سنگ جي، ٻڙي ڪون ٻري،

سمرس سلاهي، سهس مک، ويد وهل اُچري،
برهما، وشن، مهيش، مهڌڄن، سامي ساک پري،
ڪوٽ اُپاو ڪري، من، واٽي ڀڄي ڪاڻ ڪا.

ساڌوءَ جو سنگ، ڏيل ۾ آلم سک اڏراڪ ٻتائي ٿو، مستڪ ٿان ورڏانا جو انگ ميٽي ٿو؛ جنمن جي جهد جو ڦل ڏئي ٿو؛ جئين ڪمٿين کي ڀور ڦيري ڦيري آخر ڀور روپ ڪري ٿو، جئين لوهي کي پارس سون روپ ڪري ٿو، جئين کنڊ جو ڪپاوٽو پاڻيءَ ۾ پئي پنهنجي هستي پاڻيءَ ۾ وڃائي وهي ٿو، اهڙيءَ طرح ٿي ساڌوءَ جي سنگ جو اثر ٿئي ٿو. ساڌوءَ جي سنگ سمان جپ، تپ، جوڳ، جگيه، دان سنان، تياڳ، ويراڳ، گيان، ڌيان ڪونهي. سامي ساڌوءَ سنگ جيون پدوي هن جڳ ۾ پائي؛ جنم جي سموري چاه چڪائي، اود يا سنڌ سڪائي، اڻ گهڙيو ديو ديه ۾ ڏٺو، ٻڌو هڙ "چاڪي گهمي جهنگ، جنهن گهر لڌا سريّن؟"

جئن ساڌ سنگت ۾ ٿئين ساڌ سنگ سامي ۽ ٻوين سلوڪن ۾ ان پرش جي حالت جو فوٽو کينچيو آهي جنهن ساڌوءَ جي سنگ مان پاتو آهي.

جي: "وڃي سڀ وهندي، خلق خام خيال ۾،
سامي لڌي ساڌ سنگ، ڪرپا سان ڪنهدي،
ڀيٽو پورن پد ۾، ڦاٿو ڪمر ٻنڌي،
دٻا دردوندي، مک رکي موجان ڪري.

ساڌ سنگت جي شروعاتي سلوڪن جي پيٽ ۾ ان وشيه تي
سنڌس پويان سلوڪ بلڪل ٿورا ۽ ايوڳا پيا لڳن. ساڌ سنگت
جي گهرج بہ گهٽجي ساميءَ کي اوائلي اوستا ۾ هئي، جڏهن اوديا
مَن ۾ هئس. ان وقت اُسي رام رس پيتو اٿس. پوين سلوڪن ۾
وري جنهن ساڌ سنگت ڪئي آهي اُنجو بيان ڏنو اٿس. انهن ۾
چويٿو تہ جنهنتي مالڪ پرڇي پنهنجي مهر ڪري ٿو، تڏهن اهو
عاشق ساڌ سنگت ۾ اچي ٿو. هُو ويدانتي واڪ سمجهي، ڦير فرق
ميٽي، اندر باهر هڪ ڏسي ٿو. ڪالئس ڪوٽ جنم جو ٽريٽر لپ
لهيو وڃي ۽ ساڌ سنگت سان ملي نہ پہ نهريو وڃي. منجهائنس
اوديا، ڀرم، انڌير، سنسا ۽ ممتا مٽجي وڃنئا ۽ ڪپٽ جو ڪنڊو ڇڪئو
ڪري، پنهنجو ٽڪيو الي ڪري ٿو جتي ڏينهن نہ رات ڪا.
اهڙو عاشق ڪنج ۾ رب پايون ادب سان سيوڪ تي سيوا ڪريٿو
۽ جتين جل پيوٽو جل ۾ سمايو پيو هوندو آهي، تئين هيءُ بہ
هستي وڃائي وڃي جل ۾ لين ٿئي ٿو. هُو ڪنهنجي بہ نندا ۽
استت نٿو ڪري ۽ جاڳرت ۾ پڻ سکپٽ ڏسي ٿو. هيءَ ساک بہ
ساهي سنتن ساپرسن جي اليؤ موجب ڏني آهي:

پي سپ ڏني سچ، ساهي ساڌ سنگت ري،
مرگهه ٽرشنا جي جل مون، ڪنهنجي لٿي نہ اُڃ،
وڃي پنج ٽمين ڪون، جن ڪيا پورن پنج،
ٽوڙي ڪنن مچ، تہ پيي راجا راٺول ديس جا.

جا پيدار پري ٿا ڏين. ساميءَ کي اهڙن جيئي اندر ۾ اوڙ لڳل آهي. سنگر جي وڏي واکي واڪ ڏين ٿا:

اڄي هن اوسر، جڪو پريت پڪيءَ سان،
ولي وڃان تنهن جن کي، پرچي پنهنجي گهر،
چاڙهي پريم جوڏول ۾، ڪريان سيني ڪون سر،
حاضر ڏسي هر، سامي پيد آپرم ري،

ساميءَ کي لڇيني تات لڳل آهي.

دنيوي ساڌ سنت جي ياڻ کي گرؤ سڏائي ”گهرؤ“ ثابت ٿين ٿا، سامي انهن سڌ گمانن جي ڳالهه ڪاڻ تو ڪري: جي ياڻ ٿي پڌل، سي ٻئي کي ڪيئن ڇڏ يندا؟

اهڙن کي سامي، ڪوڙا ڪلپتي، مڪر وارا، لڳ ۽ ڪروڏي ڪوني ٿو. اهي پيٽ پڇؤ ۽ پاجي آهن. سامي ته انهن سچن جي ساک پري ٿو، جي اهنڪار جو اوڙو لتاڙي، داسن جا داس ٿيا آهن، جن کان ڏرمراه ٻڻ ڪؤ ڪاني لو، جي الٽي اح لي چڙهي ويرونار رمتا رام اکين سان پسي، سڀ ڪنهي رام وس پڪارين ٿا. اهڙن جي سنگت جو ياڻ جنهن حبؤ کي لڳي ٿو، جيڪو ساڻن لنؤ لائي ٿو ۽ جنکي اهڙن مهاپرشن جي لوڙ لڳل آهي، سي سدپو سکي آهن. جئين مور گگن جي گرج ٻڌي نچن ٿا، تئين اهڙا عاشق، محبوب جي مستيءَ ۾ نچن ٿا. جن کي اهڙن ساڌن جو سنگ لڳي لو، انهني گهران اوديا پرمه ستمه پڇي وڃي ٿو، ڪوٽ جنم جي ڪس مٽي وڃي ٿي.

اهڙي ساڌ سنگت اڳيان سامي جا آڇي، ڪهڙي پيت ڏري؟

ڪهڙي پيت ڏريان، سامي ساڌ سنگت کي،
هيرا، ماڻڪ، موتي، ڪنچن لال پريان،
پت، پٽمبر، پاٽمبون، توشا ٻيا ڏريان،
لوڻي صدقي سر ڪريان، تاپي پڇي نه پريم رلي سان.

سان ڀريا، جن سنساري سک، سڀني مائر، مرگهه ترشنا جو جل سمجهي، آخر پڇ اڪثر گهر مان لوڙي لڌو. سامي لاءِ ساڌ سنگت، هر ڀڳت جو پد سڀ کان اوچو آهي؛ ان نسبت چوي ٿو:

ڪيتري ڳڻيان، مهما ساڌ سنگت جي،
سڌ ساڌڪ جوڳي جتي، گاون سهس ڦڻيان،
جنڪ، سنڪ، سڪديو دت، سامي داس ٻڻيان،
جنکي واڪ وڻيا، سي سيئي سڌريا.

اهڙي ساڌوءَ جو سنگ ڪنهن وڏ ڀاڳيءَ کي ملي؛ انڪري سامي فتوي ٿو ڏئي ته ڀيا سڀ ڪوڙا ڪرم اٿيئي، ڀي اٿيئي سڀ سچ، بنا ساڌ سنگت هر ڀڳت جي. ڀلي ته جيو سڀ ويد پڙهي، ڇهه شاستر ابياس ڪري يا ارڙهن پران واچي، وڃيس ته وينو تپ، تيرٿ ساڌن ڪري پر ساڌ سنگت بنا، ڄڻ مايا جي وهڻ ۾ وهي ويندو. سامي ٿو چوي ته:

لوڙي لت چڪي، ڇيءَ اٺارهن مک سان،
تپ، تيرٿ، ساڌن ڪري، غفا منجهه رهي،
بنا ساڌ سنگت جي، وهڻ منجهه وهي،
سامي ڪيئن لهي، پنهنجي ڏيهي پاڻکي.

پيارو پڙهندڙ به ساڌ سنگت سان ملندو، ساڌ سنگت سان جوڳ، جپ، تپ، ساڌن بحال ٿيندا؛ ڇو جو پنهنجو پاڻ پڇاڻبو. سامي پنهنجو انڀؤ ٻڌائيندي چوي ٿو ته مون بنا رام جي ڀيا سيئي سؤدا، ڪري ڏٺا؛ سيئي لڙ ڏانگهي ڇڪس، سيئي ڀيک ڪري، جوڳي، جتي، پنت پڇي ڏٺس، او ٽيئي لوڪ رلي رهيس پر جيءَ منهنجي کي ساٿ نه آئي، ڪنهن به ممتا جي منڪي منهنجي سر تان ڪانه لاٿي. جڏهن سچي سنت سرن آيس، تڏهن شانتي پاتم. پر اهڙي ساڌوءَ کي به پرکڻ گهرجي. سامي ته سچارن جو سوڏي سنگ تو ڪري، جنجي من پر محبت مچ ٻري ٿو؛ جي سنت سڌ سروپ کان پلڪ به پري نٿا ٿين؛ سڀ ڪنهنکي سک

## ساڌ سنگت.

ساڌوءَ جن جي ساٿ ڪندي، سامي صاحب ساڌ سنگت مان جي اهڪ فائدا بيان ڪيا، ان ۾ اچي پلٽيو آهي. ساميءَ آتمڪ انتيءَ لاءِ سچو زور ساڌ سنگت ۽ ستگر تي ڏنو آهي. رام ملڻ جون راهون ۽ اڳم اپار آهن، هر وستي بيان ملڻو پر ساميءَ موجب انهن سڀني ۾ ساڌ سنگت نرواڻ آهي. جيڪو ان سان لڳهن لائي، سو سنت، دوست جو ديدار بنا پيد ڪري ٿو. ساڌ سنگت جي ساٿ ڪندي، سامي، پتت ۽ پاپي جيون ۾ جنڊ لڳن امپد ۽ شڪتي ڦوڪي آهي. ٻوساگر جي پڙ، پرم پولائو، نسو سيءَ، مايا جو موه، ڪليس ڪال، ڦرلي جي منجهانيڌڙ موچ، ساڌ سنگت ويچاريندي سنڌس. آخر ۾ لي نه ٿيون اچن. چي:

> اڳي سڀ ڪلياڻ، پرم پولائو دور ڪري
> ملي مهڌ جنن سان، جن ماٿر پسڌ هاڻ
> پسي پنهنجو پاڻ، اون سامي وه سياور ۾.

وري، آکيو:

> اڳي سڀ ڪلياڻ، پرم پولائو دور ڪري
> ملي ساڌ سنگت سان، سامي پاڻ سڃاڻ
> اهـــا اوديا جـــاڻ، پاڻ پرميسر جـــو.

پر ساڌ سنگت پراچي ساڌڪ ڇا ڪري، ان نسبت سامي صاحب جي صلاحون ڏنيون آهن. پرينءَ جي سڪ ۽ حق حقيقت ڳالهڙي در در ڪمر پڌاءِ، ساڌ سنگت پرواڻي سڀ وڃاءِ، گروءَ جي گيان سان من اندرمڪ لاءِ ۽ وساهين وات ولــي اهاڻي پــوڻي پڙه جنهن سان الڪ کي لهي. ساڌ سنگت پراڇڻ بعد پنهنجو پرڪاوت پڻ هلاءِ، سڪ سان قدر وڌاءِ، ته ساڌ سنگت مان نرمل مت ملئي ۽ من جي ٿي. اون ڇا، پر بنا پڻ لکين لوڪ ساڌ سنگت جي ست

ڪڏهن ويٺو آهي. سندس ساٿي ۽ ٻيا سڀ وارا آهن. ايڪو ايڪ نوري ٿو ۽ ساڳي ئي چيز وانگي ٿو. ٻه ونس ويساهه ڪيهي. ڪوشرڌا سان وڃي، هٿ هاري، سندس سرن پئي، تہ ٻل ٻه ٻرچن ٻنڌ ٻولي، سر ٿان سٺي وڃهس ۽ سنت ڪارج سڌ ڪريس؛ چيو ٿو:

ساڌوءَ جي سرني، لکين لوڪ تري ويا؛
سگهي تيا ساٿي چڱي، وڃن صاف مني؛
پــرتڪ ڏسن ٻانهنجا، ٻيڙا لڳــا ٻني؛
ڪبير، روداس، ڏني، ساڪر ڏني سيني سچي.

پر اهڙو ساڌو جن، ٻورن ٻن تي ملي ٿو جو پارس مثل گرمڪ کي بہ ساڌو ڪريٿو. اهڙو ساڌوجن سورو سپاهي آهي، جو من ءواس کي جيتي، عدل الاهي هلائي ٿو ۽ سڀ ۾ پرميسر ٻورو پسي ٿو. سندس ڪرپا سان گرمک جا ٻيڙا ٻني لڳن ٿا، تنو ڪوٽ جنم جو سيتل تني ٿو، ڦرنو هميشه لاءِ مٽي وڃي ٿو. چي:

ڪليو بيحد بــاغ، انيڪ جـــي آڪاس ۾؛
ساٿي گل سڀ رنگ، پگهت، جوڳ، وئراڳ؛
سگل ڪري ساڪي تي، ڪو ساڌوجن سڀاڳ؛
ڦرنـــي بنا ڦاڳ، ٻل ٻل ڪيلي ٻيءَ سان.

# پـاونـا.

ويساهہ روحاني پانڌيئڙن لاءِ بيشڪ وڏو آهي، ٻر گرو يا
ايشور ۾ دل ڏسندوءَ دل جي پاونا تپاسيندو. سچيءَ دل تي
صاحب راضي. جهڙي جهڙي پاونا، اهڙو اهڙو ڦل. سامي صاحب
چوي ٿو تہ:

پـاونا ؛ سامي پنهنجي
سب کـي ڏئي ڦـل، اصــل ؛
چون ويـد ٻران تــا، ايــها ڳــالهہ
هٿ ٻر. ڏنائون ڪري نـــرمل، حـاضر شيشو
پانتين پانتين تفاوت تـيا آهن. سامي
انهيءَ پائنا ڪري ئي پائنا جو تت هيٺينءَ ريت ٻڌايو آهي.
ٻهاڙيءَ وارن سلوڪن ۾ ان

پائنا ڪري پــوُت، راڪس، مانکہ ديـوتا ؛
پائنا، پـــڳت، گيانـــي، اچــارج اوڌوت ؛
پائنا ؛ پرتا، استري، گرو، چيلو، ٻوُت، ڪپوُت ؛
سامي سب جـو سوُت، پاڳــوتن پـائنا چئي.

لک جوڻين جي ٻاڙ آهي. پائنا پرم ۾ وجهي
پائنائي چوراسي
پائنا گيان، ڌيـان ؛ پائنا موڪ مسڪرو
پاونا پرم مان چڏائي. پائنا دان اسنان ؛ مطلب تہ هرحالت جي پا
پائنا پاپي پاڪنديي ؛ اسانکي صلاح تو ڏئي تہ سچ
پائنا آهي. سامي صاحب انڪري
پاونا سان ايشور کي ملڻ لاءِ ساڌسنگت ۾ اچو.

آهن. سندن لاءِ من مترا؛ دل دوارڪا، ڪايا ۾ ڪاشي آهي؛ سندن جسم ۾ جيتن، الک ابناسي وسيتو. اهڙو ويساهي سامي؞ موجب:

وسيا تني واصل، وجهي لنبو وحدت ۾؛
جتي لون مان ناه ڪا، اڪو هيست هل؛
روپ، رنگ ۾ ٻن پاڙري، ڪليو غيبي ڪل؛
ڪرانت جنهن ڪل، سورج چندر چراغ جي.

سامي صاحب ٻين سلوڪن ۾ گرمکن کي ساکيات جي لهڻ جا ساڌن ٻڌائي ٿو. جي: دل جي صفائي، سک، سمجهه ساڻ آتي ۽ ڪرتيس. پريم سندو پيالو، ڪنهنکي ۾ مفت ڪونه ٿو ملي. ساڌ سنگ ڪو ويساهه ولي. انهيءَ بنا ڪنهنکي به نام لٿو ملي. تنا وويڪ، ويساهه ۽ پراپت نٿو ٿئي. اها ساک، سامي؞ کي سچن ڏني. آهي؛ جڏهن سر چو ساڌن ڪري؛ اڻ هوندو اهنڪار من مان ميٽي، سک سمجهه ثابت رکي. ڪنهن ٻون سنت کي پنهنجو وکيل بڻائي، لڏهن هو ڪڙيار جو ساگر سندس دل جو دليل مٽي، ڪيس درسن جو سودو دستي ڪري ڏني.

## ويساهه.

سامي صاحب جي فيلسوفيءَ ۾ ورورڪري ستگرءَ ايشور ۾ ويساهه تي زور ڏنو ويو آهي. سري ڪرشن ڀڻ ارجن کي گيتا ۾ ٻڌائي ٿو ته انسان جي ٻوڪ ويساهه تي آهي. سامي صاحب ڀڻ ائين آکيئو، ڇي:

ونُو چاڻ ويساهه، سامي سيڪنهين ڪون؛
ويد پراڻ مٿي ڪري، ڪڍيو اهو راڻ؛
انترمک اڇي ڪري، سمجهي ڪر سماڻ؛
ڇڏ وڏائي واڻ، ته سهجي ملني سپرين.

ڇو؟ ڇي: "وسي منجهه ويساهه، وياڪ ساريءَ وس جو؛
سهجي سپرين جي، لون سامي ڪر صلاح؛
جڙي جوت سروپ سان، ڪري چت اڇاهه؛
اٿي اها راهه، سنتن سا پرسن جي."

سامي صاحب اها نرمل راهه، اسانکي سرل ڀاشا ۾ سمجهائي ٿو. ڇي: آئم ديس جو حاڪم ڀڄڻو اٿيئي ته وشواش روپسي موڙي مرادي ساند؛ ڇو جو جنکي ويساهه ناله انهنکي ماڳ ملڻ محال ٿيو پوي. ٻيا ٽڪن شاهه ڪونه ٻڌوسي ڪاٿهين. گر جي وچن تي جي ويساهه رکين، ته مهرميو مرد ملاح، اهڙي منجهه اڪ جو درياهه لنگهائيئي؛ انڪري چنتا چاهه ڦٽي ڪري، سڪ ويساهه سان هوت ڏي هل. سامي صاحب ويد، پران، سد، ساڌ سڀيئي ڇڏي اها صلاح اسانکي ڏني آهي ته ستگروءَ جنکي وديا ائون ويساهه ڏنو آهي تن پرچي پريرنگر جي راهه لڌي آهيءَ سر تان ڪل ڪل ڪٽي سٽي آهي. اهڙا گرمک، سر ٿي پنهنجا ٻجر ڪپاٽ کولي، ٻيا پيد ڪرتا پرڪ جو پڇن ڪن ٿا. ڪين ٻئيءَ پوٿين جي ڪاڻ ڪانهي؛ ڇو جو گر گيانت سان ٻاڻکي ڦرني کان ڦيري وڃي آئم رام کي رسيا

جاٽڪار اڳيان ڪوڙ ڪسب ڇپيو ٿو رهي، نہ سندن ڪليات سمتا جي سچ ٻيا ٽيڙو نہ آهي؛ جڏهن ٻرم جو پولو پون، سنسي ۽ ڪلپنمہ ڪي ڪٽن، سڪو ڀون اچن جو گيان ڏيئو سندن همت ٻر ڏئي، ٻڌهن وڃي ڪپٽ جي ڪنڌي کي خلاص ڪن. اهڙا انسان بوء سرهڪ ٿي ڪمت جي موج ماڻن ٿا. اهڙا نرمل لهڪامي، ديا ٻر نہ ودبهي آهن. ڪين اصلي ايشٽ گهر جي چاڻ آهي. هوَ ٿيهي، ناراٿ سان ملي، سديٿ نرباڻ جو نغارو وڄائين ٿا ۽ نيپ جان نيارا رهن ٿا.

اهڙائي سمتاوان شڪي آهن. اهڙا ٻورا ٻوڙها جيو ۽ ٻنهنجي سچي سياو ٻر سانت سالي رهن ٿا ۽ اندر باهر آلما پسي نرن ٿا. اهي راڻا، رضا ٻر راضي آهن ۽ دائم ويد ڏلي جا مهاواڪ ڳائين ٿا. جئين مين جل کان ٻلڪ ٻراهون نہ ٿئي، تئين هيءَ ٻہ ٻيءَ سان ٻرچيا رهندا. اهڙا سجاڪا سوريج جي آيا سجاڻن ٿا ۽ اوديا اونده سندن اوڏو ڪاڏ ٿي اچي. انهنجي پيت ڪندي سامي صاحب چويٿو:

وسن وڃايو، گهر جو ڏٺي گهر ٻر،
الٽي ڏسن ڪيڏڪي، جنهن جڳ آيايو،
سامي سجاڪن کي انشٽ مي آيو،
ٻنهنجو ٻرايو، خيال متي خاموش ٿيا.

ڪي ترشنا ۾ ترڪيا. مطلب ته نانا پرڪارن سان جيئن مرگهه ترشنا جي وهه ۾ وهي وڃن ٿا. تنهن ۾ به چنچل ۽ چور، چٿل جي ڪوڙا قصا ڪري ٻين کي ٻڏائين ٿا ۽ مانک جنم وڃائن، خام خيال سان ڪوهن ٿا، تنهنجو چاڙهڻ مشڪل آهي.

پلا: اندر گند ٻه گند، ٻاهرون اڇو اُجرو،
پير سڏائي پاڻکي، ڪري فاضل فند،
سامي ڏسي نه سر لي، خوديءَ کان خاوند،
جڏي رهي ٻولڊو رند، لڏي رُونڊو رب اڪين مون.

ٻڙهيل پلالي، ڪيترا جڳ ۾ گهمن ٿا، جي ڊرڙتا ڪانسواهه ايڪتا ڪٿيندا وتن ۾ اهي، نيهن ٻنا نادان آهن، جي ويد پڙهي واڻي ٿيا آهن ۽ پاڻ پڇاڻن ڪينڪي، سڀ جي ڪن ڳالهه. سامي صاحب چوي ٿو ته ڪرم زوري ليکي سان چوڪارو ڪونهي، ڇو جو ڪرم جي ڦل ڀوڳڻ لاءِ ته اچڻوئي پوندو. پاپي ۽ پني ڪرم جا ڀوڳ ڀوڳن ٿا ۽ سر تي ڪلپ ڪني ڪنيون چوراسيءَ جي چڪر ۾ اچن ٿا. هن طرح جيئڙو سڙڪم آهي سو استول تي پڙساگر ۾ پيو وهي ٿو. هي جيون ۽ جڳتر سپني مثل آهي، جنهن جيءَ غلام، شاهه ۽ امير ٿئي ٿو ۽ جٽين نه سپني ۾ ڪو موجون يا ماتم ڪري يا نانا ڪامنا رکي پيو فري گهري، تئين سندس حال آهي. جڏهن اک کليس تڏهن آرام ۾ اچي. پر انڌن کي اکين ۾ آهي الڌ پري ۽ مت روپي مشعال بنا ڏسن ٿا. ڪايا، مايا، ڪل جو ايمان ڪري، آخر ۾ روئي پٽي پنهنجي پوک لٽن ٿا. هڙ سڌيو پاڻکي ڊيهي سمجهي، آباديءَ ۾ رهن ٿا. ڪين آتم رام تي اعتبار نٿو اچي ۽ پاڻکي پني ڏيئي، کپي خوار ٿين ٿا. هڙ مايا جي موهه ۾ اڙي، مانک ديهه کي رولن ٿا ۽ پاڻکي وري اگيان جي اوٽ ڏين ٿا. اهنڪاري احمق، ويدانت جا واڪ سٽي، دردرڪ بڪن ٿا ۽ لوڪ لڄا نٿا ڇڏين. ڪتنب قبيلي جي موهه ۾ ڦاسي، اها ڪراهه وٺن ٿا، جنتي هين جو همت، همت، حيلو نٿو هلي. ڪين اها سڌ ڪانه تي پوي ته جاٺي

آهي. هيءُ بنگلا بنا حساب ريس ڪندا هنس سان. هنس سدا
مانسرووَر موتي کائي ۽ بگلي جو ڏيان سمورو وقت مڇيءَ ڏي.

هن هيوَ ڪي ڪجي ته ڪرمن ڪلپنا ڪيچ ڪڍي، پرم پولس
پڇي، اوڏيا روپي نند مان آئي؟ پنهنجو خاص خزانو هٿ ڪري،
اهو ڪيئن ڪندو؟ ڪيان روپي ڏيو گهر ۾ ٻاري؛ پر جي پولس
پلاڻيءَ ٿو ڇڙهيو ۽ پنهنجي ديلا ۾ ڏيو ڪي نه ڏسي، پڙ پوڄا ڪي
لڳو ۽ ڪلجگ جي ڪوڙن ميرن، پيرن ۽ چوڙين جهڙو ليو ۽ ٻنڌ
ڪيائيءَ مثل زبان سان انيڪي ڳالهيون ڪيائين، نه هرڳز پار نه پهچندو،
ڪبس ڪجي نه ڪوڙ کان پاسو ڪري ڪنهن سنت جي سرن پئي،
پنهنجو اوديا روپي پٽ کولي، مانڪ ديا امول جو قدر ڪري ۽
سادُ سنگت سان سرت نرت سوڌي، ستهه سد سروپ کي سڃاڻي،
اهو تاڪر گهر ۾ ئي لو وسي ۽ گيان روپي ڏيئي ٻارڻ سان ئي معلوم
ٿئي ٿو. سامي صاحب هن نسبت ۾ شن ۾ اثر ڪريئو.

جي : پرورتا جو پور، ڪاٿون پو هن جيءَ ڪي،
موٽي ڪٿي متي وڃي، سامي سنسو سوَر؟
پسي ڏيئي ٻاڻ کي، مالڪ ٿيو مزوَر،
ڏسي نرمل نوَر، تاتا ڪون نرباڻ ٿيو.

سامي صاحب پنهنجي آخرين اوسٿا ۾، اڳيان جي ڪجي اپتار
ڪئي آهي ۽ جنهن اڳيان جي لاءِ ۾ وڏو آهي جي: لڪين ايڪاري ۽
لڳي منجهه لڙهي ويا ۽ گولا ڪالي غيب جا ۽ پرم ڪري ٻاري؛
هيءُ سنسار سنسي جي سرپ ڏلڪي موڙو ڪيو آهي ۽ قرلي ستيا
ڪي قري فتير بڻايو آهي؛ هن جڳ ۾ پرم جا پلنج لڳا، وسن لاءِ جي
ڀر ستم پٽي، سيهڻ ڪي لڳين ٿا. سڄو جڳ انهن وڏين آهسته وڪامي
ويو آهي. سب آلر ٿي، پيٽ ڪاڻ پٽن ٿا. ڪي هٿي ئي هترو
جنم هارين ٿا ۽ ڪپت سان مايا ڪٺي ڪري، سنسار مان سڪتا وڃڻتا.
اهي اندز ڪارا، منهن ڪاري ماٺهوءَ کان ڇڙا آهن. ڪي طمع
۾ لڙڪي، پڙ ساگر ۾ ڪونڪ جنم ٻاڻي ٻوڙين ٿا ۽ ڪي چلهه ۾ ڇڙيا.

## اگياني.

سامي صاحب کي هن ڳالهه جي اچرج آهي ته هي جي گياني پنڊت ٿي ڪري سڀ کي سمجهائي ٿو، پر پاڻهنجو پاڻ پاڻکي وڃائي ويٺو آهي. هن وسي ڳان پنهنجو آدي گهر وسري ويو آهي. سندس حالت اهڙي آهي جهڙي ڪنهن مرگهه جي، جنهن جي ناڀ ۾ ڪستوري هجي، پر هو انهي ڦولها ۾ پيو دهه دس ڦري؛ جيئن نه ڪو بار پنهنجي پاڇي پٺ ڊڄي، تيئن ئي اگياني جيو پنهنجي ئي پيدا ڪيل من جي مايا پٺ ڊڄي ٿو. ڀلا اهو ڪيئن نه ٿيندو؟

سامي صاحب چوئيٿو:

جنين آتاري، نگاهه ساڌ سنگت لون،<br>
سامي لڳي تن کي، خودي خواري،<br>
جيئندي جان جڳ ۾، اندا اوپچاري،<br>
موئي اڌڪاري، ٿيڙا ڪنهي نرڪ جا.

پوءِ اهي انڌا، ڪايا مايا، ڪل ۾ اُرجهي، ڪرتا پرڪ نسبت انو مان ڪن ٿا. جنهنجي اک ڦرڪ ۾ جهان اتپت ۽ لئه ٿئي ٿو، جتي من ۽ بڌ نٿي پهچي ۽ گيان، ڌيان خود غلطان آهن، ان لاءِ پنهنجي من جا بدبدا اُتارين ٿا. پر ئک پرميسر نه ڏسي، پوندو جيان پڪي، پوُ ساگر جي پيٽ ۾ ڪرمن روپي ترهي ساڻ ترڻ چاهين ٿا. اهي اگياني به، طرحين طرحين جا آهن. ڪي من ۾ مڪر رکي، سمجهه بنا ساڌن ڪندا؛ ڪي ڪپٽي ڀيک گرهستي تين ٿا؛ ڪي وري اندر جا ڪروڌي، باهران سر منائي ساڌ ٿين ٿا؛ ڪي غيرت مذهب غرق، نه ڪي پير فقير پوڄاري؛ مطلب ته ڪاٿوئي ڪونهي. هيءُ سڀ سنسار پاڻکي ڏيهي مني ڦاٿو

# مورک ۽ اڳياني.

سامي صاحب سنساري منش جي موڪتا لي ڳوڙها ڳاڙي ٿو.
ڪيس ڏڪ ٿو ٿئي ته جيڻ اموِلڪ مانڪ ڏيهي ۾، ڪوڙ ڪلو ۾ ٿيو
وڃي ۽ امرت ڪي ٿوڪاري، وڪ پسند ٿو ڪري. گهر ۾ رام رهي،
پر مورک انکي ڏهه ڏس ڦوليتو. جئين ڪو ٻيولو، مٿ پري ڦاهي ۽
۾ ڦاسندو آهي، ڪو هيرا لعل ڦٽا ڪري، ڪنڪر ڪچ ڪٺندو
آهي، جئين ڪو ريڙو پنهنجي مک مان تار ڪڍي، ان ۾ ئي محدود
رهندو آهي، تئين ئي اڳياني جيو ڪري ٿو. هو اڪري علم جي
اهنڪار ۾، وڌ سان ويد پڙائي، سر جون ساڪون ڏيئي، چاهنا ۽
اڇا اندر ۾ رکي، آخر هيرو جنم هاري وڃي ٿو. مورک، اوديا جو
اوڙو، پنهنجو پاڻکي ئي ڏنو آهي، اوديا ڦاس ۾ ٻه پاڻ ئي ڦاٿو آهي ۽
پڳوان ته اسانجي اندر ۾ آهي پر مورک، انکي ٻاهر ٿو ڦولهي.

سامي صاحب انڪري کيس صلاح ٿو ڏئي:

”مورک، ڇڏ گمان، ڪايا، مايا، ڪل جو،
جپي وٺ جاڳي ڪري، پيد ٻنا پڳوان،
اچي هٿندء اوچتو، ڪال ڦهاري ڪان،
سامي سڀ جهان، ماري جنهن مٺي ڪيو.“

سامي صاحب مورکن لي، پوئين اوستا ۾ تورا سلوڪ لکيا آهن.
سندس پوين ويچارن موجب، مورک، مايا ۾ مت ٻنا مگن ۽ مستان
رهن ٿا. هو پاڻکي پرهن جاڻي ئي، جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچن ٿا.
هو پلي، پرم جو پوت خريد ڪن ٿا ۽ خوب پوڳه پوڳن ٿا، جو کين
روڳه جي راه لي نئين ٿو. هو ڪال کي، ڪند لي ڪان ڪشيو
ڪونه ٿا ڏسن ۽ پنهنجي موڙ ۾ ئي مست آهن. ان قسمن جا مورک:
هڪ واد وواد ڪندڙ ۽ ٻيا وشئي يعني وشين جي پوڳه ۾ لمپٽين-
سچ ڪونه ٿا سڃاڻن. هو زبان سان گيان، ڌيان ۽ جپ تپ ڳٽين

لوڙي سب سباڻا مڙيئي، ڪن جتن جاري،
سمجهي ڪو سامي جني، پاڳوان پاري،
سڀڪنهن جي پاري، هئي ڏنو جنهن ٻي کي."
ستگر سنک کي صلاح ٿو ڏني ته:

"پاهه اوديا آء، ساڙي سڀ سنسار کي،
لڌهيڪي اوديا جل سان، وارموار وڇاء،
صاف ڪري سامي جني، من جي ممتا متاء،
نڪي، ڪين، نه پاء، آدي انيڻ پد ۾."

شل انهن اکرن جي علم مان آڪري، انهيءَ سمنا جي سور هيٺ اوديا جو اندبرو متائي، ڪو سچي وديا پرائي.

ڪپر منهن اڇيتي ۽ ستگر مرد ملاح سهائي ٿئي ٿو، لڏهن هو صاحب ويساھ جا واجهه ڏيئي، لڙ مون لنگهائي ٿو ۽ گرمک جي چنتا چڪائي پلڪ ۾ سيڪي ساڌن سڌ ڪرائي، ڪيس سروپ جو سک سونپي ٿو. ان وقت اوديا رچي من-سا من منجهائون لين ٿي.

سامي صاحب چوي ٿو:

”اوديا ڪپ ڪتو، سو وديا لاٿو ڏڪهه سان،
ڪسنگت ٻوڙيو ڪوھ ۾، ست سنگت سان ڪتو،
ڏويک ويو من مون، ٿيو من اڇتو،
سامي ائين رنو، جئين لوئي رچي رنگ ۾.“

## اوديا جا ٻويان سلوڪ:

سامي صاحب پنهنجي ٻڍاڙيءَ جي انيؤ ۾ اوديا تي ٻهرين عرصي کان اڏ جيترا سلوڪ ٻه ڪين لکيا آهن. شايد اهي اوستا پورن گيان، آتمڪ انيؤ جي هئي؛ انڪري اوديا وارو انيؤ سندس شروعاتي سلوڪن ۾ وڌيڪ تو ملي. پوين سلوڪن جو تات ۾ج آهي ته جيئن لالچ جي لڏونءَ تي آتم پلايو آهي، هو واچ جي وهڻ ۾ وئراڳ ۽ ويڪ ٻنان گوٺا ٿا کائن، جتي نانا جوڻ جنمن ۾ مڪتي مار ٿا کائين. اوديا سڀ عالم جي مت کسي، انسان کي عاجز ڪري، سندن آتم ڪلا ڍڪي آهي. ان اوديا سند جو اُنت، پيرن، اميرن ۽ مهنتن پڻ ڪونه پاتو. انهيءَ اوديا جو اوکد، ستگرئي سک کي ڏسيو آهي؛ پر ڪو ورلو گرمک، الهن وچنن تي ويساھ ڪري، ست سنگ دواران، گر ڪرپا سان حد پري انهد پدي، آدي انيئه پورن پد پائي، پرسن رهي ٿو.

الي سامي ٻتائي ٿو:

”اوديا جو اوکد، ستگر ڏسيو سک کي،
سامي سر سيتل ٿيو، ميٽي دک درد.“

اهو ڪهڙو اوکد آهي:

”اوديا انڌاري، متي نه سورج سر ري،

ٻولو ڏوڙيءَ کي لالک سمجهي، ڏوروڙ ڏڪندو آهي، اهڙوئي حال هن اڳيالي جيءَ جو آهي. اهو اوديا جو ٻاري پوءَ، نه ڪنهن ڳڌي، نه سڻي، نه ڪنهن منتر سان وڃي. اهو زهر آهي، جو امرت روپي جيون کي زهريلو بڻائي ٿو.

پر سامي چوي ٿو ته "سڀ جي گهر آهي، برهم پداريه رام ڌن". فقط ڪو جاڳي، سچي سمت جي سون وٺي، ڪو سچو گرمک ٿئي، ڪو گيان ڪلا، گر کان سکي. جڏهن اهڙو ولايت والي گرمک لي ساٿو ڪندو ۽ جيءُ پنهنجي ڪوشش بعد گر ڪرپا سان سمجهندو، ساڌ سنگت ڪري، ڪلپت ڪٽيندو ۽ چنتا چاه رسي جڏهن سان باطن ونگيل آهي ان کان پاڻکي آزاد ڪندو، تڏهن ئي سچو سک ماڻيندو، هونءَ نه ٻئي وڏو جتن ڪري:

"ڪنهن ڪون ڪين لهي، اوديا ڪلٺ الدر جو،
لوڙي ليوت لپ ڪري، دک ٻک سڀ سهي،
لباڳ ڪري گهر بار جو، غفا منجهه رهي،
ساڌوءَ سون ٻئي، نه سکي ٿئي سامي چئي."

سامي انڪري اوديا جو اُپاءُ، وديا ڏسيو آهي. جئي اوديا ڪرمن روپي ڦاسيءَ سان ڪين ڇٽندي. جيئن نه پاڻي ٻاه کي ڇهائيندو آهي ۽ سورج جي اڀڙ سان اونده گم ٿي ويندي آهي اهڙيءَ طرح سان، وديا اوديا کي ميٽي ڇڏيندي آهي.

"وديا وڃائي، اوديا دک الدر جو،
جئين پاڻي ٻاه کي، ٻاهڙ ڇهائي،
سورج لڪائي، سڀ پداريه پدرا."

پر اها وديا ۽ وديا واري کان پرانجي. جيڪو گرگم سان پنهنجي ڪايا سوڌيندو ۽ پريت سان، پڇي سڌ سماءُ لهي، سمت ديال جي سون وٺندو سوئي ٿڙ مان لنگهندو. جڏهن اوديا سان ٻڙي

# اوديا

هن مايا ۾ ڦاسڻ جو ڪارڻ، ساميءَ موجب، اوديا آهي. اِن اوديا جي اندر مان آزادي پائڻ لاءِ، سامي ستگر جي سرڻ وٺي ٿو. اِن اڳيان اڌين ٿي، نهايت ئي نمرتا سان نويدن ڪري ٿو، ته:

”هيءَ ڪنهن لائي آهه، اوديا ڏائڻ جيءَ کي؟
سيوڪ جاچي پانهنجو، ستگر تون سمجهاءِ.“

ستگر سيوڪ کي نهه ڀيڻ جواب ٿو ڏئي:

”ٽانگ ڏسي نوڙيءَ ۾، ڀلبين ڀولي ڀاءِ،
منهن مڙهيءَ ۾ پاءِ، ته سيتل ٿين سامي چئي.“

پوءِ هيءَ گيان چرچا هلي آهي:

گر پڇي ٿو: ”سامي ڪيئن اڙين، تون اوديا جي ايمان ۾؟
سکي ڏنو ڪونڪو، جنهنکي ٽپ چڙهي،
راتون ڏينهن سڙي، بنا باهه اندر ۾.“

چي: ”هيءَ هيءَ منجهه مرين، مورک من جي ڀاءِ تو،
پوري پوندءِ ڪينڪي، توڙي بار ڀرين،
سنسي منجهه سامي چئي، ناحق ڪوهه مرين،
سمجهي سر ڌرين، آگيا عجيبن جي.“

سامي انڪري سيوڪ کي ٻڌائي ٿو، ته اوديا رن جڳ ۾ جدائيءَ جو رولو وڌو آهي ۽ نر پرش کي ڀنائي ڀولو ڪيو آهي. انهيءَ اوديا جي اهنڪار ۾، جڳ اٿين ٿو پڇي ۽ نچي، بازيگر جي هٿ لئي ٿو نچي. اها اوديا من ۾ پيدا ٿو ٿئي ۽ پرش سروپ کا آهي ۽ وري ويڙهي ۾ من کي پنهنجي مک مان ٽار ڪڍي ا

وڏائي ڏيئي، پنهنجي محبت مڃائي ڪارائي، مورکن کي منجهائي ماري ٿي. مايا مڪر ڪري، سڀ کي دلاسي لائي، لوڀ جا لڏون ڪارائي، باندر جيان نچائي ٿي. ڪپت ڪري، رمتا رام جو ديرو دور ڏسي، اڻ هوندو منداڻ اَيو ڪري ٿي ۽ رنگ اپار رچي، مت کسي ٿي. اها موه مئي، پرم جو چار وجهي، مورکن کي ناچوءَ جان نچائي ٿي، جي پرچن يعني پيائيءَ جا چير پائي، سندس اشاري تي نچن ٿا. پوءِ جيئن ڀڳيءَ ۽ ڀڳتيءَ جو ڀڳت پائي پوساگر ۾ پون ٿا. ڇي:

پاري پوساگر، لهريون ماري لوڀ جون؛
لوڙي ٻوڙي لوڪن کي، وجهي ڪن ڪپر؛
ڪو پريمي لنگهي پار پيو، ڇڏي موه مڪر؛
پورن پرميسر، سامي ڏسي سيتل ٿيو.

ساميءَ جي سلوڪن جي اها خوبي آهي، ته هرهڪ سلوڪ ۾ پهرين اڪ ۾ سوال ڪٺي، مشڪلات ڏسي، پوئين اڌ ۾ وري انجو اتر ۽ حل ڏسي ٿو. ڇي:

پري ڪون پري، مايا محبوبن جي؛
ڪنهين پالو ڪيڏڪي، انت اڻسان ڪري؛
ڪيس گم گيانت سان، ڪنهن گيانوان گهري؛
سامي ڏسي نري، پانهنجي اکئين پاڻ کي.

سامي صاحب ان ڪري چوي ٿو ته هن ڏائڻ ڏيواليءَ کان، جنهن سڀ جو خزانو ڦري ڪري ڪنگالي ڪيو آهي، ڪو گيانوان، ڪو پريمي، ڪو عاشق ابدالي، ڪو ورلو گرمک ڇٽي ٿو، جو سچاڪو جاڳي، هن رن جي راند سمجهي، ڪيس سر جو سوٽو هٽي ٿو. پر اهو پيد ڪو سورمو، سنت ۽ ساڌوءَ جي سايعي لهندو. باقي ته پلي وير وريام پيت ڪاوڻ وينا پاڻ پٽن. پر سنت بس سعايو لڏهن ڪندو، جڏهن سچ جو ڪانکي تبو، ڏير ڏاري، پرتيت يعني ويساه رکبو. پوءِ ته ستگر مهر ميو، ديا درشٽي ڏاري اندر اُجلائي،

دنيءَ کي دفع ڪرڻ ۽ طلسمات کي ڀڃڻ لاءِ ئي اسين جدوجهد ڪري رهيا آهيون.

هن مايا مان ڪو ڪرمک، ڪو نيهي، ڪو سچو عاشق، ڪو آلم رنگ رائو، پار پوندو، جنهن ساڌ سنگت ڪري، ستگر جي اوٽ ورتي، گرگيان سان، جاڳي، پنهنجي اکين پاڻکي ڏٺو آهي. اهڙو جيو، مايا روپي ٻڪيءَ جا پنج ئي ٻــر، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه ۽ اهنڪار، کوهي اڇاه ۽ اڇل ڇڏي، ڪرپا جي ڪنڌي لهي ٿو. اهڙو نيهي، اهڙو عاشق، گر آسيس ۽ نارائڻ جي ڪرپا سان، منهن موڙهيءَ ٻاڻي، پنهنجي اصلوڪي گهر ـ انيه آدي ڌام پر اچي ٿو.

هيءَ سامي جا ٻهريان وبچار آهن. سامي صاحب ٨٠ ۽ ١٢٠ ورهين جي آورجا بر جيڪي سلوڪ لکيا آهن، انهن مان پـروڙ پوي ٿي ته پوئين عرصي بر هن ٻهرين کان ٻيٽا سلوڪ مايا تي لکيا آهن. انهيءَ آخرين انيو بر، هن مايا کي جالتان وڏيڪ جالو سچالو آهي. سندس بولي ٻڻ گهري ۽ گنڀير ٻيٺي لڳي. جوي ٿو ته مايا خواب خيال جي اڻهوندي حرڪت رچي، الڏن ڏي اچي ٿي: اٺا نگيءَ جا ناه رچي، ناناون ڌاري، بعضي متر، بعضي ماءُ ٿي، موکن کي موهي، سارڌن کسي، ڦري ڦوڪ ڪري ٿي. هيءَ ناري، ڪاري، ناڱڻي آهي. چي:

ڏووڙ هٽي ڏنگ، ناري، ڪاري، ناڱڻي؛
مــووک منا ڪيترا، سامــي ڪري سنگ؛
نيارو رهي نب جسان، ڪو محتي ملنگ؛
جال بر جال لــرنگ، ڏٺو ڏٺو جنهن لک سان.

هيءَ ميتاوي، ڏوني ڏائڻ ڏندري ۽ بري بلاءِ آهي، جد ڪلب جي ڪوڙي راند رچي، موه سان چوڌهن لوڪ رچي، جيڪي سڀ، موسي ۽ غلام بڻايو آهي.

جوءِ اصل منجهه ڪاري آهي جا موهڻي ٻڌجي، دوه ڪري

# ساميءَ جو ويدانت.

## مايا.

سامي سونهارو، جڳ جلندو ڏسي، ان جلڻ جي جاچ پڙتال ڪري، جلندڙ جڳ تي ٿڌو ڇنڊو هڻي ٿو. سندس سندر وچن، ڪوٽ جنم جو ڪٽ اُتاري، دل جي درپڻ کي صاف ڪن ٿا.

مايا: هو اسانکي ٻڌائي ٿو تہ هنن دنيا جي ڏيکاون، هن ڪثرت کي، سچي هستي ڪانهي. اسانجو خيال ٿي، ان ٻيائيءَ کي سڌ ڪري ٿو. اها اڻ هوندي بازي، اڻ هوندو درياه آهي، جنهنکي سامي ايشور جي مايا سڏي ٿو. هن مايا، نانا روپ رچي، جيءَ کي ڀرم ۾ ڀلائي وڌو آهي. جيئن ڪنهن کي لوڙي نانگ مثل ڀاسي ۽ ڏڄاري، جيئن هرڻ سوسج جي روشنيءَ ۾ چمڪندڙ واريءَ کي جل سمجهي، انکي پائڻ لاءِ، ڊوڙي ڊوڙي ساٽو ٿي ساه ڏئي، اهڙوئي حال ڀليل جيءَ جو آهي. هيءَ مهاچل پربل مايا، وچتر روپ ڌاري، ڪيس ڀالهنجو پاڻ مان ڪڍي، دک ۽ سنسي جي ساگر ۾ ٻيون هڻائي ٿي. مايا جو اثر، جوان، ٻڍي ۽ ٻار تي آهي. رواجي منش تہ نهيو، پر سڌ، سادڪ، جوڳي، جتي ڀڻ، ڀڳ ۾ ڀلجي، پاڻکي ڪلپت جي ڪايا منجي، ڦاسائي ٿا وهن. هوءَ ممت ۽ موه جو جار پکيڙي، حرص منجهہ هيري، ٻيائيءَ جي لوڙيءَ ساڻ گهتي، راتيون ڏينهن جيئن کي سنسي جي سونٽين ساڻ ڪٽي ٿي.

اهڙا مت جا موڙها، ٻساڻ کي ٻئي ڏيئي، هوءَ هوءَ ڪن ٿا. ڪين انتظاري ۽ بيقراري نصيب ۾ آهي. هو پنهجي سروپ کان ڀلجي، ده دس ڀون ٿا. اها راند آهي، جا مالڪ رچائي آهي؛ اهو کيل ۽ سندس ليلا آهي، اهو ڪوڙو ڏيک آهي، جنهن کي سچل ۽ بيدل سائين، طلسمات ڪوٺين ٿا. انهيءَ ٻيائيءَ کي ٻوڙڻ،

۴- پالڻ پيچي چڙهي، متان جاڳ وجهيئي جار ۾،
آهيون اسين جنجا، ليين وڻون اڏ،
پاڻ لنين سان گڏ، اجهن جهجهن جو ناٿ سان. (شاهه)

۵- جڏهين ڪال متان، ڪندو سڏ سربر ڪي،
اڪ تڙي جيڪي اڙي، اچي نه ڳالهاءِ،
نڪا اوڏي استري، نڪا پرڻ پراءِ،
سمهارپنداءِ سيج لي، ڪٽي ڪت متانءِ،
لڏهين من لتانءِ، ڇا ڪندين ڪيهو چوي.

۶- ٻري نهارڻ ٻريءَ کي، هي پي جنن سندو جاڻ،
سانيں لوهي ساڻ، واليون ڏيهن روحل جني.

۷- وڌ اهائي وات، پاسو ڪر نه ڪاڏهين،
لڪي منجهه لبات، متان لڳيئي شاهه لطيف جني.

اهڙيءَ طرح بادل، نفت، مگڻ، سکو پڳت، لکو پڳت، شاهه عبداللطيف، عنايت، پٽو، سچل سرمست، شاهه ڪريم، روحل سائين، بالو پڳت، سڀني جا بيت اساللکي سندس سلوڪن ۾ ملن ٿا. اهي جدا ڪري، سندس سلوڪن کان ڌار ڏيکاريا ويا آهن.

سياڻا آهن سنڌي، جنکي شاهه، سچل ۽ سامي جهڙا اُستاد مليا ۽ پوئر آهي اها پومي، جتي هن جنم ورتو. هيءَ نبتي ترويني آهن، جنجي شعر روپي ڌارائن ۾ ۽ اسلام، تصوف ۽ هندو فيلسوفيءَ جي امبرت روپي پاڻيءَ ۾، سنڌين پاڻ کي ڌوئي، پاڪ ۽ پوتر بڻايو آهي.

يءَ جا آتما نسبت ڪي شلوڪ نه سنئون سڌو گيتا ٽان ورتل
ن. هڪ ٻه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

"جاڳيو جاڳائي، اڀروڪ لڪايو آتما،
ڇيديو، ڀيديو نه وڃي، ٻڏون نه سڪائي،
جل نه ٻوڙي، ڌرتي نه دٻي، اڳن نه جلائي،
نڪي ڪال کائي، سامي پرڪاسي سڀ ڪي."

ءُ

"نڪي جيءُ مري، نڪي اچي گرڀ ۾،
نڪي ٻڏي جل ۾، نڪي اڳن جري،
رهي اليپ آڪاس جان، ٽوڙي روپ ڌري،
سنتن سهي ڪري، ساک ڏني سامي چئي."

ايپاسي سامي، ساڌ سنگت جو ڪوڏيو هو؛ انڪري سنڌ ۽ هند
جي سنتن مان واقف آهي. سندس سلوڪن ۾ اسانکي سنڌ جي
شاعرن جا ڪيترا بيت ۽ ٽڪرون ملن ٿيون، جنهن ڪيترن هنڌ سندن
شعر جا اکر تعظيم وچان چيل آهن ۽ ڪٿي ڪٿي انهن جي اختياريءَ
لي پنهنجي خيال کي ٽيڪ ڏني اٿس. ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

۱- ڪاڻ جنهين جي ڪڇ ۾، سا کهاڙو ڪٽي،
آڻي ٻهر عجيب جي، وندر منجهه وُلي،
تڏون ڇوي لٽيءَ ڇوڙ چارو لاڻه ڪو.

۲- سڪ منجهائون سڪ، لاڻه نه بس سڪندي،
اوڳو **عنايت شاه** چئي، پورن جان مريڪ،
اڪ منجهائون اڪ، پسڻ لتيئي ٻرانءَ جو،

۳- من ماري مهين ڪر، خودي ڇڏ خيال،
پڇن ري پڳوان جي، هاڻي ڪونهي حال،
اچي وندء اوچتي، ڪنهين ساعت ڪال،
پورن جيچ **پڻو** چئي، جولالن جو لال،
جنين ميڙيو مال، سي پڇن ري پري ويا.

”پڳڻ کون پڳونس، پاسي لڳي ڪبڙڪي،
ڪالهه ڳچڙي ڪير، ساڳر ڪلان آئون پڇ،
سامي سڀ ۾ سار، هن جائو آئم لس،
رکي نه من ممت، جاڻي روپ سڀ لڌهجا.“

هتي وري ودو جي زال هتان ڪلون، ڪچڙي ڪرما جي، ڪير گوپين جو، ساڳر ودو جو ۽ پڇ ڏئي پڳس جو، سري ڪرشن جيئن ٻرير وس ٿي ڪاڏو آهي، اهين ڏئي ڏيان ڊوڙايو اٿس.

سامي صاحب ٻڙ پراچين رشين مثل، رو ڀڪن يا پڻڻ سان، ويدانت جون اونهون ڳالهيون سوليون ٻڌايون آهن. هو شاه صاحب وانگي لڪشمون ڏئي ٿو ۽ ٻر شاه سائين جون لڪشمون، وڻ، ساللاڻ نيانين، ڪونهر پکي ۽ وغيره جون آهن. سامي صاحب اهي رو ڀڪ اُپنيشدن مان لوڪيون، جنهن گروءَ ۽ چيلي جون آمر گيان تسمت روح رهاڻون لکيل آهن.

(١) پاري ۾ پاڻي، لڪن وياڀڪ وسي وس ۾
(٢) جئن گهاگر لوڻ جي، پرڻ هلي پاڻي
سند ۾ سماڻي، موتي موتي ڪيڪڪي (چاندوڳيه اُپنيشد)
(٣) نيارو رهي نپ جان (ڪٺ اُپنيشد)

اهڙيءَ طرح:
”اڻ هولدو سنسار، ڪلپت ڪري سڌ ٿيو،
جيئن سپني ۾ سڌ ٿيو، نانا وڌ وهدوار.“

جو خيال ٻڙ هڪ ڪان وڏيڪ اُپنيشدن ۾ آهي، ساميءَ جو گڻيو آلما نسبت:

”من ٻڌ واڻيءَ کون، ٻري اندرين اگوچر.“

اسانکي ڪين اُپنيشد ۽ گيتا ۾ ملي ٿو. شنڪر آچاريه ٻڙ اهو خيال هن طرح ظاهر ڪيو آهي:

”مدو، ٻڌي، اهنڪار چتائي ناهم.“

ھيءُ سڀ ڀاڳوت جون ڪٿائون آھن. گيتا مان ته سنوان سدا
والا ڏنا اٿس. گيان جي مھما ڪندي چويٿو ته:

”بنا آتم گيان، ممت نه مٽي من جي،
توڙي سڀ ساڌن ڪري، پڙھي ويد پران،
گيتا ۾ ڀڳوان، ارجن کي ائين چيو.“

اڇو ويدن ني:
”چار ئي تا چون، ھل ھيناھين واٽڙي،
مٿاھيءَ ۾ مامرو، ڏاڙا ڀي ٻر ڏون،
مٿان توھي سا ڪن، مڏيءَ ڏٽيءَ مامرو،
ڀسا
آٿي ڀھر اُچار، تا ويد ڪرن وستار سان،
نانا روپ رچي ڪري، سيڪ لڪائن سار،
جيٺي ۽ ڪنچر ۾، آٿي اونڪار،
ساکي اَکت ڀمدار، ڪن ڀاڳم ڀرين ڀاڳي ڀيو.

ڀر فقط گيان ۽ ڀڳتي نٿو ڳائي، يوگ جا به اشارا ڏئي ٿو. اھو يوگ
ڀاڻ ڀچايو اٿس:
”جو ڪري تاب مڇھار، تون سھي سچاڻج ساھ کي،
اڇي گھراڻ گھٽيءَ مون، واءُ ڪيو وستار،
دامودر تنھن دم ۾، آھي اونڪار،
ويدن جو ويچار، سو سنڌيءَ ۾ سٽايو.“

ڪيترن ئي ڀڳتن جي ساکين ڏي اشارو ڪيو اٿس، جيئن ڪ:
”وڏي وڏائي، سامي جاڻ ڀڳت جي،
نيچ اوچ تيا ڪيترا، ڪري ڪمائي،
ڀي ڀڍ، چمار، جولاھا، ڀيچارا، نائي،
جنھين لنو لائي، سي سڀيئي سڌريا.“

ھيءَ اشارا روداس، ڪبير، دادو ۽ سڀني ڀڳتن جي ساکين ڏي آھن.
وري:

”ڇهه، ائارهن، چار
ڳالهه ڄڻن تا هڪڙي
ڀڳت ڪر ڀڳوان جي
تاسا پرم لسوار.“

سندس سلوڪن ۾ اسالڪي ڀاڳوت ڪٿا، سريمد ڀاڳوت، ڀڳتن جي ڪهاڻين، يوڳ درشن، ويدانت سوترن ۽ اپنيشدن جا اشارا ملندا. ڏسو ته ڪيڙي نه سهڻي نموني ۾ تو بيان ڪري:

”نارد سي قول، ته پالي ڀڳتن جو،
جنس ڏنو مانڪي، محبت سان من مول،
ليءِ ڪيائون لڪ ۾، سوڪم ۽ اسٿول،
نون پي وچن جهول، پريم هندوري تن سان.“

اسالڪي صلاح تو ڏئي ته:

”پريم سا پرڪاس، ڪنهنڪي تبو ڪبڪي،
انهن چوي تو نامديو، ڪبير ۽ روداس،
ڪري ڏس ڪلپت ري، سامي انن ابياس،
نه چتن چدآڪاس، پرگهٽ ليکي پاٺهن.“

جن ڀاڳوت پڙهيو آهي سي سمجهندا، ته جڏهن سامي چوي ٿو:
مڌر مڌر مرلي، ڪان وڄائي مک سان،
ٻڌي گوپي گوار جي، سامي سرت ڀلي،
اوديا ڳنڍ کلي، ڏسي منهن محبوب جو؛

تڏهن سندس اشارو ڪٿي آهي. جڏهن اوڌو ڀڳت کي سري ڪرشن ڀڳتيءَ جي مهما سيکارڻ گهريو ۽ کيس پتر ڏيئي گوپين ڏي پيغام موڪليو، تڏهن ڏسو ته گوپيون کيس ڇا ٿيون چون:
”وليءِ جوڳ ڇلي، اوڌو آئين برج ۾،
ڪنهنڪي لڳي ڪينڪي، انهجي ڳالهه ملي،
جوڙ پائين ساڻ جتن جي، اها ڪرم ڪلي،
جاڳي ڪين ڏلي، مورت محبوبن جي.“

فهم جنهن سان پسجي پرينءَ کي." هو "پنجن سان پورو آهي" ۽ آيا "نيهه (روزا) نتو ناري." سچل جنهنجي جيوت جو مقصد ئي هو، تنهن شاه جي کني جو پڪڻ لاهيان، سو سالڪ کي سڌ تو ڪري، ته "آءُ، ادا، سالڪ صحي ڪر، تون ته هن طلسمات کي ۽ پيچ دوئي، تا ڪل پوئي، دور ڪر درجات کي." هن جو زور سڄو پنهنجي ذات سڃاڻڻ ۽ عشق تي آهي. هو عشق جي ميدان ۾، وڏي نغاري تي ڏونڪو هڻي چوي ٿو، ته "بانهون ياءَ ۾ ٻاڻ، تون هين مالڪ ملڪ جو...... الله، الله چو چوين، پاڻ ئي الله جاڻ." سندس آڻ عشق اکوڙي ويو آهي، پاڻ فرمائي ٿو: "وسريو روزو ناهي يساد، نماز مونکي؛ ڪيرو مست پرين جي ناز مونکي." ان ڪري سيني کي صلاح ٿو ڏئي ته "اوهي ڪم ڪريجي، جس وچ الله آپ بڻيجي؛ دين ڪفر اسلام ۾ عاشق ڪڏهان نه اڙيجي."

شاه ۽ سچل جو ڪلام راڳ ۽ سماع وقت چيل آهي. مستيءَ ۾ ٻئي ڪلام چوندا هئا جي منشي ۽ ڪاتب لکندا ويندا هئا. بيدل فقير جنهن سچل سائينءَ جي صحبت ۾ پرير جون پڪون پيتيون، سو چوي ٿو:

"عشق جو يارو، درازن ۾ عجيب اسرار هو،
مست سالڪ مهه سچو، عارف الي اظهار هو،
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو،
جنگ جذبي جوش مستيءَ، ۾ مثل عطار هو،
قربدارن جي ڪٽڪ ۾، مڙس منصبدار هو،
در تنهين داتا جي بيدل، پرت جو پينار هو."

شاه ۽ سچل سنڌ کي قرآن شريف، مولانا رومي‌ءَ جي مثنويءَ، عربي آيتن، حديثن، منصور ۽ عطار جي گفتن کان واقف ڪيو، سامي صاحب هندو فيلسوفيءَ جي اونهي اپياس ۽ ڏيان بعد پنهنجي ڏيان غفا مان، وچن جوڙي چٽڪين تي گرمکيءَ ۾ لکي مٽڪين ۾ ٿي وڌا. هو اسانکي ويدن جي ساک، چهه درشنن جو سار ۽ ۱۸ پراڻن جو تت پڌائي ٿو.

واٽي لوڪي سنڌيءَ ۾ سمجھايان." سنڌوءَ جي ٻولر ڪنني لي ٻراچين رشين ويد منتر اچاريا. انهيءَ سنڌوءَ جي آباد ڪيل ملڪ ۾، ١٨ ۽ ١٩ صديءَ ۾ سامي صاحب ڪوتا ۾ ويدانت اچاريو. اوائل ۾ هندستان ۾ انهيءَ مت جي مکيہ اصولن کي، باد رايڻ ناالي هڪ مشهور رشيءَ، ڪتاب "ويدانت سوتر" ۾ جمع ڪيو. هندستان جي مشهور فيلسوف، شنڪر آچاريہ (٧٨٨-٨٢٠ع) "ويدانت سوترن" ۽ ڀڳوت گيتا تي پنهنجون لاثاني ٽيڪائون لکي، ويدانت جي معنيٰ کي روشن ڪيو.

ساميءَ جي زماني ۾، سنڌ ۾ ٻيا بہ سنت ۽ شاعر هئا جن مان مکيہ هئا، سچل سرمست، دلپت، بيدل، روحل ۽ ڪبير. هن کان اڳ شاه صاحب جي وقت ۾، سنڌي شعر جو مرڪز حيدرآباد ضلعو هو. هاڻي اهو مرڪز ڦري اتر سنڌ ويو. هن ويدانت ولن، سنڌواسين اڳيان، هندو ڌرمي پستڪن جو نور اچوالي شعر ۾ رکيو. شاه واڱي، ڪهاڻيون نہ ڪٿي ۽ نہ انهن مان، شاه وانگي بعضي بعضي روحاني اشارا ڪوڏتي. شاه، سسئي پنهون جي ڪهاڻي ڪٿي، آخر ۾ چوندو تہ:

"پيهي حان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ؛
تہ لڪو ڏونگر ڏيہہ ۾، اڪا ڪيچين ڪاڻ؛
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي لاان سور هوا."

يا مومل راڻي جي ڪهاڻيءَ ۾ درد پٽتي، سچي ۾ درد ڦوڪي، عاشق جڏهن معشوق جو ڏيان ڪندي، معشوق روپ ٿئي ٿو، لڏهن چوي ٿو:

"ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو، جوڏس چاڻو؛
مٿهين ڪاڪ ڪڪوڙي، مٿهين لسداڻو؛
راڻو ۽ راڻو، ۽ راڻي، ٻو نانہ ڪي."

شاه لاءِ "روزا ۽ نمازون، اي ءَ ٻڌ چڱو ڪم" "پر او ڪو ٻيو

سنسار ڪُوڙو ٿيو وڃي، ليڪن جڳت رهي ٿو ڇاڪاڻ ته اهو ايشور جو سچو پرڪاش آهي ۽ ايشور پار برهم آهي.

ولڀ آچاريه موجب، انهيءَ ايشور کي پالڻ جو وسيلو ڀڳتي ئي آهي. ڀڳتيءَ ۾، ڪرم گيان ۽ اُپاسنا اچي وڃن ٿا.

**مهاپربو چيتن ويچار مڪتب**- هيءَ ويچار مت، بنگال ۾ ڦهليو. مهاپربو چيتن، ڪي به تڪائون يا ڪتاب نه لکيا. سندس ششن روپ گوسوامي، جيو گوسوامي ۽ بلديو ود يا ڀوشن کهڻيئي ٽيڪائون ڀڳوت پراڻ جي اوت ۾ لکيون آهن. هن ڀڳتي مارگ جو زور شور سان پرچار ڪيو آهي. منجهن دليلي يا فيلسوفي ڳالهيون گهٽ ڪي آهن.

مٿين بيان مان پڌرو آهي ته گئود پاد ۽ شنڪر آچاريه جا ويچار مت، ليڪن منطقي ڇنڊڇاڻ جا اعليٰ مثال آهن. گئود پاد جا ويدانتڪ ويچار، جنکي شنڪر آچاريه زور وٺايو، سي تيز دماغ جي پيدائش آهن. هن ويچار مت موجب، وشواس ۽ ڌرم کي ڪابه جاءِ ڪانهي. شنڪر آچاريه الڏن جيان، شوليءَ جي سعد کي انگيڪار نٿو ڪري.

جي ”پل نه سڄ شڙليون ڪٽي ڳڏي ۽ واڪيه ڏيسن ته اکين لڌي آهي يا سورج نٿو چمڪي، پر اسين اهڙيون ڳالهيون هرگز نه مڃينداسين.“

هيءَ پيدبو ۽ ديسڪ منطق، پڙهيلن کي پل نه موج ڏئي پر رواجي انسان جو جيوڻ جي ڳجهارت سمجهڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي، انکي لڪائيندڙ ۽ ڪسجو پيو لڳي. ان لاءِ رامانج جا ويچار آتم ڏيندڙ آهن ۽ ڀڳتيءَ جا اهي امرت روپي چشما کولين ٿا، جن ۾ سنان ڪئي، بدن کي ٺاري، من کي موج ۽ آتما کي آنند پر پوي ٿو. هن طرح ويدانت مت وچي ڀڳتي واد ۽ ويشنو پنٿ تي اچي ٿو، جي ان ڪرشنا کي اجهاگين ٿا.

ماڌو آچاريہ صاف ئي صاف دويت وادي آهي ۽ سرگڻ ايڪي وارن ويچارن وارو صفا ڪونهي. رامانج موجب، پيد، سمانتا يا هڪجهڙائيءَ ۾ آهن ۽ سمانتائي (Identity) آخرين منزل آهي. ۾ ماڌو آچاريہ پيدن يا پيائيءَ کي، جدا هستي ڏئي ٿو. رامانج وانگي هو جسم ۽ آتما کي ايشور جو بدن ڪري نٿو سمجهي. اهي ايشور کان علحدا آهن. ماڌو آچاريہ ۽ انجا شش جئہ تيرٿ ۽ وياس تيرٿ، جي هندستان ۾ نياءُ وديا جا هاڪارا جاڻو ٿي ويا آهن، ٿن ماياواد جو سخت کنڊن ڪيو آهي.

**نمبارڪا ويچار مت:** نمبارڪا ١٤ صديءَ جي وچ ڌاري ٿيو. سندس ويدانت مت کي ”دويتادويت“ يا ”پيدا پيد“ سڏجي ٿو. سندس وُيچار لڳ ڀڳ رامانج آچاريہ سان ملن جهلن ٿا. مکيہ تفاوت منجهن هينيان آهن:

(١) رامانج پيدن ۾ ۽ پيدن دوارن، سمانتا ڏسيتو يا سرگڻ سمانتا پاسي ٿو، تہ نمبارڪا وري، سمانتا ۽ پيد جدا ڪري ميي ٿو.

جسم ۽ آتما ايشور جا گڻ آهن انهيءَ ويچار کي نمبارڪا ٺوڪاريٿو، ليڪن سمجهي ٿو، تہ اهي ايشور جا جزا يا شڪتيون آهن.

**ولڀ آچاريہ ويچار مت:-** ولڀ آچاريہ ١٤٧٩ع ۾ ڄائو هو. هنجي فيلسوفي مت کي ”شڌ دويت“ ڪري چون ٿا. هن بادرياڻ رشيءَ جي برهم سوترن تي ٽيڪا لکي، جنهنجو ڄاڻايئين تہ ”برهم ئي شڌ ستيہ يا پاڪ حق آهي“؛ جنهنجو تت آهي، ست، چت، آنند. ماڌو ۽ من (چت) انهيءَ هستيءَ جا مظاهرا آهن. حق يا ستيہ، پيائيءَ ۾ هيڪڙائي آهي يا ڪثرت ۾ وحدت آهي. اها مايا آهي، جا ڀن ڀن روپ وٺي ٿي؛ ليڪن شنڪر آچاريہ وانگي هي ڀن ڀن روپن کي اَست ڪري نٿو سمجهي.

ولڀ آچاريہ، دنيا يا ”پرپنچ“ ۽ ”سنسار“ يعني جنم مرڻ جي چڪر ۾، تفاوت ڏسي ٿو. جڏهن گيان حاصل ٿئي ٿو، تڏهن

”آڻي ٿي اهو پار برهم آهيان“. هيءَ ويچار رامانج جي فيلسوفيءَ جو مول مت آهي.

رامانج موجب، سموري جاڻ، ڀيدن دوارا ٿي پوي ٿي. شد ايڪتا يا هڪجهڙائي اسنڀو آهي. سمانتا يا هڪجهڙائي بيان ڪندي بہ، ڀيدن جو ذڪر ڪرڻو پوي ٿو. وحدت يا ايڪتا جو ويچار، ڪثرت يا ڀيائيءَ سوا، نٿو ڪري سگهجي. انڪري برهم کي، شد يا نج ايڪتا جي روپ ۾ ويچارڻ، عبث آهي. حق يا ستيہ جي مشمن ڪرڻ وقت، ڀيد يا ڀيائيءَ جو ذڪر ڪرڻو ئي پوندو. الهيءَ جي معنيٰ آهي تہ ايشور گڻن وارو آهي ۽ نہ اهو، جيئن ڪن ڄاڻايو آهي تہ هو شد ايڪو آهي، جنهن ۾ گڻن کي جاءِ ئي ڪانهي. انهن مان جو ايڪي کي ڀيد يعني ڀيائيءَ جي مشت سان ٻڌائي ٿو، ان کي ”وششتادويت“ چوندا. مطلق حق ٻيڻو ايڪو آهي يا سمانتا ۽ هڪجهڙائي، جنهنجي مشمن ڪثرت يا گهڻائيءَ دوارا ئي سگهي ٿي. مطلق حق ڪل آهي (وششتا) جو لسمتي جزن يا هڪ ٻئي ٿي آڌار رکندڙ حصن جو ٺهيل آهي، جنهنکي ”وشيشتا“ چئجي ٿو ۽ لتو جو جزن کي ڪل سان ڳنڍي ٿو، انکي ”وشيشيہ“ چوندا. رامانج جو مطلق مختيار، ايشور ئي آهي.

حاصل مطلب، تہ شنڪر آچاريہ جو ادويت، جڏهن ايشور کي نظرانداز ڪري ٿو گرچہ انکان صفا انڪاري نٿو ٿئي بر رامانج آچاريہ جو سرگڻا ادويت، جڏهن سواءِ ايشور جي، فيلسوفي مسئلا سمجهائڻ لاءِ، ٻي ڪنهن بہ هستيءَ کي ٻاڌائي بہ نٿو آڻي.

**مادو آچاريہ مت**:- مادو، شنڪر آچاريہ جو سخت ورودي آهي. هو ١١٩٧ع ۾ ڄائو هو ۽ ٧٩ ورهيہ جيئرو رهيو. هو ”دويت“ جو زبردست حامي آهي ۽ شنڪر آچاريہ جهڙي ويچارن جو کنڊن ڪري ٿو. جي ٻڌن جي ”سن واد“ جي ٻرابري ڪري، شنڪر آچاريہ انکي ڪٽي ويدانت جو جامو پهرايو آهي. هن رامانج جو فيلسوفي گهٽو ورتو. ڪي خسيس لشارت لڏهن بہ ذسڄ ۾ اچن ٿا.

انجو روپ ورتو آهي ۽ برهم اوديا ۾ اچي، جيوَ جي نام سان سڏجي ٿو. ڀهرين ويچار کي پرتيمبب واد چئجي ٿو ۽ پوئين کي اواڇيدواد. پر مکيه سوال، ته برهم، جو اروپ آهي سو روپ ڪيئن وٺي سگهندو، انجو خاطري جهڙو جواب ڪونه ڏنو ويو آهي. توري ۾ ڪٿي چئجي، ته ايشور کي شنڪر آچاريه جي ويچار مت ۾، برهم کان هيناهون درجو ڏنو ويو آهي.

هيءَ حقيقت ۽ ٻيون دليلي چترايون ۽ باريڪ بينيون، شنڪر آچاريه جي ويچارن کي، برابر دليل جي چوٽيءَ تي ڪٿي وڃي ٿيون، پر عام ماڻهوءَ جي اندر جي ترشنا نٿيون بجهائين. اهو ڪم وري رامانج ڪيو آهي.

رامانج آچاريه وري دليلي ستنترتا جنهنمر ڪل مختيار جو احوال اچيٿو ۽ ايشور واد، ٻنهي جي وچين وهه ويو آهي. هن پنهنجيءَ فيلسوفيءَ ۾ ايشور کي اهم جاءِ ڏني آهي ۽ دليل بدران ڀڳتيءَ تي زور ڏنو آهي. سندس ويچار موجب، حق يا برهم، جيڪو جي پورنتا حاصل ڪرڻ سان، انڀؤ ڪري سگهبو.

رامانج جي جيون جون ڪي وندرائيندڙ ڳالهيون چيون وڃن ٿيون: هنجو جنم ١٠١٧ع ۾ ٿيو ۽ موت ١١٣٧ع ۾ يعني ١٢٠ ورهين جي پورن آيو ماڻيائين. يادو پرڪاش وٽ ڪانچي ورم ۾ ويدانت سکيو. ساڻس ڪنهن ڳالهه تان جهڳڙو ڪري وڃي وامن آچاريه وٽ پهتو، جنهنجي مرضي ٿي ته کيس پنهنجي مت شريرنگم جي گدي ڏيان. اوچتو وامن آچاريه جو مرڻيو ٿيو ۽ رامانج ڏٺو ته سندس ساڄي هٿ جون ٽي آڱريون بند يل هيون. هن ان مان ارٿ ڪڍيو، ته سندس ٽي اڇائون رهجي ويون آهن. هڪڙي هئي، ته باد رايڻ رشيءَ جي برهم سوترن جي صحيح ٽيڪا لکي وڃي. چونتا ته رامانج جڏهن پنهنجي گروءَ جي اڇا مطابق، برهم سوترن تي نئين سر ٽيڪا شروع ڪئي، تڏهن کيس ايشور درشن ڏيئي چيو ته،

اسين ان کان انڪاري آهيون، پر جي انجي معنيٰ آهي مايا ۽ ڪر
پوءِ اسين مڃڻ لاءِ تيار آهيون.

اهڙيءَ طرح گهڻيئي واد وواد جن ٿا لکيون آهن، جن ۾ مت
پيدا ٿيا آهن؛ مثلا اوديا، اڌياس، مايا، وگيان واد، ظاهري جڳ
جي ذاسه، وغيره.

**رامانج ويچار مت:** شنڪر آچاريه جي مت ۾ برهم کي اڻڏي
۽ اهميت ڏني ويئي آهي، جو برهم کانسواءِ ٻي ڪنهن به ڳالهه
جو ويچار ئي نٿو ڪري سگهجي. شنڪر آچاريه جو برهم ۽ ترنڊلي
جو پورن ويچار مت، جنهن ۾ هڪ وهمي ۽ خيالي هيڪڙائيءَ
کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي، جنڪ سانگيا آهن. جيئن شير جي
غار ۾ جيڪو ويندو آهي سو ڪيئي ڪاجي ويندو آهي، اهڙيءَ
طرح برهم جي ويچار ۾ سڀ شيون گم ٿيو وڃن. برهم کان سواءِ باقي
سڀ ظاهري ڏيک يا مايا آهي، قدري سچ آهي، سچ جو ڪو
پهلو آهي، پر سمورو سچ نه آهي. شنڪر آچاريه موجب خود ايشور
يا ڀڳوان به، برهم جو اوچي ۾ اوچو مظاهرو آهي. ايشور ان ڪري
پڻ مظاهري جي خيال کان اهڙو اسٽ آهي، جهڙي دنيا. ادويته
ويدانت موجب، ايشور کي ڪا جدا هستي ڪانهي. اهو واري
دنيا جي ويچار کان اهو سنت آهي، جو جو اهو اوچي ۾ اوچو ۽
شاندار مظاهرو آهي، جنهن جو انهو تي سگهجو. جيتوڻيڪ اسان کي
ايڪر پڪر حوالا ملن ٿا جنهن مان نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته
شري شنڪر آچاريه ايشور کي مڃي ٿو، تنهن هوندي به اهو صاف
ظاهر آهي ته سندس پورن ادويت ۾، ايشور کي ڪا خاص جاءِ
ڪانهي.

شنڪر آچاريه جي ويچار وارن ويدانتين لاءِ ايشور هڪ منجهائيندڙ
معاملو آهي. ڪن جي ويچار موجب، ايشور مايا ۾ فقط برهم جو
پرلو آهي ۽ جيئو وري اوديا ۾، برهم جو عڪس آهي. ٻيا وري
ان ويچار جا آهن، ته برهم جڏهن مايا ۾ پاڻ کي پرگهٽ ڪري،

ٻ وڙائڻ جو ماهر استاد هو. هنن دليل ڏيارن هن ڏهرايو ته وحدت ئي ست آهي ۽ ڪثرت فقط هڪ ڏيک آهي.

سنڌ ۾ مصر جا همشريڪ همخيال وري ڪيترائي فيلسوف ٿيا، جنجا نالا آهن: واچسپتي، سريشور، پدم پاد، پرڪاش آتما، سروگنا تما، چت سک، شري هرش، مڌوسودن، سرسوتي ۽ چندر ڪيرتي. ادويت ويدانت جو مت ٻين ڪيترن ئي ڦهلايو آهي، جنمان مکيه آهن: وديا رنگ، سدانند، گنگادر يندرُ وغيره. هنن فيلسوفن وري پنهنجون ٽيڪائون لکيون جي منطقي ويچار ۽ موشگافي يا سچيءَ مان ڪنڌن ڳولڻ جا سهڻا نمونا آهن. شنڪر آچاريه ۽ هنن جي وچ ۾ خيالي تفاوت ڏيکارڻ لاءِ هيٺيان ٻه مثال ڏجن ٿا.

(١) شري هرش ۽ چت سک جو مول ويچار هيءُ آهي ته دماغي عقل بخود ذات چيزن جي ڄاڻ، سندن نسبتن مان ئي معلوم ڪري ٿو، جنهن طريقي ۾ رد ۽ اختلاف سياويڪ آهن. جڳتر ڪي ست آهي، نه است ۽ نه ٻنهين جو ميلاپ. انجي پوري وصف ٻڌائي نٿي سگهجي. انڪري متيا آهي. هيءُ نقص ۽ متياپڻو خود دماغ ۾ آهي. انجي ڄاڻ ڄاڻندڙ ۽ جيڪي ڄاتو وڃي ٿو، ان ٻيائيءَ سان شروع ٿئي ٿي، جو خيال خود است آهي؛ ڇو جو فاعل ۽ مفعول، گياتا ۽ گيه، ڀيد ۽ اڀيد نه آهن. حق يا آتم، شڌ چيتنا آهي. جيتري قدر اوديا کي وديا ميٽي سگهي ٿي ۽ گيان روپي پرڪاش اگيان جي اونداهيءَ کي اجاري سگهي ٿو اوتري آتم ئي سمجهجي، ته اسين شڌ چيتنا کي اوڏو پيا آهيون.

(٢) گهٽيئي فيلسوف جن شري شنڪر وارو طريقو ورتو سي سندس مول مطلب نه پائي، سنيه واد يا پورن خال واري مت کي لوڙڻ لڳا ۽ چي اهو ته تيو صفا نابوديءَ مثل. انکي ناستڪ واد يا سيچ واد به ڪونجي. ڇو جي سنيه معنيٰ نفيءَ جي حالت، ته

انسان جي آتما جهڙيءَ ويدانت حو آتما ٿو سڏي ۽ برهم يا پرماتما جي وچ ۾ ڪهڙو سنبنڌ آهي؟ شنڪر آچاريه موجب جيو برهم جو ڪو لڪي جزو آهي ۽ نه برهم کي وري جزن ۾ ورهائي سگهجي ٿو ۽ نه وري او برهم کان ڪو الڳ ئي آهي. برهم ”ايڪم ايو ادويتم“. يعني برهم هڪ آهي ۽ نه ٻه ۽ ڪي ڪي جيو برهم جو بدليل روپ آهي، ڇو ته برهم تبديل ڪان اڇو آهي. هن خيال موجب جيو آتما ۽ پرماتما ۾ ڪو به تفاوت نه آهي.

جيو ۽ برهم هڪ آهن پر حدن يا اپاڌين جي ڪري جيو پاڻ کي محدود سمجهي ٿو. من، پراڻ، آتم وغيره اپاڌيون جيو کي جڪڙي وٺنديون آهن. وديا يا معرفت ذريعي پاڻ کي انهن حدن يا اپاڌين مان ڪڍي ٿو، جو آزاد يا مڪت ٿيندو. پوءِ ئي لاحد ۽ لامڪاني ٿي، پاڻ کي پورن برهم سمجهندو. اها وديا ئي موڪش آهي.

هيءَ ادويت ويدانت مت جو بادرايڻ رشيءَ سان شروع ٿيو ۽ شنڪر آچاريه سان چوٽ چڙهيو. ان کي وري مڌو آچاريه منطقي انداز سان ڪٿيو.

**مڌو آچاريه وچار مت.** مڌو آچاريه چوي ٿو ته اوديا ذاتي يا طبعي آهي ۽ انجو بنياد ۽ پيدائش، انساني اهم ڀاو ۾ آهي. جو ئي ”جيو“ کي ٻڌائي ٿو ته جيو ۽ برهم هڪ ئي آهن. فقط دنيوي ڏيکاو موجب، ڌار ڌار ڀاسن ٿا ۽ هيءَ ڦيرو اوديا ڪري آهي ۽ اوديا وري ان ڦيري ڪري آهي. هيءَ عمدار چڪر آهي ۽ ٻج اڳ ۾ هو يا وڻ واريءَ پروليءَ مثل آهي. ٻج وڻ جي پيدائش آهي ۽ وڻ ٻج جي.

ڪثرت جي پار وحدت ۾ آهي پر وحدت ڪثرت نه آهي. چندرما جا، چلندڙ پاڻيءَ جي ڇولن ۾ گهڻئي پاڇا ڀاسن ٿا، پر چندرما، هن پاڇن جي باوجود، فقط هڪ آهي. مڌو مصر دليل

ڏ وڙائڻ جو ماهر استاد هو. هنن دليل ڏيئي دعويٰ ڪئي ته وحدت ئي ست آهي ۽ ڪثرت فقط هڪ ڏيک آهي.

منڊن مصر جا همشريڪ همخيال ٻيا ويدانتي فيلسوف ٿيا، جنجا نالا آهن: واچسپتي، سريشور، پدمپاد، پرڪاش آتما، سروگيا تما، چت سک، شري هرش، مڌوسودن، سرسوتي ۽ چندر ڪيرتي. ادويت ويدانت جو مت ٻين ڪيترن پڻ ڦهلايو آهي، جنمان مکيه آهن: وديا رنگ، سدانند، گنگاڌر يندر وغيره. هنن فيلسوفن وري پنهنجون ٽيڪائون لکيون جي منطقي ويچار ۽ موشگافي يا مسئلي مان ڪنڊن ڳولڻ جا سهڻا نمونا آهن. شنڪرآچاريه ۽ هنن جي وچ ۾ خيالي تفاوت ڏيکارڻ لاءِ هيٺيان ٻه مثال ڏجن ٿا.

(١) شري هرش ۽ چت سک جو مول ويچار هيءُ آهي ته دماغي عقل بخود ذات چيزن جي ڄاڻ، سندن نسبتن مان ئي معلوم ڪري ٿو، جنهن طريقي ۾ رد ۽ اختلاف سياويڪ آهن. جڳتر نڪي ست آهي، نه است ۽ نه ٻنهين جو ميلاپ. انجي پوري وصف ٻڌائي نٿي سگهجي. انڪري متيا آهي. هيءُ نقص ۽ متياپڻو خود دماغ ۾ آهي. انجي ڄاڻ ڄاڻندڙ ۽ جيڪي ڄاتو وڃي ٿو، ان ٻيائيءَ سان شروع ٿئي ٿي، جو خيال خود است آهي: ڇو جو فاعل ۽ مفعول، گياتا ۽ گيه، ڀيد ۽ اڀيد نه آهن. حق يا آتم، شڌ چيتنا آهي. جيتري قدر اوديا ڪي وديا ميٽي سگهي ٿي ۽ گيان روپي پرڪاش اگيان جي اونداهيءَ کي اجاري سگهي ٿو اوتري آهر ئي سمجهجي، ته اسين شڌ چيتنا کي اوڏو پيا آهيون.

(٢) گهڻيئي فيلسوف جن شري شنڪر وارو طريقو ورتو سي سندس مول مطلب نه پائي، سنيه واد يا پورن خال واري مت کي لوڙڻ لڳا ۽ چي اهو ته ٿيو صفا نابوديءَ مثل. انکي ناستڪ واد يا س[illegible]ونجي. جيسي جي سنيه معنيٰ نفيءَ جي حالت، ته

انسان جي آتما جنهنکي ويدانت جيو آتما ٿو سڏي ۽ برهم يا
پرماتما جي وچ ۾ ڪهڙو سنبنڌ آهي؟ شنڪر آچاريه موجب جيو
برهم جو ڪي جزو آهي ۽ نه برهم کي وري جزن ۾ ورهائي
سگهجي ٿو ۽ نه وري او برهم ڪنهن کان الڳ ٿي آهي. برهم
"ايڪمايو ادويتم". يعني برهم هڪ آهي ۽ نه ٻه ۽ اڪي ڪي
جيو برهم جو بدليل روپ آهي، ڇو ته برهم تبديل کان آجو آهي.
هن خيال موجب جيو آتما ۽ پرماتما ۾ ڪو به تفاوت نه آهي.

هنو ۽ برهم هڪ آهن ۾ حدن يا اپاڌين جي ڪري جيو پاڻ
کي محدود سمجهي ٿو. من، پراڻ، اکيون وغيره اپاڌيون جيو کي
جڪڙي ويٺيون آهن. وديا يا معرفت ذريعي پاڻ کي پهچي حدن
يا اپاڌين مان ڪڍي ٿو ذهن جيو آزاد يا مڪت ٿيندو. پوءِ ٿي
لاحد ۽ لامڪاني ٿي، پاڻ کي پورن برهم سمجهندو. اها وديا ئي
موڪش آهي.

هيءَ ادويت ويدانت مت جو بادرايڻ رشيءَ سان شروع ٿيو
۽ شنڪر آچاريه سان چوٽ چڙهيو. ان کي وري مڌون آچاريه
منطقي انداز سان کنيو.

**مڌون آچاريه ويچار مت.** مڌون آچاريه چوي ٿو ته اوديا
ذاتي يا طبعي آهي ۽ اها بنا ۽ پيدائش، انساني اهم ڀاڱو ۾
آهي، جوني "جيو" کي بنائي ٿو. جيو ۽ برهم هڪ ٿي آهن،
فقط دلوي ڏيکاءُ موجب، ڌار ڌار پاسن ٿا ۽ هيءَ ڦيرو اوديا
ڪري آهي ۽ اوديا وري ان ڦيري ڪري آهي. هيءَ عيبدار
چڪر آهي ۽ ٻج اڳ ۾ هو يا وڻ واريءَ ٻروليءَ مثل آهي. ٻج وڻ
جي پيدائش آهي ۽ وڻ ٻج جي.

ڪثرت جي پار وحدت ۾ آهي ۽ وحدت ڪثرت نه آهي.
چندرما جا، چانديءَ پاڻيءَ جي ڇولن ۾ گهڻئي پاڇا پاسن ٿا، ۽
چندرما، هنن پاڇن جي باوجود، فقط هڪ آهي. مڌون مصر دليل

نه ڏيندا آهن، تيسين ڪو به رايو ظاهر ڪري نه سگهبو ۽ نه ڪا
ڄاڻ يا گيان پڻ پوندو. اسان اڻپورن انسانن ۾ جو قدرتي من جو
لاڙو، ڄاڻ حاصل ڪرڻ ڏانهن ٿئي ٿو، اهو ذاتي لاڙو، خود
اڌياس ۽ اوديا آهي.

مايا مت جو تت هيءُ آهي: ته هيءَ دنيا، پاڻ جي نهيل
آهي، هڪ ليائيندڙ ڏيکاو آهي. اسانکي انهي ڄاڻ ۾ ڳالهين ۽
چيزن جي نسبت ۽ وصف بيان ڪرڻ سان ملي ٿي. اسانکي ان
ڪري، محدود نسبتن جي معيار ۾ رهڻو پوي ٿو. منطقي ۽ نگ
جي ڀاشا ۽ اظهار، نسبت ظاهر ڪرڻ جا وسيلا آهن. برهم يا حق
دليل اندر محدود نه ٿي سگهندو، پر جڏهن ته اسين پنهنجي هستيءَ
جي قانون مطابق ٿي، ٻاهرين دنيا جي ڏيکاو ۽ پاڻ جي حدن
اندر آهيون، ان ڪري مايا، اڌياس ۽ اوديا، ڇاڪ اسان جي
جيوت جو قدرتي سياءُ ۽ جزو آهن.

شنڪر آچاريه، حق جا نسبتي درجا، جي گنئود پاد خود سيکاريا
سي قبولي ٿو. انهن جو سار هيءُ آهي: ته مطلق سچ يا حق جي
ڀيٽ ۾، هيءَ ٻاهرين دنيا جنهن جو اسين حواسن ذريعي انڀو
ڪريون ٿا، سا است آهي، پر حواسن ذريعي پرايل گيان جي
معيار ٿي، هيءَ دنيا ۽ انجا ڏيکاو سچا ۽ ست آهن.

مطلق هستي يا پورن برهم کي تجربي ذريعي ڄاڻڻ اسيو ظاهر
ڪندي، شنڪر آچاريه ور ور ڪري اها ڳالهه دهرائي ٿو ته ان
پورن برهم کي فقط علم ذريعي حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي. ڪرم
۽ اپاسنا فقط مددي وسيلو آهن. ظاهر آهي ته شري شنڪر آچاريه
هتي وديا جي معني الهامي ڄاڻ يا سندکي ٿو ڪوٺي.

برهم جي ڄاڻ فقط پڌيءَ ۽ انڀو ذريعي ٿي پوندي. اليا و يا عين
ليقين يا خود پروڙ پنهنجي محسوسيات ڪري ٿئي ٿي ۽ نه ويد
جي اختياري پڌڻ يا سمجهڻ مان.

بروڪيبا ڌيان (گيان). ٻاهرين مظاهرن جي ڄاڻ تن ڳالهين
تي مدار رکي ٿي: گيانا، گيه، گيان. جنهن صورت ۾ حق يا سچ
انهن تسمتن ۽ تعلقاتن کان نيارو آهي، انڪري دنيوي ڏيکاءَ ۽
انهن جي ڄاڻ، واسطو ۾ اُسٿ آهن ۽ اُوديا ڪري ٿي سٽ پاسن
تا. اهي اسان کي واسطو روپ کان پري ڪڍي وڃن ٿا.

متن ڳالهين مان پرسڌ آهي ته آتم حواسن جي ڄاڻ کان مٿي
آهي، ڇو جو آتما خود ساکي آهي. حواسن جي ڄاڻ واري جڳھ،
زمان ۽ مڪان جي بندشن هيٺ آهي، پر جيئن ته زمان ۽ مڪان
جي هستي خود ظاهري ڏيکاون جي سمجهه ۽ سرشيءَ تي مدار
رکي ٿي، جنهنجو ساکي يا ڏسندڙ خود آتما آهي، انڪري انهيءَ
۾ ته ذرو به شڪ نه رهيو، ته آتما ظاهري ڏيکاون واري ڄاڻ کان
مٿي آهي. سٽ يا ذات کي، انڪري حواسن دوارا نه ڄاڻي سگهو.
انکي "ڄاڻڻ" جي ڪوشش ڪرڻ سان، اسين انکي ٻيءَ ڪنهن
ڳالهه سان ڳنڍي، تسمت ڏيکاري سمجهڻ چاهيون ٿا. مثلاً جڏهن
چئون ٿا ته الف، بي والنگي آهي، يا ب آهي، تڏهن درحقيقت
الف کي، بي جي وصفن ۽ حدن اندر ڄاڻڻ چاهيون ٿا جو خود
الف نه آهي. پوءِ يا آتم کي ٻيءَ ڳالهه سان نسبت ڏيڻ يا ڳنڍڻ
۽ اُنجي وصفن دوارا ڄاڻڻ، خود شنڪر آچاريه موجب، سنسار
سبنڌي اُسٿ روپ يا اڌياس آهي. اڌياس چئجي ٿو سٽ کي
اُسٿ جون وصفون ڏيڻ. اڌياس جي اصلي معنيٰ آهي ته ڪنهن
به شيءِ جو اهو ڏيکاو جو درحقيقت اها نه آهي. نوڙي جڏهن
نانگ پاسي ٿي، تڏهن انکي اڌياس چئجي ٿو.

سڀ دنيوي شيون ۽ مظاهرن پابند گيان، جو اسين راين ۽ فيصلن
دوارا ظاهر ڪريون ٿا ۽ جنهن ۾ ڪنهن فاعل يا ڪرتا پابند ڪا
نسبت چيل آهي يا اُنجي وصف بيان ڪيل آهي، سو خود
مها اڌياس آهي، فاعل ۽ مفعول جي مولجهاري جوهڪ مثال آهي.
پر اهو به سچ آهي ته جيسين ڪرتا کي ڪرم يعني فاعل کي مفعول

آهن؛ جئن سپن اوستا جو آزمودو، سپني جي دنيا لاءِ سچ آهي، انهن جي حقيقت نسبتي آهي، ليڪن مطلق يا پورن آتما، انهن نسبت جي بندشن کان آجي آهي.

گئوڊپاد جو انڪري مکيہ ويچار آهي، تہ دنيا فقط ڀاڄن جوڙ يڪاءَ آهي ۽ حق يا سچ جو ڪ دنيا کان نرالو آهي، سو پيدا نتو ٿئي.

**شنڪر آچاريہ ويچار مت:** شنڪر آچاريہ گئوڊپاد جي شش جو بہ شش هو. هنجي ويچار مت ۾ ويدانتي ويچار، شاندار چوٽيءَ تي رسيا آهن. فيلسوفيءَ جي سيني مکيہ مسئلن تي چٽي روشني وڌي اٿس؛ انڪري اها فيلسوفي بنا وستار جي لکڻ ڪري، اڌوري رهجي ويندي. سندس وڏيڪ مکيہ متن جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:-

شري شنڪر آچاريہ سوال اُٿاري ٿو تہ ائين آهي يا نہ، تہ اسان جي اندر ۾ ڪجھ مڙيوئي آهي جو جسماني سرير کان علحدو آهي ۽ بنيادي آهي ۽ جي ائين آهي، تہ ان ”حق“ يا ”آتم“ جي هستيءَ کان انڪاري ٿي نہ سگھبو. ائين چوڻ، تہ ”آءٌ نہ آهيان“، سو خود ”آءٌ“ يا آتم کي ثابت ڪري ٿو. آتم يا حق کان ڪوبہ انڪاري ٿي نٿو سگھي؛ ڇو جو انجو انڪار اها ڳالھ ثابت ڪري ٿو، تہ سندس هستي آهي، جنهنجو انڪار ڪيو وڃي ٿو. ان جو انڪارئي، خود سندس اثبات آهي.

شنڪر آچاريہ وڌيڪ دليل ڏوڙائي ٿو، تہ آتم کي ”ترڪ“ يا ويچار دواران ڄاڻڻ محال آهي. دليل خود ”ان آتم“ جو جزو آهي. ”آتما“ انڪري ري دليل نهراو آهي.

حق يا آتم جي هستي ثابت ڪري، شنڪر آچاريہ ”حق“ ۽ ٻاهرين دنيا جي وچمر سنڌو بتائي ٿو. ڇي حق جنهن صورت ۾ ٻاهرينءَ دنيا جي نسبتن ۽ لاڳاپن جي بندشن کان آجو آهي؛ انڪري اهو برهم يا مطلق سچ آهي.

اچي پڻ اَست آهن. حواسن ذريعي انيڙ ڪيل دنيا، ان ڪري
هڪ "ڏيک" آهي ۽ اهو ڪنهن نسبتي سنبنڌ ۾، اهڙي ني
حقيقت آهي، جيڙو ڪو سچو اصليت آهي. انهيءَ جو سچ يا
حقيقت، فقط حوالي واري دنيا تي ٻڌي مدار رکي ٿو ۽ يعني جن
حالتن يا واپر محدل واري دنيا ۾، ان جو آزمودو ڪيو ويو آهي.
انسان "خود" ني حقيقت آهي جو اِنيڙ ڪري ٿو.

گئودپاد پنهنجي چندچاڻ ۾ اهڙو نه چتر آهي، جو سس جي
بنڌن کي نه اَست ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هُو
سمجهي ٿو ته هر ڪنهن ڳالهه جي آخرين سچ يا حقيقت لاءِ، ان
جي ڪارڻ ڏي وڃڻ سان، اڳين حالتن جي بي‌انتها کوج ڪرڻي
پوندي. ڪارڻ جي محدود دليلن، ڪيس انهيءَ نتيجي تي آندو،
ته "پيدائش" ۽ "وناش" خود، هڪڙا ڏيک آهن ۽ حقيقت نه
آهي. سچ يا حق نه پيدا ٿو ٿئي ۽ نه انهي ناستي آهي. سندس
خيال، جيهڪي اسين شين جو آخرين ڪارڻ، پيدائش، ناستي وغيره
چئون ٿا، سي نه آهن ٿي ڪونه. مطلق حق، فقط "عست" آهي
۽ انکي ڪارڻن جي دواران نه سمجهائي سگهبو.

گئودپاد وڌيڪ دليل ڏئي ٿو ته آزمودي جي دنيا ۾، جدا
جدا شين وچ ۾ "نسبت" سندن ذاتي گڻ آهي، انڪري جڏهن
اسين "نسبت" يا تعلق جو ويچار ڪريون ٿا ۽ سندن امڪان
جاچيون ٿا، تڏهن انهن لاڳاپن کان جيڪي مٿي آهي، يا جنهن
نسبت لاڳاپو آهي، انجي هستيءَ کان انڪاري ٿي نٿا سگهون.
حق يا سچ کان انڪاري ٿيڻ سان، اسان کي انهن شين، جنجي
هستي نسبتي آهي ۽ مٿس مدار رکي ٿي، انهن کان به انڪاري
ٿيڻو پوندو.

اُپنشدن جي سندن ٿي، گئودپاد اها حجت هلائي ٿو، ته
آتمائي فقط حق آهي. انڪري سموري مخلوقات، انساني بدن
۽ سڀ لئڙرڪون، ڪنهن محدود معنيٰ اندرڪي، جانڙ ۽ اڪدِ

**ڳنوڊ پاد ويچار مت :** ڳنوڊ پاد، ادويت ويدانت جي باترتيب سيڪارينڊڙن جو سرومٽي آهي. ادويت ويدانت جا مکيه متا، جهڙوڪ ۽ حق جا درجا، برهم ۽ آتما جي سمانتا، ماياواد، انيءَ جي لاءِ گيان تي هڪ واحد وسيلو آهي، برهم، سبب وغيره جي بندن کان آجو آهي، پورن سن يا نفيءَ خيال ۾ آڻڻ کان ٻاهر تي آهي وغيره. اهي سڀ هنجي سکيا جا مول ويچار آهن. انساني چيتنتا ۽ آزمودي جي چنڊڇاڻ ڪندي، ڳنوڊ پاد دليل ڏوڙائي ٿو ته خواب ۾ انساني آزمودي جون حالتون جاڳرت جي آزمودي کان اوُر نه آهن. خواب جي دنيا ۾ جن حالتن ۽ واپرمنڊل ۾ اهي آزمودا ٿين ٿا، سي اهڙا سچا آهن، جهڙا جاڳرت ۾ هن دنيا جا. مثال طور، خواب ۾ پاڻي خوابي جيوَ جي ترشنا بجهائي ٿو جيئن جاڳرت اوستا ۾، اُڃايل جي اُڃ پاڻي ٿو لاهي. خواب جي آزمودي کي ڪوڙو سڏڻ، ڇالاءِ جو حقيقت واري دنيا ۾ خواب جو پاڻي سچي پچي اُڃ نٿو لاهي، سو ٻيو نسبت ۽ حالتون نظرانداز ڪرڻ. هرڪو انيءَ حالتن جي نسبت ۾ ڏسڻ گهرجي، ڇو جو هر هڪ آزمودي جي دنيا نرالي آهي ۽ انڪري ڪنهن آزمودي کي سندس واپرمنڊل ۽ حوالي مان ڪٽي ٻئين دنيا ۾ نهڪائڻ ڦهڪائڻ، سچ جي ڳولا نه ٿيندي.

هن دليلبازيءَ سان ڳنوڊ پاد ڏيکاري ٿو، ته شيون جيڪي اسين خواب ۾ ڏسون ٿا، سي اهڙيون ست آهن، جهڙيون جاڳرت اوستا ۾، هن دنيا ۾ پسون ٿا. حواسن ذريعي انيءَ واري دنيا، هن طرح جي اوستا تي آندي ويئي آهي.

هيءَ اسانجو ڏيان، شين جي ذاتي سياو ڏي ڇڪائي ٿو. ڇي ڪا به شيءِ تنهنجو ذاتي ڳڻ اهو آهي، ته اها پاڻ ۾ پورڻ هجي، جا پنهنجي قدرت موافق هجي، جا عارضي نه آهي، جا پنهنجي هستي نٿي وڃائي. سندس لاءِ حقيقت يا اصليت (Reality) جي، اهائي ڪسوٽي آهي. هن ڪسوٽيءَ تي ڳنوڊ پاد چوي ٿو، ته سڀيئي جسماني شيون اَست آهن ۽ خود زمان، مڪان ۽ نسبتون

ٽڪاڪارن جون شاخون ڦٽيون. بادرايڻ رشيءَ جي سوترن ۾ چار اڌياءَ آهن. پهرين اڌياءَ ۾ ”برهمواد“ بابت، ويدن جي جدا جدا بيانن ۾ هڪڙي معنيٰ ۽ مول مت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. ٻئي اڌياءَ ۾ دنيا جو ايشور سان ڪهڙو آڌار آهي ۽ جيو ۽ برهم نسبت ڪي تفصيل بتايل آهن. ٽين اڌياءَ ۾ برهم وديا بتايل آهي ۽ چوٿين ۾ برهم وديا جو عملي مهتو ڏيکاريل آهي.

هنن سوترن جو مکيه خيال هيٺين ڳالهين ۾ سمايل آهي.

(١) ويد اناديِ آهي.

(٢) آتمر سچ، دلين دوارن يا حواس جي آزمودي مان نه حاصل ٿيندو.

(٣) گيان جا ٻه واهڻ آهن:- سرتي ۽ سمرتي. سرتي ۾ اپنيشد اچي وڃن ٿا ۽ سمرتي، ڀاڳوت گيتا، مهاڀارت ۽ منومهراج جي قانونن کي سڏين ٿا.

(٤) پرش ۽ پرڪرتي کي جدا جدا حقيقتون نه آهن، پر هڪ ئي حق جا ٻه روپ ۽ مظاهرا آهن.

(٥) برهم حق آهي.

(٦) دنيا پاربرهم جي اڇا جو مظاهرو آهي.

(٧) دنيا ۾ برائي ۽ فرق جو ڪارڻ ڪرم ئي آهي.

(٨) انساني جيوت لاءِ اوچي ۾اوچي حاصلات ايشور درشن آهي.

بادرايڻ آچاريه جا سوتر جنکي برهم سوتر ڪري به سڏجي ٿو انهن جو وستار ۽ شرح گئوڊپاد ناالي هڪ ودوان ڪيو جنهنکي ويدانت فيلسوفي جو پهريون ٽيڪاڪار يا شرح ڪيندڙ چون ٿا.

ويدانت فيلسوفي سمجهڻ ۽ خاص ڪري شنڪرآچاريه جي ادويت مت کي گرهڻ ڪرڻ لاءِ ضروري آهي، ته گئوپاد، جو شنڪرآچاريه جي گروءَ گووندآچاريه جو ٻه گرو هو، انجا فيلسوفي وچار سمجهون ۽ جو جو، انهن وچارن کي ڪماليت تي وٺي ويو ته شنڪرآچاريه رسايو.

هن درشن جو اوائلي پايو وجهندڙ جئمني هو ۽ سابارا، ان جو
کيه ٽيڪاڪار. ڪمارل ڀٽ ۽ پرڀاڪر ڀٽ وري پنهنجون لاثاني
ڪائون، سابارا ڀٽ تي اهڙي ڍنگ سان لکيون جو انهن مان
صليت جي خوشبوء پيئي اچي ۽ اهي آزاد ۽ علحدا شاستر پيا لڳن.
لنن انهيءَ مت جو زوردار کنڊن ڪيو آهي جو ٻڌائي ٿو ته دنيا
قط ڪلپنائن ۽ ڀاڃن جو ڏيکاءُ آهي ۽ منجهس ڪابه حقيقت ڪانهي.
ور و مانسا جي فيلسوفن لاءِ ٿلهي ليکي ائين چوڻ صحيح ٿيندو
. هو ان ويچار جا آهن ته جنهن صورت ۾ سموري "چاڻ" جو
نياد، انيو ئي ٻڌل آهي، ان ڪري حقيقي دنيا آزمودي مان
ي، اپري ٿي. هو ان ڪري دليل ڪان مٿي جا اندر جي بوجهه
هي جا ڪ بوگ وغيره دواران حاصل ٿئي ٿي، انڪان بڻ انڪاري
ين ٿا ۽ ائين سمجهن ٿا ته دنيا جو، من سان، جنهن دواران ان جي
وجهه پوي ٿي، ڪوبه تعلق نه آهي.

پورو مانسا ان ڪري، خاص ڪري نر ايشوروادي شاستر
هي ۽ اگرچ ان ۾، ويدن ۾ بيان ڪيل ديوتائن جي هستي ثابت
ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي، ويدن جي اختياري مڃيندي به
ڪمارل ڀٽ انهيءَ رائي جو نه آهي ته ويد ڪي ايشوري الهام
آهن. انهيءَ هوندي به ڪمارل ڀٽ ۽ پرڀاڪار ڀٽ، انهيءَ
عقيدي جا آهن ته آتما کي بدن جي بندڻن کان آجو ڪرڻ ممڪن
آهي. انهيءَ لاءِ سندن ڏس آهي، ته نشڪام ٿي ڪرم ڪريو ۽
ڦل جي ڪابه اڇا نه ڪريو. پرڀاڪار ڀٽ ان ڪري ڪرم ڪسي
مها پرڌان ٻڌائي ٿو ۽ گيان، ان پرڌانتا کي پهچڻ جو وسيلو ٺهرائي
ٿو. ڪمارل ڀٽ ڪرم ۽ گيان ٻنهين کي همساز ڪري گيان جي
اهميت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

**اتر مانسا:** بادراين رشيءَ جا سوتر اتر مانسا درشن جو بنياد
آهن، جنان وري شنڪر آچاريه، ڀاسڪر، يادو پرڪاش، رامانج،
ڪيشو، نيلڪنٺ، مادو، بالاديو ولڀ، وگيان بکشو جهڙن

## هندستان ۾ ويدانت.

وَيدانت فيلسوفيءَ جا ٻه ڀاڱا آهن. ’اتر مانسا‘ ۽ پوروَمانسا. مانسا لفظ شروعات ۾ ويدن جي ترجماني ۽ معنيٰ جي ويچار کان ڪتب آندو ويندو هو جنهنجي پوءِ معنيٰ ٿي وئي ”پورو ويچار“ ان بعد انجو مطلب وڃي بيٺو سچ يا حق جي ذات ثابت ڪرڻ تيڪا يا ڇنڊڇاڻ. انهيءَ لحاظ کان اتر مانسا ۽ پورومانسا، انهيءَ معنيٰ سان نهڪي ٿا اچن.

ويدن جو پهريون ڀاڱو، ”منتر“ ۽ ”برهمڻا“ گڏجي، ڪرم ڪانڊ جي حصي ۾ اچن ٿا، جن ۾ انسان جا فرض بيان ڪيل آهن. ٻيون ڀاڱو جنهن کي ”اُپنيشد“ ڪوٺجي ٿو، انکي ”گيان ڪانڊ“ سڏين ٿا. هن ۾ روح، سچ يا حق نسبت ڇاڻ ڇريل آهي. ويدانت لفظ جي معنيٰ آهي، ويدن جو انت ۽ يعني ويدن جي پوئين ڀاڱي ۾ بتايل مت ۽ ويچار. اهو ويدن جو ٻيون ڀاڱو اُپنيشد آهن. اترمانسا ۾ لهن ڪري اُپنشدن جي فيلسوفيءَ جو لب لُو اچي وڃي. رشي جيمني پوروَمانسا ۾، جنهنکي ڪرم مانسا سڏجي ٿو، فرض جي فيلسوفي بتائي آهي ۽ رشي بادرايڻ، پوري اُتر مانسا ۾ اُپنشدن جي گيان ۽ آتمڪ ويچارن جو ورنن ڪيو آهي. اتر مانسا ۽ پورو مانسا گڏجي، ان ڪري فيلسوفيءَ جو وچور وار تفصيل ڏين ٿا.

**پورو مانسا:** پورومانسا جو مول مقصد آهي ”ڌرم“ يعني اخلاقي فرض جي لباس ڪرڻ. جنتوڻيڪ هن ۾ ”ڌرم“ جي ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي ۽ ڪرم ڪانڊ جو پاسو با ترتيب ڏيکاريل آهي ته به انهيءَ ورنن ڪندي، ٻين فيلسوفن ڪمال پت ۽ ٻرڪاريت فيلسوفي ويچار اهڙي ته هوشياريءَ سان ڳتيا آهن جو اها حق يا سچ جي لٿيدي ڇنڊڇاڻ ٻئي لڳي.

---

ڇاپي ۾ ”مانسا“ جي بدران پڙهو ”ممانسا“

وري اهو پنهنجو فرض سمجهندو هو ته ڪائنس سندس طبيعت
نسبت پڇي، پنهنجي خوش خلقي ڏيکاري. مهمانن سان گهڻو
ڪري رواجي ڳالهين تي گفتگو ٿيندي هئي پر سڀ ڳالهيون ڳڻي،
پڇاڙيءَ جو شڪار جي ڳالهه ٻولهه ٿيندي هئي ۽ اها مهمان جي
عزت سمجهي ويندي هئي، ته ڪيس شڪار جي نيند ڏجي.
ڪچهري پوري ٿيڻ تي مير صاحب مهمان کي فراس جي آخر
تائين ڇڏيندو هو ۽ ڏاڍي قرب سان موڪلائيندو هو.

اهڙو هو ساميءَ جو زمانو ۽ سندس وقت جا ماڻهو. سندس
سلوڪن ۾ اسانکي انهن ڳالهين جي ڪابه خبر نٿي پوي. شاه جي
شعر ۾ ٿري ماڻهن جي جيوت، وڻجارن جا سفر، پنڌ پيچرا، لڪ،
جبل، ڏنگيون، درياهه، ڪينجهر جي پلئه ۽ ڪاڪ ۽ ملير،
امرڪوٽ ۽ ڀنڀور ۽ ڄام ۽ سومرا ۽ گرنار ۽ ڀيڄل ۽ سپر سخي، مطلب
ته سموري شعر ۾ سنڌ جي حالتن جو ذڪر ملي ٿو. سامي صاحب
اندر جي کوج ڪئي آهي. سندس شعر ۾ سندس وقت جي حالتن
جو ڪوبه ذڪر ڪونهي. پل ته ماڻهو امرتسر يا هردوار ۾ ويٺو
هجي يا قندار ۽ ڪابل ۾ ديرو هجيس پر جي آتما ۽ آتما سان
تعلق رکندڙ ڳالهيون ڪندو، ته اهي ائين ئي بيان ڪندو جيئن ساميءَ
ڪيون آهن. هن سبب سندس وقت جي حالتن جو ذڪر مختصر
طور ڏنو ويو آهي.

ڪيل امولي جا تندرستيءَ نسبت سوال پڇندا هئا ۽ اهڙي گڏجاڻي
امير جي هڪ مکيه ماڻهوءَ سان ٿي، پر جنهن ستن سان ٿيندي هئي،
جنهن ۾ ڪافي وقت لڳندو هو. بس، پوءِ ته سيٺي جي وچ مهمان
کي گهوڙي تي چاڙهي امير وٽ وٺي ايندا هئا. امير جي دربار
وٽ پهچڻ شرط، پنجاه سپاهي گهوڙي جو رڪيب جهليندا ته مهمان
عزت سان پٽ تي پير رکي. پير رکڻ شرط سيٺي چوندا ”بسم الله“.
کي امير پوءِ دربار جي در تي هوندا هئا، جن مان هڪ مهمان
جو هٿ وٺي ڪبس اندر نيندو هو. مهمان کي پنهنجو بوٽ يا جتي
در جي ٻنهي وٽ لاهڻي پوندي هئي. اندر هڪ وڏو هال هوندو
هو، جنهن ۾ سواءِ هڪ چارپائيءَ جي ٻيو ڪوبه فرنيچر نه هوندو هو.
هال ۾ سهڻا ايراني فراس وڇايل هوندا هئا. چارپائيءَ تي مخمل
۽ اطلس جا طول ۽ وهاڻا هوندا هئا، جن تي سهڻيءَ پوشاڪ ۾ مير
صاحب ٽيڪ ڏيئو آرام سان ويٺو هوندو هو. مهمان جي اچڻ تي
مير صاحب سان هٿ ملائي ملندو هو ۽ ساڳيا سوال ”ادا خوش آن،
چڱو ڀلو، تازو توانو، خوش، ڏاڍو خوش، ٻار ٻچار ته خوش تي“
وغيره پڇيا ويندا هئا. نه فقط مير صاحب، پر سنڌس ويجهو
جيڪي به مکيه ماڻهو هوندا هئا، انهن سيني سان مهمان کي انهيءَ
نموني ملڻو پوندو هو. انگريزي سيلانين، ميرن ۽ بلوچي سردارن
جي ٽولهه جو ذڪر ڪندي چيو آهي ته، ”سنڌين پاڪرن مان
ڪن خاص مزو نه ايندو هو. درباري پنهنجي ساريءَ عمر ڪيل
پوشاڪ ۾ ايندا هئا. مير صاحب جي هرهڪ گفتي ۽ اک جي
اشاري جي پوئواري ٿيندي هئي. سنڌس جمي حويلو جي اوندو
تي پوي ته ڏهه جڻا اهو لساري سڏو ڪندا هئا: سنڌس گفتگو
۾ ڪو لفظ ساوڻو وچهڙو هجي ته هڪ ڪان وڌيڪ اهو چوندا ۽
۽ سنڌس بدن جي هرهڪ عضوي جي چرپر تي ”بسم الله“ جو
ٺهڪو پيو پوندو. مهمان جي گفتگو ۾ ڪٿي ڪا پلڪ جيه تي،
ته مير صاحب ڏاڍي نياز سان وري پڇندو ته ”خوش“. جيڪڏهن
مهمان چوڌاري نظر ورائيندي ڪنهن امير ڏي نهاريندو هو ته ٻڌو

هو. وچ ايشيا جي واپار لاءِ، جيتري شڪارپور کي اهميت هئي، اهڙي ٻي ڪنهن به شهر کي نه هئي. شڪارپوري صرافن جو ڏاڍو زور هو. سنڌو نديءَ کان ڪئسپين سمنڊ تائين سنڌين ڏيتي ليتيءَ جو اثر هو. شڪارپور هن ڏيتي ليتيءَ جو مرڪز هو. قنڌار کان قافلا ڊسمبر ۽ جنوريءَ ڌاري ايندا هئا ۽ مارچ ڌاري نڪري ويندا هئا. مارچ کانپوءِ بيابانن جي گرمي ۽ سخت آب هوا سبب اچ وڃ گهٽ ٿيندي هئي.

وقت جا ماپا، ٽوين، ڪاسن، ۽ خوارن ۾ ٿيندا هئا. زمين جي ماپ لاءِ وري گهنٽن ۽ جريبن واري جدول هئي. ڪمپنيءَ جي رپئي کي، ڪلدار ڪوٺيندا هئا.

سنڌ جي ماڻهن جي خوش خلقي ۽ مهمان نوازي مشهور هيون. سادا سودا، صاف ۽ نيڪ سنڌي، جڏهن هڪ ٻئي کي گڏبا هئا، تڏهن ڀاڪر پائي، ڪاڌي ساڄي ڪلهي سان لڳائي، وري کابي طرف ڪڍي، اهڙيءَ اڪير سان ملندا هئا، جو ڄڻڪ سالن جا وڇڙيل مليا آهن. ملڻ وقت ڪئين نه سوال پڇندا هئا. جي ”ادا، خوش آن، چڱو ڀلو، تازو تڪڙو، خوش، بلڪل خوش. ٻار ٻچا نه خوش ٿيئي، ڳائيون مينهون، ڍور ڍڳا ــ سڀ خوش آهيو.“ وغيره وغيره. سنڌن خوش خلقيءَ جي ساراهه سڀني سيلانين ڪئي آهي. ٽالپرن ۽ ميرن جي دربار جو ڏاڍو سهڻو بيان ڏنو اٿن. جڏهن ڪو ملاقي ايندو هو ته حاڪم جي پاران قلعي کان ڪجهه پنڌ تي، سندس پاران چاليهه يا پنجاهه پيادا ۽ گهوڙيسوار ڪيس وٺڻ ويندا هئا، جن کي ”پيش خدمت“ چوندا هئا. انهن جا مکيه ماڻهو ميرن جا دوست يا خاص خادم هوندا هئا. جهڙي قسم جو ماڻهو هوندو هو، اهڙي قسم جا ”پيش خدمت“ موڪليا ويندا هئا. مهمان جڏهن هنن کي ڏسڻ ايندو هو، ته سڀيئي گهوڙا ڊوڙائي يا ڊڪون پائي، وڃي ڪيس گڏبا هئا. پوءِ نه قرب سان ڇڪي، ڪيس گهوڙي تان لاهيندا هئا ۽ ڪيس ورائي ويندا هئا. مکيه مکيه ماڻهو ڪانئس مٿي ذڪر

رنگبرنگي ڪپڙو، جنهنکي ”زيبرا“ چوندا هئا. انگريزي نست جو مشين تي تڪتل ڏاڍو وڏي انداز ۾ ايندو هو، جنهن مان وري سنو ڪپڙو ٺهندو هو. رواجي سادو سوٽي ڪپڙو، يا ته مارواڙ مان ايندو هو يا اتي جي آڏاڻن کي سنڌ ۾ ناهيندا هئا. غريب غربو اهو ڪپڙو پائيندو هو. شاهوڪار، انگريزي ململ پڻ واپرائيندا هئا. سوٽي ۽ ريشمي، ڌاڳي مان ٺهيل لٽي جون لونگيون سڀ کي پسند هيون. پالي (مارواڙ)، جيسلمير، ٻهاولپور ۽ پنجاب سان واپار کي ڪا خاص اهميت ڪانه هئي. خراسان، جنهنم قندار ۽ هرات وغيره جو طرف اچي وڃي، اتان وري دوائون ۽ رنگ ايندا هئا. سلڪ جنهنجا گهڻيئي نمونا هئا، سا پڻ خراسان مان ايندي هئي، جهڙوڪ لٽي، درپائي، ڪوڪني، چلو وغيره. ڪپهه جو هڪ سهڻو قسم، جنهن مان پرت پرائو هو ۽ جنهنکي ”نرما“ چوندا هئا، سو پڻ خراسان مان ايندو هو. ايران جي طرف کان نشاپور جي کاڻين مان هڪ قسم جو پٿر، جنهنکي ”پيروز يا فيروزي“ چوندا هئا، ان کي گسائي، لسو ڪري، ان مان پاڻ سينگار ٺهيندا هئا. غريب چاهي شاهوڪار اهو پسند ڪندا هئا...

سنڌ جو روانگي واپار ٿورو هو: جانور، گيهه، آفيم، لس، چمڙو، سڪل مڇي وغيره جي ڊيلٽا جي بندرن ۽ ڪراچيءَ کان ٻاهر ويندا هئا. خراسان کان جيڪي شيون اينديون هيون، انهن جي بدلي کڻ لس، ڪپهه، سادو ڪپڙو، سلڪ مان ٺهيل شيون، لوڻ، شورو وغيره موڪليندا هئا. سنڌ جو روانگي واپار اُتر ڏي گهڻي قدر قندار طرف هو، جنهن لاءِ شڪارپور جو شهر ۽ سنڌس هوشيار ۽ چست هندو واپاري جوابدار هئا. ڪراچيءَ مان پڻ هندن جي سرجوشيءَ ڪري روانگي ٿيندي هئي. لاڙ مان شيون اُٺن تي لڏائي، راڪا پاڙي ڪري، پندرهن يا ٽيهن ڏينهن جي تڪليف ڳاڻ مسافريءَ بعد، قافلا شڪارپور پهچندا هئا، جتان وري جابلو رستا لتاڙي، وڃي خراسان پهچندا هئا. شڪارپور شهر خراسان لاءِ در

حڪومت هلائڻ لاءِ انهيءَ هيٺان نائب هوا، جنکي ڪاردار ڪوٺيندا هئا. هنن جي هيٺان ٻيا نائب هئا، جنکي منشي چوندا هئا، جي گهڻو ڪري هندو هوندا هئا. هنن تي اهو ڪم هو تہ جتي ملڪ جا ٽڪر مقاطعي تي نہ ڏنا ويا آهن، انهنجو حساب ڪتاب برابر رکن. شهر ۾ پوليس جو انداز گهٽ هو. اٽڪل ڏهہ يا ٻارهن پوليس وارا هوندا هئا. چوري پڪڙڻ جو نمونو بہ عجيب هو. چوريءَ جي حالت ۾ پيرو کنيون ويندو هو ۽ جنهن ڳوٺ يا پاڙي ۾ پيرا اچي پورا ٿيندا هئا، چوريءَ جي جوابداري ان ٽڪري تي هئي. سج لٿي کان تورو پوءِ، سيني شهرن جا دروازا بند ڪيا ويندا هئا ۽ انڪري رات جو مسافري گهڻو ڪري ڪانہ ٿيندي هئي. هرهڪ شهر مٿان ڪوٽوال هوندو هو، جنهنجي حوالي پوليس هئي. هو پنهنجي ننڍي ڪچهري ڪندو هو، جتي ننڍن ننڍن گناهن لاءِ، اُني جو اتي سزا ڏيندو ويندو هو. انصاف جو سرشتو ڪاردارن جي هٿ ۾ هو. سنڌ ۾ قاعدو، قانون ۽ سزائون قرآن شريف جي ٻڌايل اصول موافق هيون. سمجهائي مفتي يا قاضي ڏيندا هئا. هيٺين عملدارن جي ڏنل سزائن تي حاڪم جي دربار ۾ اپيل ٿي سگهندي هئي.

واپار بنسبت مٿي چئي آيا آهيون، تہ اهو سڄو هندن جي هٿ ۾ هو. هتي مختصر طور سنڌ ۾ آمدني ۽ روانگيءَ جون مکيہ شيون ڏجن ٿيون، جي ڏيکاريندي يون، تہ هندو ڪيتري قدر جٽاڪشي ڪندا هوا.

گجرات ۽ مارواڙ مان ڪپهہ، تلهو ڪپڙو، سلڪ جو ڪپڙو ايندا هئا ۽ بهاولپور ۽ ملتان مان سلڪ جون شيون ۽ اتر اولهہ مان سلڪ، رنگ، دوائون، سڪو ميوو، گهوڙا وغيره ۽ ڪڇ مان عاج، گجرات ۽ ملبار جي ڪنارن مان ڪاٺ. بمبئيءَ جي طرف کان وردي انگريزي شيون، ڇهڙوڪ مخمل، پشمي ڪپڙا، پسار جو سامان، مصالحا ۽ ڏاٽو وغيره. ڪپڙن ۾ هوا، ڇيٽون، ڪٽليڪو ۽ سوٽي

تي پڻ لڳ ڀڳ ساڳيو محصول هو. هن کانسواءِ، شهر جو آڪٽراءِ
محصول هو. محصول بستگي، ناردانيءَ جي وهٽ سارو تبديدي هئي.
خريد فروخت لئي وري هڪ ٻي ڊيل هئي، جنهن کي ٽرازو چوندا
هئا. ٽرازو معيل جا ٽارازيءَ سان تعلق رکي. شراب يا ٻين نشي
جي شين وڪڻڻ لاءِ، لئسنس هوندو هو. دڪاندارن ۽ هنرمندن کي
پڻ (Capitation Tax) سربستگي ڏيڻي پوندي هئي. ماڇي
پنهنجي پيدائش جو ٽيون حصو، سرڪار ۾ ڀاريندو هو ۽ هر هڪ
ٻيڙيءَ تي ٻڌل، ڪا مقرر ڪيل رقم، ادا ڪندو هو. ٻه ڌريون جڏهن
پنهنجو ڪو اقرار عدالت ۾ ڪٺي وينديون هيون، تڏهن ٺڪرار
واري رقم جو چوٿون حصو، سرڪار کي ڏيڻو پوندو هو. هندو هن
ڪري خانگي طرح، امانت کي پسند ڪندا هئا. جڏهن جنهن
ڌر ۾ ناراضپو هوندو هو ته اها وري ان فيصلي تي سرڪاري
اپيل ۾ ويندي هئي. هنن ڳالهين هوندي به، انهن چئي سگهجي ٿو ته
ان وقت جي حالتن پٽاندر، مشرف ۾ ڪنهن نه هند کان بهتر ڍلن
جو سرشتو ڪونه هو. واپار تي ڍلن جي چٽي گهٽي هوندي هئي.
المعصوم جي وقت جا شاهه، هندو واپارين کي همٿائن ها ۽ ڍلن جو
بوجو گهٽ ڪن ها، ته ملڪ وڌيڪ سائو ۽ پائيو ڏٺي ها. هنن
تڪليفن هوندي پڻ شڪارپور جا شاهوڪار، خرچ ڪاٽي بعد
انڪل ويهه سيڪڙو نفعو ڪندا هئا. هندو، انڪري هنن اڪلبن
۽ جٿين هوندي به، ملڪ کي ڇڏيا پيا هئا ۽ پنهنجي شاهوڪاري
ڪوشش ڪري لڪائيندا هئا.

(Farms) زمينن تان ڍلون اڳاڙڻ جي تڪليف کان ڇٽڻ لاءِ
زمينون مقاطعي لئي ڏنيون وينديون هيون ۽ انهن مقاطعدارن کي
سردار ڪوٺيندا هئا. سردار وري هارين کان ڪر وٺندا هئا ۽ انهن
کي پيڙيندا هئا. غريب رعيت کي ڪو به داد ڏيڻ وارو ڪونه هو
ڇو جو، حاڪم جيڪي سردار کان مقرر رقم وٺندا هئي، سو سندس تي
پاسو ڪٺندو هو.

هيون. انعامي زمينن ۽ جاگيرن ۾ تفاوت هيءُ هو، تہ جاگيرون کنهن خاص فرض يا شيوائن ادا ڪرڻ لاءِ ڏنيون وينديون هيون پر انعامي زمينن سان اهڙو ڪوبہ شرط لاڳو نہ هو. فقط انعامي زميندار وقت بہ وقت دربار ۾ اچي، پنهنجون سنڌون پيش ڪندا هوا، جي تپاسي، وري انهنکي موٽايون وينديون هيون. هيءُ پشت بہ پشت ان گهراڻي کي ڏنيون وينديون هيون. هنن کانسواءِ، ٻيون هر قسم جون ٻيلون، اميرن ۽ ٽالپرن جي ملڪيت سمجهيون وينديون هيون، جن ۾ ٻيو ڪوبہ دخل نہ ڏيندو هو.

زمينن تي ٻيل بستگيءَ جو سرشتو زميندارِي هو. جيڪو زمين آباد ڪرڻ چاهي، تنهن کي حاڪم کان زمين نسبت ”پٽو“ وٺڻو پوندو هو، جو هڪ قسم جي گرمٽ يا اقرارنامو هو. هن موجب ڪن شرطن تي ڪنهن خاص مدي لاءِ، زمين آباد ڪرڻ جو حق ان ماڻهوءَ کي عطا ڪيو ويندو هو. سرڪاري حصو، گهٽو تڌو جنس ۾ ئي ورتو ويندو هو. اهي زمينون، جي نديءَ جي پر وارا يون هيون ۽ جنهجي آباديءَ لاءِ، پاڻي، بنا ڪنهن ڪتراڱهہ جي هڪدم ميسر تي سگهندو هو، انهن کان پيدائش جو ⅖ حصو؛ جيڪي نديءَ کان ڪجهہ پري هيون ۽ جنکي پاڻي واهن يا چرخين دواران ملندو هو، انهن کان پيدائش جو ٽيون حصو؛ ۽ زمينون جي مثا غيرآباد جهنگل هيون، انهنکان پيدائش جو پنجون حصو ورتو ويندو هو. هن کانسواءِ ٻيون بہ ڪي ٻيلون يا چونگيون هيون. ٽار تي محصول؛ جنهنجي ڪٿ هئي، تہ ٽار هلائڻ لاءِ هڪ ڍڳو تو ڪم اچي يا ٻہ، يا هٿ سان تو ڪاهيو وڃي. ان کانسواءِ هارين کي ٻڙ ڪجهہ ڏيڻو پوندو هو، وغيره.

باغ، کجور جا وڻ وغيره، انهن تي ٻڙ ڪجهہ ورتو ويندو هو. حڪومت کي، ٻي ڪمائي وڻج واپار مان ٿيندي هئي. شين جي آمدلسيءَ ۽ روانگيءَ تي ٻڙ محصول هو. ڪراچي بندر تان جڏهن شيون اندر اينديون هيون، تڏهن انهن تي محصول پوندو هو. اهو اٽڪل مال جي قيمت جو ٦ سيڪڙو هوندو هو. مال جي روانگيءَ

# سنڌ ۾ حڪومت جو سرشتو

سنڌي حڪومت جو سرشتو، ملٽري خودمختاريءَ وارو هو، جنهن جو بنياد جاگيرداري سرشتو هو. امير هن سرشتي جا مک هوا ۽ زمين جا مالڪ هوا. هرهڪ بلوچي سردار کي انهيءَ شرط تي جاگير مليل هئي، تہ ضرورت وقت هو وفاداري ڏيکاري، اچي حاڪم جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندو ۽ ڪو مقرر انداز ماڻهن جو، جنگ جي ميدان ۾ آڻيندو. هن طرح ملڪ جو گهڻو حصو وراهيل هو ۽ نواب ۽ سردار هوڙي حڪومت کي برقرار رکڻ ۾ چاهہ وٺندا هوا.

نواب ۽ سردار پنهنجي ماڻهن ۽ قوم مٿان ضابطو رکندا هوا ۽ پنهنجي ماڻهن کي پالبندا ۽ ڪارائيندا هوا. قوم سندن تابع هوندي هئي. پاڻ، موقعي پٽاندر، دربار ۾ وڃي حاڪم سان سڌ ۾ ملائيندا هوا. حاڪم پنهنجيءَ ۾ ٿي پورا هوا ۽ سردارن ۽ اوائن جي خاص رکندا هوا. واپار ۽ ڏنڍو هندن جي ٿي محنت ۽ چتاڪسيءَ سبب هلندو هو.

سولجر جو پگهار، انڪل ۳ آنا (3d) روز هو ۽ گهوڙ سوار جو ٻٽو. هنن کي اناج وغيره سستي اگهہ تي ملندو هو. سنڌ جي لشڪر جو تعداد انڪل ۵۰ هزار هو. حاڪم جي اردليءَ ۾، گهٽيئي سولجر هوندا هوا جنکي نقد ناڻي بدران، ٿهيل اڪمل ڪاڏو ملندو هو. جدا جدا قومن ۾، وقت بہ وقت جهڳڙا پيا لڳندا هوا، جي امانت دوارن فيصل ڪيا ويندا هوا ۽ ضرورت جي حالت ۾، اميرن کي سڏ پيندا هوا، جنهن فيصلو آخرين سمجهيو ويندو هو. هن طرح اندروني انتظام چڱو هلندو هو.

هن کانسواءِ حاڪم زمينون انعام طور ڏيندا هوا. جيڪي ماڻهو حڪومت سان مصيبت وقت وفاداري ڏيکاري، ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندا هئا، انهن کي اهي زمينون انعام طور ڏنيون وينديون

هيون. انعامي زمينن ۽ جاگيرن ۾ تفاوت هيءُ هو، تہ جاگيرون ڪنهن خاص فرض يا شيوائن ادا ڪرڻ لاءِ ڏنيون وينديون هيون ۽ انعامي زمينن سان اهڙو ڪوبہ شرط لاڳو نہ هو. فقط انعامي زميندار وقت بہ وقت دربار ۾ اچي، پنهنجون سنڌون پيش ڪندا هوا، جي لپاسي، وري انهنکي موٽايون وينديون هيون. هيءُ پشت بہ پشت ان گهراڻي کي ڏنيون وينديون هيون. هن کانسواءِ، ٻيون هر قسم جون ڀيٽون، اميرن ۽ ٽالپرن جي ملڪيت سمجهيون وينديون هيون، جن ۾، ٻيو ڪوبہ دخل نہ ڏيندو هو.

زمين لي ٻڌل بستگيءَ جو سرشتو زميندار ي هو. جيڪو زمين آباد ڪرڻ چاهي، تنهن کي حاڪم کان زمين نسبت "پٽو" وٺڻو پوندو هو، جو هڪ قسم جي گرمٽ يا اقرارنامو هو. هن موجب ڪن شرطن تي ڪنهن خاص مدي لاءِ، زمين آباد ڪرڻ جو حق ان ماڻهوءَ کي عطا ڪيو ويندو هو. سرڪاري حصو، گهٽ وڌ جنس ۾ ئي ورتو ويندو هو. اهي زمينون، جي نديءَ جي ڀر واريون هيون ۽ جنجي آباديءَ لاءِ، پاڻي، بنا ڪنهن ڪتراڻ جي هڪدم ميسر ٿي سگهندو هو، انهن کان پيداوار جو ڏ حصو؛ جيڪي نديءَ کان ڪجهہ پري هيون ۽ جنکي پاڻي واهن يا چرخين ذريعي ملندو هو، انهن کان پيداوار جو ٽيون حصو؛ ۽ زمينن جي مثال غيرآباد جهنگل هيون، انهنکان پيداوار جو پنجون حصو ورتو ويندو هو. هن کانسواءِ ٻيون بہ کي ڀيٽون يا چونگيون هيون. تار تي محصول؛ جنهنجي ڪٿ هئي، تہ تار هلائڻ لاءِ هڪ ڀيڙو نوڪر اچي يا ٻہ، يا هٿ سان تو ڪاهيو وڃي. ان کانسواءِ هارين کي ٻڻ ڪجهہ ڏيڻو پوندو هو، وغيره.

باغ، کجور جا وڻ وغيره، انهن لي ٻڻ ڪجهہ ورتو ويندو هو. حڪومت کي، ٻي ڪمائي وڻج واپار مان ٿيندي هئي. شين جي آمدنيءَ ۽ روانگيءَ لي ٻڻ محصول هو. ڪراچي بندر تان جڏهن شيون اندر اينديون هيون، تہ ڏهن انهن لي محصول پوندو هو. اهو اڪل مال جي قيمت جو، ٦ سيڪڙو هوندو هو. مال جي روانگيءَ

# سنڌ ۾ حڪومت جو سرشتو

بلوچي حڪومت جو سرشتو، ملٽري خودمختياريءَ وارو هو، جنهن جو بنياد جاگيرداري سرشتو هو. امير هن سرشتي جا مک هوا ۽ زمين جا مالڪ هوا. هر هڪ بلوچي سردار کي انهيءَ شرط تي جاگير مليل هئي، ته ضرورت وقت هو وفاداري ڏيکاري، اهي حاڪم جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندو ۽ ڪو مقرر انداز ماڻهن جو، جنگ جي ميدان ۾ آڻيندو. هن طرح ملڪ جو گهڻو حصو وراهيل هو ۽ نواب ۽ سردار هيٺين حڪومت کي برقرار رکڻ ۾ ڄاڻ ولندا هوا.

نواب ۽ سردار پنهنجي ماڻهن ۽ قوم مٿان ضابطو رکندا هوا ۽ پنهنجي ماڻهن کي پالبندا ۽ ڪارائيندا هوا. قوم سندن تابع هوندي هئي. پاڙ، موقعي پٽاندر، درٻار ۾ وڃي حاڪم سان سڌ ۾ سڌ ملائيندا هوا. حاڪم پنهنجيءَ ۾رتي پورا هوا ۽ سردارن ۽ ابرانن جي خاص رکندا هوا. واپار ۽ ڌنڌو هندن جي اٿي محنت ۽ جٽاڪشيءَ سبب هلندو هو.

سولجر جو پگهار، اٽڪل ۳ آنا (3d) روز هو ۽ گهوڙ سوار جو ٽٽو. هن کي اناج وغيره سستي اگهه تي ملندو هو. سنڌ جي لشڪر جو تعداد اٽڪل ۵۰ هزار هو. حاڪم جي اردليءَ ۾ گهٽ سولجر هوندا هوا جنکي نقد ناڻي بدران، ٿهيل اڪيل ڪاڏو ملندو هو. جدا جدا قومن ۾، وقت به وقت جهيڙا پيا ٿيندا هوا، جي امانت دوارن فيصل ڪيا ويندا هوا ۽ ضرورت جي حالت ۾، اميرن کي سڏ ڏيندا هوا، جنهن فيصلو آخرين سمجهيو ويندو هو. هن طرح اندروني انتظام چڱو هلندو هو.

هن ڪانسواءِ حاڪم زمينون انعام طور ٻيا ڏيندا هوا. جيڪي ماڻهو حڪومت سان مصيبت وقت وفاداري ڏيکاري، ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندا هئا، انهن کي اهي زمينون انعام طور ڏنيون وينديون

امي زمينن ۽ جاگيرن ۾ تفاوت هيءُ هو، تہ جاگيرون
ن فرض يا شيوائن ادا ڪرڻ لاءِ ڏنيون وينديون هيون
مينن سا اهڙو ڪو بہ شرط لاڳو نہ هو. فقط انعامي زميندار
ت دربار ۾ اچي، پنهنجون سنڌون پيش ڪندا هوا، جي
ي انهنکي موٽايون وينديون هيون. هيءُ پشت بہ پشت
کي ڏنيون وينديون هيون. هن ڪانسواءِ، بيون هر قسم
ن، اميرن ۽ ٽالپرن جي ملڪيت سمجهيون وينديون
۾، بيو ڪو بہ دخل نہ ڏيندو هو.

تي يل بستگيءَ جو سرشتو زميداري هو. جيڪو زمين
چاهي، تنهن کي حاڪم کان زمين نسبت "پٽو" وٺڻو
، جو هڪ قسم جي گرمٽ يا اقرارنامو هو. هن موجب
تي ڪنهن خاص مدي لاءِ، زمين آباد ڪرڻ جو حق
کي عطا ڪيو ويندو هو. سرڪاري حصو، گهٽو تٺو جنس
ويندو هو. اهي زمينون، جي نديءَ جي ڀر واريون هيون
باديءَ لاءِ، پاڻي، بنا ڪنهن ڪتراڳ جي هڪدم ميسر تي
و، انهن کان پيدائش جو ⅓ حصو، جيڪي نديءَ کان
ب هيون ۽ جنکي پاڻي واهن يا چرخين دواران ملندو هو،
پيدائش جو ٽيون حصو، ۽ زمينون جي صفا غير آباد جهنگل
کان پيدائش جو پنجون حصو ورتو ويندو هو. هن کانسواءِ بيون
چونگيون هيون. ٽار تي محصول ۽ جنهنجي ڪٽ
لاءِ هڪ ڍڳو تو ڪم اچي يا ٻہ، يا هٿ سان تو
انسواءِ هارين کي ٻڙ ڪجهہ ڏيڻو پوندو هو، وغيره.

وغيره، انهن تي ٻڙ ڪجهہ ورتو ويندو هو.
ئي وٽيچ واپار مان ٿيندي هئي. شين جي
ٻڙ محصول هو. ڪراچي بندر تان جڏهن
ن، تہ ڏهن انهن تي محصول پوندو هو.
و، ٦ سيڪڙو هوندو هو. مال جي روانگيءَ

# سنڌ ۾ حڪومت جو سرشتو

سنڌي حڪومت جو سرشتو، ملٽري خودمختياريءَ وارو هو، جنهن جو بنياد جاگيرداري سرشتو هو. امير هن سرشتي جا مکيه هوا ۽ زمين جا مالڪ هوا. هرهڪ بلوچي سردار کي انهيءَ شرط تي جاگير مليل هئي، ته ضرورت وقت هو وفاداري ڏيکاري، اچي حاڪم جو پاڻهن ٻيلي ٿي بيهندو ۽ ڪو مقرر انداز ماڻهن جو، جنگ جي ميدان ۾ آڻيندو. هن طرح ملڪ جو گهڻو حصو وراهيل هو ۽ نواب ۽ سردار ننڍڙي حڪومت کي برقرار رکڻ ۾ ڪاهه وٺندا هوا.

نواب ۽ سردار پنهنجي ماڻهن ۽ قوم مٿان ضابطو رکندا هوا ۽ پنهنجي ماڻهن کي پاليندا ۽ ڪارائيندا هوا. قوم سندن تابع هوندي هئي. پاڙ، موقعي پٽاندر، درٻار ۾ وڃي حاڪم سان سنڌ ۾ سنڌ ملائيندا هوا. حاڪم پنهنجيءَ مرضيءَ پورا هوا ۽ سردارن ۽ نوابن جي خاص رکندا هوا. واپار ۽ ڏنڌو هندن جي ٿي محنت ۽ جفاڪشيءَ سبب هلندو هو.

سوارن جو پگهار، اٽڪل ٣ آنا (3d) روز هو ۽ گهوڙيسوار جو ٻٽو. هنن کي اناج وغيره سستي اگهه تي ملندو هو. سنڌ جي لشڪر جو تعداد اٽڪل ٥٠ هزار هو. حاڪم جي اردليءَ ۾، گهڻيئي سوار هوندا هوا جن کي نقد ناڻي بدران، ٻهراڪيل ڪاڻو ملندو هو. جدا جدا قومن ۾، وقت به وقت جهيڙا پيا ٿيندا هوا، جي امانت دواران فيصل ڪيا ويندا هوا ۽ ضرورت جي حالت ۾، اميرن کي سڏ ڏيندا هوا، جن جو فيصلو آخرين سمجهيو ويندو هو. هن طرح اندروني انتظام چڱو هلندو هو.

هن ڪانسواءِ حاڪم زمينون انعام طور به ڏيندا هوا. جيڪي ماڻهو حڪومت سان مصيبت وقت وفاداري ڏيکاري، پاڻهن ٻيلي ٿي بيهندا هئا، انهن کي اهي زمينون انعام طور ڏنيون وينديون
ٿا

مان ڪي ميرن جا داد لا ۽ حال محرم هوا ۽ ميرن جون پنهنجي گهر جي پالين ڪان به منجهن وڏ يڪ وشواس هو. هنن مان ڪي آفريڪن نواسي هوا، جنکي شيدي ڪري سڏيندا هوا.

سنڌ جي رهاڪن جي خوش خلقي ۽ مهمان نوازي مشهور هيون. پنگ ۽ گانجي جو رواج هو. تماڪو جو واهپو هو، حقو هر لاڏلو هو. واڻيو ۽ ديوان پنهنجي دڪان يا اوطاق تي حقو ڇڪيندا هوا جنهن جو نڙ ڏگهو اٽڪل ١٢ فوٽ لنبو هوندو هو. بلوچي ته هن ڪم لاءِ خورزين کڻندا هوا، جنهن ۾ حقي ڇڪڻ جون شيون به کڻندا هوا.

بعضي کي ڏينهن ملندو هو ۽ جيڪي وسعت جا ماڻهو، هندو
چاهي مسلمان، هن ۾ پاڻ وٺندا هئا، انهجو ڏنڊو ڏاري، سڀ
ڇت. ڪين هن ڪم لاءِ پاڻي ۾ نه ملندي هئي.

حاڪم شڪار ڪرڻ کي ايتري نه اهميت ڏيندا هئا جيترو
جيڪڏهن ڪو ٻرڏيهي ايلچي يا مهمان، حڪومت جي ڳالهين
لاءِ ساڻن خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ ايندو هو، ته هن اها گفتگو
پوري ڪري، ڪن نيمن ڏيندا هئا، ته اسان سان شڪار تي هلو.

پوشاڪ جي خيال کان، هندن ۽ مسلمانن جي پوشاڪ گهڻو
ڪري ساڳي هوندي هئي. سرڪاري نوڪريءَ ۾ نه هئي پٽڪو
ٻڌندا هئا ۽ ڏاڙهي رکائيندا هئا. ڊگهو ٻريءَ سان پهراڻ ۽ شلوار،
زريءَ جي ٽوپي، ونگرنگي يا ڊگهو ميراڻو ٽوپ، عام پوشاڪ هئي.
واڻيا ۽ دڪاندار، ڌوتي، انگرکو ۽ پوجڙ به پهريندا هئا.

کاڌو ۽ پيئڻ جو گهڻو ڪري ساڳيو هوندو هو. هندو گوشت
ٻڪ کائيندا هئا، ٻڪري ۽ ڪڪڙي جو. مسلمان سوئر جو گوشت نه
کائيندا هوا. جيئن هندن لاءِ ڳئون جو گوشت حرام آهي تيئن مسلمان
لاءِ سوئر جو. هندو ڳئون کي ماتا سمجهي ٿو ۽ مسلمان سوئر کي
هڪ غليظ جانور.

ٻولي سڀ سنڌي ڳالهائيندا هئا. سرڪاري لکپڙهه پارسيءَ
۾ ڪئي ويندي هئي. سنڌي ٻولي هندو خدآبادي لپيءَ ۾ لکندا
هئا. بلوچ پنهنجي ٻولي ۾ ڳالهائيندا هئا جنهن جي مشابهت لڳ ڀڳ
افغانن جي پشتوءَ سان ٿي لڳي.

سنڌ ۾ ٻانهپ جو ڪي قدر رواج هو. زنگبار جا رهاڪو،
سنديءَ ٽوهيءَ ۾ آندا ويندا هئا ۽ اميرن ۽ زميندارن ۾ وڪرو ڪيا
ويندا هئا. هن ٻانهن سان سنڌ ۾ چاهي ٿين مشرقي ملڪن ۾
ڪانه سختي ڪانه ڪئي ويندي هئي. اهي گهر جا ڀاتي ڪري
ليکيا ويندا هئا ۽ ان ڪري سان ايڏو نيڻهن ٿي ويندو هون جو
پنهنجي آزاديءَ کان هن ٻانهپ کي وڌيڪ پسند ڪندا هئا. جيئن

رقم بتائيندا هئا ۽ وري ٻئي ماڻهوءَ کي اها رقم ٻڻ آڱرين جي زور سان ٻڌائيندا هئا. هن طرح چوگرد ويٺل ماڻهن ۾ جوش وغيره نه ڦهلندو هو ۽ هي ڏنڊو ماٽ ميمٺ ۾ هلندو هو.

مسلمان، گهڻو ڪري زميندار، هاري ۽ ڪمي ڪاسبي هئا. بلوچ، خاص ڪري وڙهڻ جي فن ۾ پير ۽ بهادر هئا. سندن بهادريءَ جي ساک سيني سيلانين ڪئي آهي. ترار هلائڻ ته ڪو ڪانئن سکي. مياڻيءَ جي جنگ وقت، سرچارلس نيپيئر چوي ٿو، ته ”بهادر بلوچي پنهنجا تمنچا ۽ بندوقون ڇوڙي، ندي جي ڪنني ڏي ٽپي ٻيا پر هو بهادر ٻانڪا، اسانجي بندوقن ۽ ڀالن اڳيان ست نه جهلي سگهيا“. هو سنا نشان انداز هئا. ڪوسا اصل سانتيڪا ڳوناڻا هئا پر پوءِ انهن مان ڪي ڦري، اوير سند جي طرف ڪڇ نگر ڏي، ڦورو لوٽو ٿيا. جنن جو وهنوار اُنن سان هو ۽ هن ڪمائتي جانور سنيالڻ ۾، سندن جهڙو ٻيو ڪونه هو. سعيد اوچ گهراڻو هو جن جي ميتا سڄي سند جي مسلمانن ٻي ڪئي. غريب کان امير تائين، سيئي کين ميڃيندا هئا ۽ کين مقرر ڪيل رقم پيار يندا هئا. مهاڻا يا ماڇي، ٻت جا جاڻنا هئا جن جو گذران نديءَ جي ٻيڙين تي هوندو هو.

مسلمانن، خاص ڪري زميندارن، ميرن ۽ حاڪمن ۾ شڪار جو ڏاڍو شونق هوندو هو. حاڪم، پنهنجو چڱو وقت ۽ ڌيان، شڪار ڏي ڏيندا هئا. شڪارگاهه وڏي حفاظت سان رکيا ويندا هئا. بلوچي ۽ ڪوسا سردار ٻڻ هن ڳالهه ۾ خاص چاهه وٺندا هئا. حاڪم جڏهن شڪار تي نڪرندو هو ته اوسي پاسي جا هندو ۽ مسلمان رهواسي، ٽولين ۾ شڪار واري جڳهه جي لوڙهي ۾ دهل وڄائي جانور کي ڊيڄاري، ٻاهر ڪڍندا هئا. کين هٿن ۾ لنيون هوند يون هيون. ڪتن جا ڪيڪ ساٿن هوندا هئا. پوءِ ته ڊنل جانور، سامهون ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ اتان وري حاڪم پنهنجي ساٿين سان، ڪيس بندوق يا ترار سان ماريندو هو. هيءُ شڪار بعضي

## سنڌ جا رهاڪو، سنڌ ن ڏنڌا پوشاڪ ۽ ٻيون عادتون.

سنڌ جا رهاڪو ٻن مکيه فرقن ۾ ورهايل سگهجن ٿا. هندو ۽ مسلمان. هندن ۾ مکيه ٻه ذاتيون هيون، لهاڻا ۽ ڀاٽيا. ٿورا براهمڻ به رهندا هوا. مسلمان جون گهڻيئي ذاتيون هيون ۽ سمه، ڪوسا، دائود پوٽا، سما، سومرا، حاجي، بلوچي، پير سعيد، مياڻا يا مياڻي افغان وغيره.

هندو گهڻي ڀاڱي واپاري قوم هئي. دڪانداري ۽ صرافي سنڌن مکيه ڌنڌو هوا. هو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل هوا ۽ پنهنجا دڪان کولي ويٺا هوا. سنڌن دڪان، بٽال، ڪپڙي ۽ سبزي جا هوا. شڪارپور ۽ ڪراچيءَ ۾ چڱي انداز ۾ رهندا هوا. شڪارپور ۾ سنڌن صرافي مشهور هئي. هو پنهنجي سبب ۽ سچائي ڪري مشهور هوا ۽ سنڌن هنڊي نقد ناڻي مثل هئي. وقت جا حاڪم، پڻ ڪن وڏي عزت ۽ مان ڏيندا هوا. سنڌن هنڊيءَ جو قدر، هرملڪ ۾ هو. حاڪم پڻ ضرورت وقت، ڪانئن اوڌر ڪڍندا هوا.

صرافيءَ جي ڌنڌي ۾ ٻي وڏي واپار سان، گهڻيئي دفعا، ڪن گهڻي وقت، پنهنجي شهر يا ڳوٺ کان ٻاهر رهڻو پوندو هو. هن عرصي ۾ سنڌن زالون ۽ ٻار سلامت هوندا هئا. هندو پنهنجي شاهوڪاري لڪائيندا رهندا هئا ڇو جو ڪين اهو انديشو رهندو هو ته متان حاڪم جي طرفان مٿانئن ويڙه نه پوي. هندو پنهنجي سبب، سچائي ۽ ڏنڌي ڏاريءَ جي عادتن ڪري حاڪمن وٽ رونمو عملدار هئا ۽ پئسي پڌر جون ڳالهيون ۽ معاملا خاص سنڌن حوالي هئا.

هن ڪانسواءِ دلاليءَ جو ڪم پڻ ڪندا هئا. دلال جو نمونو لن ڏيڻ ۾ اور هو. ٻن طرفن جي وچم ٻهي، متان ڪو ڪپڙي ٽڪر يا پنهنجي بوچڻ جو ٽڪر وجهي اندران آڱرين کي زور ڏيئي

هنن ڪانسواءِ ٻڌبا هئا جي بلوچي سردارن، زميندارن، سعيدن جون جاگيرون هيون ۽ انهن تي نالو پڻ انهن سردارن جو پوندو هو.

هن ڪري ڏسڻ ۾ ايندو ته سنڌ جي گهڻو ڪري سيني مکيه شهرن جي چوڌاري مٽيءَ جي اوچي پنت هوندي هئي جا هنن کي قلعي جو روپ ڏيندي هئي. اها اٽڪل ٢٠ فوٽ کن اوچي هوندي هئي. وچ ۾ اوچو منارو هوندو هو جتان ماڻهو قلعي کان ٻاهر جو نظارو ڏسي سگهندا هوا.

جت ۽ ڏنار ٻنهنجا ڌڻ انهن قلعن جي هيٺان ٻڌندا هئا ۽ ٻنهنجا جهوپڙا پڻ اتي اَڏيندا هئا. ڳوٺن ۾ ڪٿن جا ڪتڪ هوندا هئا جي پوليس جي غير حاضريءَ ۾ چڱو پهرو ڏيندا هئا. ڳوٺن ۾ يا ته جهوپڙيون يا هڪ ڇتي وارا مٽيءَ جا گهر هوندا هئا. شهرن ۾ ڊو ڇتيءَ وارا گهر ڏسڻ ۾ ايندا هئا. هڪ مکيه ڳالهه جا سيني شهرن ۾ ڏسڻ ۾ ايندي هئي، سا هئي، ته هڪ مکيه لنبي گهٽي بازار طور ڪتب ايندي هئي، جنهن جي ڇت، تڏن ۽ ڪاٺ يا بانس جي لڪڙن مان ٺهيل، ٻنهين طرفن جي دڪانن جي مٿان هوندي هئي. گهٽيون سوڙهيون ۽ گندیون، جن ۾ ڇيڻا ۽ لڏ پيل، رستي تي مزي سان ڪتا ويٺل — اهڙو نمونو هوندو هو، جو لڏ وارو اُٺ پڻ سولائيءَ سان نه لنگهي سگهي. گهرن ۾ پوري روشني ۽ هوا به نه هوندي هئي. ماڻهو رات جو ڪوٺن تي سمهندا هئا. اسين جيڪي هاڻوڪن سنڌ ريل نمونن تي هر يل آهيون تن کي انوقت جو... حالتو... ڪ اهت ڏيندي لڳندي يو...

هڪ طرف سهڻي خراساني گهوڙي تي مغرور مسلمان اوچا ڪپڙا پهري، ڊگهي اطلس جي ٽوپي ۽ سونهري ساڪ جو بوچڻ ڪٽي، ماڻهن مان رستو ڪندو هو ۽ سنڌي سپاهي ڪبس رستي ڪرڻ ۾ مدد ڪندا هئا. ٻئي طرف وري افغان پٺاڻ ڊگهن وارن سان، جي سندس ڪلهي تائين پيا لڙڪندا هئا ڏسڻ ۾ ايندو هو، سندس اکين ۾ شور ۽ مڪمتا هئا ۽ سندس ڳاڙها ڳل ڄاڻو هوائن تي پليل، گرميءَ ۾ ٻهڪندا هئا. پيشين جا سعيد، سهڻا هرائي، قندار جا واپاري، ڊگهن پهراڻن ۽ ڪوٽن سان، رنگبرنگي پٽڪا پهريل ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ڊگها پناڻا، وڏين ڏاڙهين سان، شوخيءَ سان ايندا ويندا هئا. انهن جي وچ سنڌي مسلمان ۽ غريبڙو واڻيو، نماز ۽ ٽڙيءَ جي مورتن ييا ٻي وچ ڪندا هئا. واڻيو زور ڪري اهڙو ويس ۽ لباس پهريندو هو جنهن ڪري سندس شاهوڪاريءَ جو ڪنهن کي پتو نه پوي. اندر ڪالي ۾ نه لکين جو خاوند هجي پر ٻاهران ڏيکاري ڪين ڏيندو، ڇو جو ڏاڍا ڏر هوندو هوس ته شاهه کي سندس شاهوڪاريءَ جي ڪل پيئي ته ڇيڻن ۽ ڏولن ۾ پيو ڏهندو.

شڪارپور جي آسودگيءَ جو اندازو هڪ چوڻيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو، جا اسانجي ننڍيءَ وارا ماڻهو ٻڌندي هوندي عام ڄاڻ ٻڌندا هئا. شڪارپور شهر جي قلعي کي اٺ دروازا هوندا هئا، جن نالا هوا لکي در، هزاري در، هاٿي در، خانپوري در، واڳڻڪو در، نوشهرو در، ڪرن در، سوي در. اهي هڪ ۽ نالا اڃا ۾ مشهور آهن ۽ ڪافي حد ديوار ڪٽي اڃا به ڏسڻ ۾ ايندي آهي:

چوڻي مشهور آهي ته:—

لکيءَ لک اپايا — هزاريءَ هڻيان،
هاٿيءَ جي همت سان — خانپوريءَ ڪمان،
سوٽي در سالو ٿيو — نوشهرو ننگون،
ڪرن در ڪوڙو ٿيو — واڳڻڪو ويو.

شڪارپور جو اوچ انگريزي سامي جي سمي ۾ اعليٰ هوو.

هنن ڪانسواءِ ٿيندا هئا جي بلوچي سردارن، زميندارن، سعيدن جون جاگيرون هيون ۽ انهن تي نالو پڻ انهن سردارن جو پوندو هو.

هن ڪري ڏسڻ ۾ ايندو ته سنڌ جي گهڻو ڪري سيني مکيه شهرن جي چوڌاري مٽيءَ جي اوچي ڀت هوندي هئي جا هنن کي قلعي جو روپ ڏيندي هئي. اها اٽڪل ۲۰ فوٽ کن اوچي هوندي هئي. وچ ۾ اوچو منارو هوندو هو جتان ماڻهو قلعي کان ٻاهر جو نظارو ڏسي سگهندا هوا.

جت ۽ ڌنار پنهنجا ڌڻ انهن قلعن جي هيٺان ٻڌندا هئا ۽ پنهنجا جهوپڙا پڻ اتي اڏيندا هئا. ڳوٺن ۾ ڪتن جا ڪٽڪ هوندا هئا جي پوليس جي غير حاضريءَ ۾ چڱو پهرو ڏيندا هئا. ڳوٺن ۾ يا ته جهوپڙيون يا هڪ ڇتي وارا مٽيءَ جا گهر هوندا هئا. شهرن ۾ ٻه ڇتيءَ وارا گهر ڏسڻ ۾ ايندا هئا. هڪ مکيه ڳالهه جا سيني شهرن ۾ ڏسڻ ۾ ايندي هئي، سا هئي، ته هڪ مکيه لنبي گهٽي بازار طور ڪتب ايندي هئي، جنهن جي ڇت، تڏن ۽ ڪاٺ يا بانس جي لڪڙن مان ٺهيل، ٻنهين طرفن جي دڪانن جي مٿان هوندي هئي. گهٽيون سوڙهيون ۽ گنديون، جن ۾ ڇيڻا ۽ لڏ پيل، رستي تي مزي سان ڪتا ويٺل — اهڙو نمونو هوندو هو، جو لڏ وارو اٺ پڻ سولائيءَ سان نه لنگهي سگهي. گهرن ۾ پوري روشني ۽ هوا به نه هوندي هئي. ماڻهو رات جو ڪوٺن تي سمهندا هئا. اسين جيڪي هاڻوڪن سڌريل نمونن تي هريل آهيون تن کي انوقت جون حالتون ڪراهت ڏيندڙ لڳنديون.

هڪ طرف سھڻي خوراساني گھوڙي تي مغرور مسلمانُ اوڇا ڪپڙا پهري، ڊگهي اطلس جي ٽوپي ۽ سوانهري ساڪ هو پوڇڻ ٽڪي، ماڻهن مان رستو ڪندو هو ۽ سنڌي سپاهي ڪيس رستي ڪرڻ ۾ مدد ڪندا هئا. ٻئي طرف وري افغان پٺاڻن ڊگهن وارن سان، جي سندس ڪلهي تائين پيا لڙڪندا هئا ڏسڻ ۾ ايندو هو. سندس اکين ۾ شور ۽ مڪڪمنا هئا ۽ سندس ڳاڙها ڳل حالو هوائن تي پلمل، گرميءَ ۾ ٻهڪندا هئا. پيشين جا سعيد، سھڻا هرالي، قندار جا واپاري، ڊگهن ٻهراڻن ۽ ڪوٽن سان، رنگبرنگي پٽڪا پهريل ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ڊگها پٺاڻ، وڏين ترارين سان، شوخيءَ سان ايندا ويندا هئا. انهن جي وچ ۾ سنڌي مسلمان ۽ غريب وارو واڻيو، نماز ۽ ننڙوع جي موروس، پيا اچ وڃ ڪندا هئا. واڻيو زور ڪري اهڙو ويس ۽ لباس پهريندو هو جنهن ڪري سندس شاهوڪاريءَ جو ڪنهنکي پتو نه پوي. اندر کاٽي پل نه لڪن جو حاوند هجي پر ٻاهران ڏيکاري ڪين ڏيندو، ڇو جو داڻما ڏر هوندو هوس ته شاه ڪي سندس شاهوڪاريءَ جي ڪل پئجي نه وڃي ۽ ڏان ۾ پمو ڏهندو.

شڪارپور جي آسودگيءَ جو تخمينو هڪ ڇوٽيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو، جا اساتجي ٿهيءَ وارا ماڻهو لنديي هوندي عام جام ٻڌندا هئا. شڪارپور شهر جي قلعي کي اٺه دروازا هوندا هئا جنجا نالا هوا لکي در، هزاري در، هاٿي در، خانپوري در، واهگطو در، نوشهرو در، ڪرن در، سويدر. اهي هند ۽ نالا اڃا نه مشهور آهن ۽ قلعي جي ديوار ڪٿي ڪٿي اڃا به ڏسڻ ۾ ايندي آهي:

ڇوٽي مشهور آهي ته:-

لکيءَ لک اپجايا — هزاريءَ هيبان،
هاٿيءَ جي همت سان — خانپوريءَ ڪيبان،
سوديدر ساڻو ٿيو — نوشهرو نڱون،
ڪرن در ڪوڙو ٿيو — واهگطو ويو،

شڪارپور جو اوچ انگريزي ساميءَ جي سمي ۾ اعليٰ هو.

جو تالو سڀني هند ۽ سنڌ جي چوڌاري ملڪن ۾ بکيل هو. سيوهڻ ۾ زاهد فقير ۽ پينو جوڳيا هئا. هنن سان گڏ ڪچريون ۽ ونشائون پڻ جوڳيون هيون. هيءَ سيوستان ضلعي جو مکيه شهر هو. گرمي ۽ گند کان مشهور هو.

لاڙڪاڻو سيوهڻ کان پري هڪ ڪشادو شهر هو، جنهن جي آدمشماري اٽڪل ٥ هزار هئي. سنڌ جي پلن ٽڪرن مان لاڙڪاڻي جو ضلعو پڻ هو، جنهنجو مکيه شهر لاڙڪاڻو هو. لاڙڪاڻي جو اوج ڪنهن وقت بلين بلين هو.

شيرپور اپرسنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. ١٦ ميلن جي مفاصلي تي ڏيجيءَ جو ڪوٽ هو.

روهڙي سنڌوءَ جي مٿان سنو شهر هو. ڪنهن وقت هيءَ وڏو شهر هو ۽ واپار ڪري مشهور هو. سنتن سادن ۽ پيرن فقيرن کان هي استان مشهور هو. زنده پير نسبت اها روايت ان وقت پڻ مشهور هئي ته پلو به مونڻ وقت پنهنجو پيچ ڏانهس نه ڪندو آهي.

روهڙيءَ جي سامهون بکر جو قلعو ۽ اولهه جي ڪپ تي سکر جو مشهور شهر هوا. سکر ۽ روهڙي بلڪل رمڻيڪ استان هئا. سکر، روهڙي ۽ بکر مسلمانن لاءِ پوتر استان ليکيا ويندا هئا.

شڪارپور سڀني سنڌ لاءِ وڏو واپار جو هنڌ هو. ان جي آدمشماري حيدرآباد جيڏي هئي. اٽڪل ٣٥ هزار ماڻهو اتي رهندا هئا. واپار جي لحاظ کان انجي بلڪل گهڻي اهميت هئي. سندس صراف سموري وچ ايشيا ۽ ٻين ملڪن تي پنهنجو اثر وجهندا هئا. قندار ڏانهن هتان سڌو رستو ويندو هو. سندس چوڌاري هڪ ديوار هوندي هئي، جا گرد ۾ اٽڪل ٣ ميل ٿيندي. بزار اڌ ميل ڊگهي هئي، جتي سينٽرل ايشيا ۽ اوير ۽ اولهه هندستان جا واپاري ايندا هئا. چئين پاسي ڍاري بزار زور ونندي هئي. گهٽ ۽ اُتندڙ دز ۾ ڪر ٿيندو هو. بزار ڏسڻ وٽان هئي.

ٺٽو جو ڪنهن وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ واپار ۽ آڏاڻن
جي هنر ڪري مشهور هو، سو ھ آهستي آهستي زوال ۾ ويو.
ڪنهن وقت ته ٽيهه هزار آڏاڻا اتي هلندا هئا ۽ آدم پڻ اسي هزار جو
جو ٿيو، گهٽجي وڃي اٺ هزار ٿيو. سنڌو نديءَ پنهنجي موج ۾ لٿي
۽ اتي آسپاس وارن ٽڪرن ۾ ٻوڙ ٻوڙان لڳائيندي هئي، جنهن
ڪري گهرن جي پڙه ۽ بناد سرن يا ٻي ڪنهن سخت شيءَ جا
ٺهندا هئا. ٺٽو گهڻو وقت سنڌ جو تخت گاه هو ۽ مغلن جي زماني
۾ جيڪي شهنشاه پاران عملدار ايندا هئا، سي اتي رهندا هئا.

ڏيلٽا ۾ وڪر ٽالي، هڄاموريءَ جي منهن وٽ هڪ بندر هو،
جنهن جو آدم هڪ هزار هو. هن جي اهميت اها هئي جو ڪجهه
وقت سال ۾ اتان مال سڌو سنڌو نديءَ رستي وڃي سگهندو هو.

حيدرآباد ڪلهوڙن جو ٺهرايل، وقت جو تخت گاه هو. ان جي
چوڌاري هڪ اوچو ۽ پڪسرل قلعو هو ۽ ٽڪريءَ جي اتاهينءَ تي
ڏيڍ ميل ڪن لمبي بازار هئي. ساموندي هوائن ۽ سندس مرڪزي
استان، حيدرآباد کي اهميت ني ڏني. قلبلي قلعي جي پٺن هسان
ٽي وهي ۽ پريان وري سنڌو درياهه هو. جهوني نيرون ڪوٽ
واري هنڌ تي غلام شاه ڪلهوڙي هيءُ شهر ٻڌو. قلعي ۾ امير ۽
انهن جا ڪٽنب رهندا هئا. حيدرآباد جو قلعو ايشيائي جنگي فن
موجب، هڪ زبردست قلعو هو، جنهڪي توڙي اندر وجهڻ محال هو.

حيدرآباد جي اوير ڏي ميرپور جو شهر هو، جو ٽالپر ڏهراڻي
جو مضبوط هنڌ هو. ٻئي ٻي طرف امرڪوٽ جو شهر هو،
جتي اڪبر بادشاهه جو جنم ٿيو هو. ماڻهو سمجهندا هئا ته ڪلهوڙن
۽ ٽالپرن جي ڪني ڪمل ملڪيت، سون وغيره اتي ئي آهي.

سيوهڻ جي مشهور شهر کي پڻ هڪ ڪهنو قلعو هو. سيوهڻ
جي قلعي کي فوجي اهميت هئي. سنڌو نديءَ دواران مسافري
ڪرڻ لاءِ سيوهڻ ڪان رستو هو. زاهد مسلمانن لاءِ هيءُ هڪ زيارت
جو شهر هو، جو جو مست قلندر جي هتي تربت آهي. لعل شهباز

سنڌ جا ان وقت ۾ پاڳا هئا - لاڙ ۽ سرو. سرو يعني اُتر سنڌ؛ سيوهڻ کان بهاولپور جي سرحد تائين تي لڳو ۽ لاڙ، وري سيوهڻ کان سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا سوڌو. سمنڊ تائين. هرهڪ ٽڪر کي پنهنجي گادي هوندي هئي ۽ هرهڪ ٽڪر وري ضلعن ۾ وراهيل هو. حيدرآباد ۽ خيرپور ٻن ٽڪرن جون گاديون هيون.

سنڌ جا مکيه شهر ان وقت هئا - ڪراچي، ڪروڪولا، ٺٽو، وڪر، حيدرآباد، ميرپور، امرڪوٽ، سيوهڻ، لاڙڪاڻو، خيرپور، سکر، روهڙي ۽ شڪارپور ۽ ٽنبا.

ڊيلٽا جي وچهو هئا - ڪراچي ۽ ٺٽو.

ڪراچيءَ جو بيان ان وقت جي سيلانين موجب دل ڇڪيندڙ ڪونهي. جن چيتن ماڙيوالا جي تاريخي مضمون ۾ ڪراچي موهل جو بيان پڙهيو هوندو، انهن کي عجب لڳندو ته ڪراچيءَ ۾ فقط ۸ هزار آدم هو. شهر گندو هو، سندس اهميت اها هئي، جو سنڌ جو اهوئي بندر هو. لشڪر جي اتي ڇاوڻي هئي. سنڌ ۾ بمبئي ۽ گجرات جون سڀ شيون اتي ايندڙيون هيون. ڪراچيءَ جو واپار ڪڇ، ڪاٺياواڙ، بمبئي ملبار ڪناري، زنزيبار ۽ بندر عباس سان هو. هاڻوڪي ڪراچي جاڻن جي راءِ موجب ڪروڪولا جو ٽڪر هو، جو ڪڪرالا ضلعي ۾ هو. هتان مسيدونيا جو شهنشاهه ٽارسيس (Nearchus) پنهنجو دريائي لشڪر وٺي مڪران ۽ ايران ويو هو.

ڪراچي ۽ ٺٽي جي وچ ۾ سٽر ميلن جو مفاصلو هو، جن مان ۴۰ ميلن تي ته پاڻيءَ جو تالو ٻه نه هو. واپاري هيءُ رستو گهڻو ڪتب نه آڻيندا هئا. خشڪ موسم ۾ اهو رستو ڪم ايندو هو ۽ اُنهه گاڏيون اتان هلنديون هيون. سکيءَ جي رستي شڪارپور ڀهچڻ تائين ۲۰-۲۵ ڏينهن لڳندا هئا. ڪراچيءَ کان حيدرآباد تائين سکيءَ رستي ۱۰۰ ميلن جو مفاصلو هو.

# سنڌ - اندري آرٿڪ ۽ سياسي اوسٿا

ساميءَ جي وقت جو سنڌ جو احوال ان وقت جي ٻرڊ ٻهي ميلا ئين جهڙوڪ پاسٽن (Postans) وغيره جي لکيل ڪتابن مان ٻوي ٿو. اسين ڪنهن ڪويءَ جي ڪوتا جو اڀياس ڪريون ان سان گڏ ضروري آهي ته وقت جي حالتن جو احساس هجي ۽ ڇو جو ان وقت جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، عادتون ۽ نمونا، حڪومت ۽ تهذيب خود شاعر جي حالتن ۽ انهيءَ سندس من تي اثر، شعر ۾ ڪتب آندل تشبيهون ۽ ٻي جاءِ، تنهنتي جني روشني وجهن ٿيون. اهڙين حالتن هيٺ شاعر جو من ڪٿي ٿي وسيو، ڪيئن انهن حالتن ڪيس ناهيو ۽ پنهنجي شعر دوارا انهن حالتن تي ڪهڙو اثر وڌائين، اهي ڳالهيون بعضي بعضي شعر مان ظاهر ٿبنديون آهن. شاهه جي شعر مان وڻجارن جا سامونڊي سفر، سخي حاڪمن جي سخا، ٿر جي ماڻهن جون ريتيون رسمون ۽ حالتون، سندس سفر ۽ ٻيون اهڙيون ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون.

اسين جيڪي تازو سنڌ ڇڏي آيا آهيون، سي سمجهون ٿا ته ساميءَ جي وقت ۾ پڻ سنڌ اهڙين هوندي. شڪارپوري ساميءَ جو جنم استان شڪارپور جاڻي اهي ئي حالتون تصور ڪندا، جي سندن وقت ۾ هيون، پر ائين نه هو.

سامي صاحب، جنهن متي ڄاڻايو ويو آهي ته عيسوي سن ١٧٣٠ع ۾ ڄائو هو ۽ سن ١٨٥٠ع ۾ هيءَ انساني جامو ڇڏيائين. هيءَ اهو سمو هو جنهن ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو سنڌ تي راڄ هو. سن ١٧٣٦ع ۾ نور محمد ڪلهوڙو حاڪم ٿيو. سن ١٧٤٠ع ۾ نادرشاهه سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ڏهه سال پوءِ يعني سن ١٨٥٠ع ۾ سنڌ افغانن جي تابع ٿي، ۽ سن ١٧٨٦ع ۾ ٽالپرن ڪلهوڙن کي سوڀ پاتي ۽ وري سن ١٨٤٣ع ۾ سنڌ انگريزن جي هٿ هيٺ آئي.

تيو. جنهن ٽڪاڻي جو ڏس مليو هو اتي پڄا ڪئي. استان جي
مهنت ڇيو ته اهو ساڌو ڪي ڏينهن هت اچي رهيو هو، پر پوءِ
وري لاڙڪاڻي هليو ويو، سلوڪ ساڻ هئس. ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته
جنهن استان تي هُو وڃي رهيو تنهنکي ڪجهه وقت ٿيو ته باه لڳي
هئي. خبر ناهي ته اهي سلوڪ ڪيڏن تيا. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪجهه
سنسو آهي. متان سڙي نه ويا هجن. اهو حال ٻڌي ٻئي ڄڻا
شڪارپور آياسين. لاڙڪاڻي وڃڻ جي ڪانه ڪئي. شڪارپور ۾
ڀائي گهنشامداس ڀائي ڪاشيداس کي ايترو سو ڇيو هو ته ڪيترو
به خرچ ٿي وڃي پرواه ناهي، هڪ ڀيرو اهي سلوڪ هٿ ڪري
پوٿيءَ تي چاڙهائجن. ڀائي گهنشامداس امرتسر ڏانهن هليو ويو.
سلوڪن بابت سو نراس ٿيو. سنڌس چوڻ هو ته اهي ڇڪيون
اٽڪل ٥ سير ڪن تور ۾ هيون. ڪجهه ورهيه ٿيندا ته ڀائي گنگارام
روهڙيءَ واري لاڙڪاڻي هرمندر مان چوڏهان سؤ ڪن سلوڪ هٿ
ڪري ڇپايا. اهي شايد انهن مان هجن جيڪي هُو ساڌو امرتسر
مان ڪڍي ويو هو. خبر ناهي اها ڳالهه ڪيتري قدر سچي آهي.
شڪارپور مان وڃي ڀائي گهنشامداس ٻن سالن کان پوءِ امرتسر
۾ سنبت ١٩٣٩ ۾ اٽڪل ٧٢ ورهين جي عمر ۾ ديه ڇڏي. کيس
ٻه پٽ هئا - هڪ جيرامداس جنهنجو پٽ چيتارام، انجو من ٽڪاڻي
نه هو. ٻيو ٻال مڪند جنهنجو پٽ بدري داس هاڻي بمبئي ۾ آهي.
مان هڪ ڀيرو چيتارام سان امرتسر ۾ مليو هوس. ونس پوٿيون رکيل
هيون - گهريون مانس پر نه ڏنائين. ڀانئجي ٿو ته ڀائي چنراء جي
ٻاڻي ڪجهه ٻي به رچيل آهي. پورو پتو ڪونه ٿو پوي. هڪ
پوٿي مونکي ان جي گهران هٿ لڳي جا شبدن جي آهي. ڀائي
چيتارام جا پٽ هينئر ڪراچيءَ ۾ دلاليءَ جو ڪم ڪندا آهن جي
گهنشامداس جا پرپوٽا آهن."

ڪرايو. ڀائي گهنشامداس چوي ٿو ته جڏهن اسين الدو سرير ڪٽڻ ڪاڻ ويا سين، تڏهن سڀني کي اوم شبد جي ڌني ٻڌڻ ۾ آئي.

ڀائي چترا، جي چالاڻي بعد پنس گهنشامداس جڪي سلوڪن جون چٽڪيون مٽ ۾ ٻيل هيون، سي هڪ ساڌوءَ کي ڏنيون ته وڃي بوليءَ تي چاڙهي ۽ پنهنجي دستي ڪاڻ ٻڻ هڪ سبت ڏاڍهن شڪارپور ۾ ڇپي لکي ڏياريس. ڪجهه وقت ته هن ساڌوءَ جو ڪو به پتو ڪونه پيو. سمت ١٩٣٦، عيسوي سنه ١٧٧٩ ۾ ڀائي گهنشامداس ڪنهن ڪم سانگي شڪارپور آيو ۽ انهيءَ ساڌوءَ جي ڳولا ڪرڻ لڳو. ڀائي نارائڻداس جو چوڻ آهي ته سندس عمر انهيءَ وقت ١٧ ورهيه ڪن هئي. اهو احوال ڀائي نارائڻداس جي اکرن ۾ ڏجي ٿو:

”مان ڀائي گهنشامداس ساڻ جڏهن عمر انهيءَ وقت اٽڪل ٧٠ ورهيه ڪن هئي گڏجي ڀائي ڪاشيداس، ڀائي گرداس صاحب جي گديءَ واري وٽ ويا سين. تنهن ڪاشيداس ڀائي گهنشامداس کي ڏسي ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ جڏهن ساڌوءَ امرلسر مان چٽڪيون آندل هيون، تنهنجي لاءِ گهنشامداس پڇا ڪيس ته پتو ڪٿي پيو؟ پوءِ جڏهن شاهوڪار ڏي پني لاءِ ڇپي لکي هٿائين آيا، ان وهين مان سنمت جو تالو هلي ڪڍيائين، تڏهن ڀائي ڪاشيداس پڇا ڳاڇا ڪري هڪڙي پتو ڏنو ته اهو ساڌو سيويدر جي پرسان حضوريءَ جي ٽڪاڻي ۾ رهندو هو. اهو ٻڌي ڪري اوڏانهين تلاش ڪرڻ هليو. ٽڪاڻي وارو سنمت تمام ٻرڏ اوستا جو هو، سو پنهنجي پريتوان جي پٽ گهنشامداس کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ سندس جڳيءَ طرح آدر ڀاءُ ڪيائين. ڪانئس انهيءَ ساڌوءَ بابت جڏهن پڇا ٿي ته هن ورائي ڏني ته بيشڪ اهو ساڌو جيڪو امرلسر کان لوهان وٺان اهي سلوڪ ڪٽي آيو هو سو ڪجهه ڏينهن هت اچي رهيو هو، پر هتان وري ٽڙهي پاسين ڏانهن روانو ٿي ويو. ڀائي گهنشامداس مونکي ساڻ وٺي ٽڙهي پاسين ڏانهن روانو

ڏانهن استريءَ سميت روانو ٿيو. موٽندي، اچي امرتسر رهيو.

هيءَ ايڪيهه سؤ سلوڪ سامي صاحب جا شروعاتي سلوڪ آهن، جي هن سنڌ ۾ چيا. اهي ئي گهڻو ڪري سنڌ نواسين کي ورثي ۾ مليا آهن.

امرتسر ۾ رهي هن وڏ يڪ سلوڪ لکيا ۽ اهي پڻ پنن جي چٽڪين تي لکي مٽ ۾ وجهندو ويندو هو. هتي هن جي هڪ اوڌوت مهاتما سان ڏيٺ ٿي، جنهنجو مٽس ڏاڍو پيار ٿي ويو. ڀائي ناراڻداس جو چوڻ آهي ته جڏهن چينراء ۸۰ ورهين جو ٿيو، تڏهن خيال ٿيس ته پڇاڙيءَ جا ڏينهن وڃي شڪارپور ڪاٽيان. انوقت تائين کيس اولاد ڪو نه هو. سندس استري پڻ پرڙ اوستا جي هئي. جڏهن مهاتما سان شڪارپور وڃڻ جي ڳالهه ڪيائين، تڏهن مهاتما چيس ته اوهان کي اولاد ٿيندو. آخر اتي رهي پيو. سنبت ۱۸۶۷، عيسوي سنه ۱۸۱۰ ۾ هڪ پٽ ڄايس، جنهنجو نالو گهنشامداس رکيائين. گهنشامداس اهي سلوڪن جون چٽڪيون سانڍيندو ويندو هو. امرتسر ۾ چينراء سک گرن جي باڻيءَ مان ڀليءَ پت واقف ٿيو. سندس پوين سلوڪن ۾ ان واڻيءَ جو اثر ظاهر آهي. گهنشامداس پنهنجي پيءَ کي چوندو هو ته اهي سلوڪ ڪنهن کان لکرائي باقاعدي ڪتاب ٺهرائجي ۾ هوُ چوندو هوس ته پاڻهين ڪو سنڌ جو ساڌو اهي سلوڪ وٺي وڃي پوٿي ٺاهيندو.

چينراء صاحب جو چالاڻو سنبت ۱۹۰۷، عيسوي سنه ۱۸۵۰ ۾ ٿيو. ان وقت سندس عمر ۱۲۰ ورهيه هئي. گهنشامداس ان وقت ۴۰ ورهين جو هو.

چالاڻي وقت ساڌو سنت جي هن جا ساٿي هوا، تن چيو ته ڀائي مهاتما هو، تنهنڪري اسين سندس ڪريا ڪرم ساڌن وانگر ڪنداسين، ۽ شڪارپوري پنچايت ..اها ڳالهه نه مڃي، آخر ڪريا ڪرم لوڪ ريتيءَ موجب پاڻ

ٻڌيل، ويدانت ۽ ڪاويه جو چڱو ڄاڻو هو. چين راءِ سنڌس سنگ
۾ اهي علم مڇهانئس پڙهايا. گرمکي اکر ته هو نه ٿي ڄاڻندو هو.

ڏاڏي جي وهنوار ڪان چين راءِ، پاڻي گنگارام ٽنڊو ملاڻي وارن
وٽ ڪماشتي جو ڪم ڪندو هو ۽ ڏيري غازي خان ۾ شاهن جي
ٻاران، ٻئي، ٽئين سال، سال اڌ لاءِ ويندو هو. ڪم ڪار لاهي
وهنون آئي شاهن جي اڳيون رکندو هو ۽ هو جهڙڪي ته خوشيءَ
سان ڪمس ڏيندا هوا، ان لئي شڪر ڪري پنهنجي ۽ پنهنجي
ڪٽنب جي اڌ پورنا ڪندو هو. گهڻو وقت منگهراج جي سنگ
۾ گذاريندو هو. ناراڻداس سراڳي، جنهن جو ٽڪاڻو شڪارپور ۾
هوندو هو، سو سنڌس ستسنگي هو. ستسنگ ۾ هن نه فقط
ويدانت جو ابياس ڪيو ۽ گيتا، ڀاڳوت، يوگ سوترن ۽ اپنشدن
جي امرت واڻيءَ مان ٻڪرن پيتيون، پر سنڌ جي سنتن ۽ صوفين
جهڙوڪ: شاهه صاحب، سچل سرمست، روحل فقير، پاڻي آسو،
نجمه، لڌمه، مگڙ، پٽي، بادل ۽ بالي وغيره جي باڻين مان
ٻڌ واقف ٿيو. انهن جا ٻيمه سنڌس سلوڪن ۾ اسانکي ملن ٿا جي
ڌار ڪري ڏيکاريا ويا آهن جن جو حوالو "سنڌي شعر جي
نموني" واري باب ۾ ڏنو ويو آهي. سلوڪن جي ٻولي ٻڌ
ڏيکاري ٿي ته جيتوڻيڪ سنڌس هندي ۽ سنسڪرت ابياس
لڌل آهي ته به مٿس ان وقت جي سادن سنتن جي ٻاڻيءَ جو جڳو
اثر پيو آهي.

اٽڪل ڏهه سال ساندهه پنهنجي گروءَ منگهراج جي سنگ ۾
رهي ۽ ڄڃبوءَ ابياس ڪيائين. چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ ويراڳ
وٺي ڏاڏي سلوڪ چوڻ لڳو جي ٻن جي جنڪين لئي لکي مت
۾ وجهندو ويو. انهن جو تعداد ٢١ سو کن آهي. اهي گرمکي اکرن
۾ لکيا ويا جي [illegible] گرمکي اکرن ۾ پوٿيءَ لئي چڙهي ويا.

[illegible] ۾ پڻ پنهنجي گروءَ کي عزت ڏيڻ لاءِ شاعرانو
تخلص ۽ [illegible] "منگيو" ڄاڻايو آهي. انهيءَ ڪانيوءَ ٽيرٿن

لکندي ساڳيون مثيون. تاريخون دهرايون .آهن ۽ سامي صاحب جي عمر هڪ سوَ اٺ سال ٺهرائي آهي.

منهنجي خيال موجب هنن سيني ودوانن ديوان کوڙيمل چندنمل جي اختياريءَ تي مٿيون تاريخون ڏنيون آهن.

شري مولچند گياني کوٺيا وارو جنهن ساميءَ جا ٢١ سوَ سلوڪ ٻن ڀاڱن ۾ ڇپايا. تنهن سامي صاحب جو جيون چرتر ڀائي نارائڻداس شڪارپوري صراف جي اختياريءَ تي ڏنو آهي، جو ساڌس گڏ کوٺيا ۾ رهندو هو. ڀائي نارائڻداس شڪارپوري ڀائي چئنراء جي برادريءَ مان هو جنهنجو ڀائي چئنراء جي پٽ گهنشامداس سان گهرو رستو هو. هن جيڪو احوال کيس ڏنو هو سو سڀ ڀائي گهنشامداس کيس ٻڌايو هو، انڪري اهو احوال مونکي وڌيڪ معتبر ۽ وسهڻ جوڳو لڳي ٿو.

هن جو چوڻ آهي ته ”ڀائي چئنراء ڏتاراماڻي لنبد شڪارپوريءَ جو جنم اٽڪل سنبت ١٧٨٧ ڌاري ٿيو هو...... سندس چالاڻو ١٢٠ ورهين جي ڄمار ۾ اٽڪل سنبت ١٩٠٧ ۾ ٿيو جڏهن گهنشامداس اٽڪل ٤٠ ورهين کن جو هو.

سندس گهر ننڍي بازار ۾ جڳل ڀياري ٽانڻ جي سامهون هو جو ڀائي گهنشامداس آخر نيڪال ڪري ڇڏيو ۽ جو سندس رهڻ گهڻو ڪري امرتسر ۾ ٿيندو هو. ننڍي وهيءَ کان وٺي چئنراء جي چت جو لاڙو ڌرم ۽ ساڌ سنگت ڏي هوندو هو. پڻس ٻچومل آسودو ۽ ڌن وارو واپاري هو. چئنراء دنيا جي سکن هوندي به پنهنجو سمورو ڌيان ودياجي اڀياس ڪرڻ ۽ ساڌ سنگت جي رس چکڻ ڪي ڏنو. خوش نصيبان هنکي ڀائي مينگهراج، جنهنکي سامي مينگهراج به چوندا هوا، تنهنجو سنگ ٿيو. سامي مينگهراج برهمڻ، اصل بهاولپور جي علائقه ۾ احمدپور شهر جو وينل هو ۽ شڪارپور ۾ اچي هاٿي در وٽ هيمنداس برهمڻ جي مڙهيءَ ۾ رهيو. کيس ماڻهو منگت رام جي ٽالي سان ٻڌ سڏيندا هوا. هو سنسڪرت

جنم جي تاريخ :- پروفيسر جيٺمل پرسرام، ڪوڙومل
”ساميءَ جا چونڊ
ڪتاب، ساهتيه منڊل پاران ڇپايل
ي ... لکندي، جنم جي تاريخ واري
ي ... ساميءَ جو جيون چرتر ... تاريخ نسبت نه ڪجهه
ڪ“ ۾ ساميءَ جو جيون چرتر
ى هيٺ لکيو ته ”سنڌس جنم جي تاريخ نسبت ۱۸۰۰ (۱۷۴۳ع) ۾
د پيو پائجي، پر ممڪن آهي ته هو سنبت ۱۸۰۰ (۱۷۴۳ع) ۾
يدا ٿيو ۽ سنبت ۱۹۰۷ (۱۸۵۰ع) ۾ گذر ڪري ويو. سنڌس
عمر ڪير ڪان نه وڏي ڇڪي“.
ديوان ڪوڙومل چندنمل کلناڻي ان نسبت هيٺينءَ طرح لکي:
”ڪي ماڻهو چوندا ته هئي (ياني جڻراء) عمر ٦٥ ورهيه هئي. پر اها
ڳالهه وسهڻ جهڙي نه آهي. گهڻن ماڻهن جو چوڻ آهي ته جڏهن هن
سرير ڇڏيو تڏهن هئي ڏاڍي وڏ اوستا هئي. سنڌس
چالاڻي کي ۳۵ کن ورهيه ٿيندا. سنڌس پٽ گهنشامداس جهنڪي
مئي نه ٿي ورهيه ٿيا سو ۳۵ کن ورهين جو هو ۽ چوندا ته اهو
پت ۷۰-۸۰ ورهين جي ڄمار ۾ چالو هوس ۽ لنهنڪري پائجي
او ته ياني جڻراء جي عمر ۱۰۰ ورهين کان مٿي هئي. ڏسجي ٿو
ته سنبت ۱۸۰۰ ڌاري هنجو جنم ٿيو ۽ هنجو چالاڻو سنبت ۱۹۰۷
ڌاري ٿيو.“
”سنڌ جي ادبي تاريخ“ ۾ (برٽش حڪومت کان اڳ) جو
ڪتاب سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ حيدرآباد وارن سال ۱۹۳۱ع
جونئون ڪتاب ڪري ڇپايو آهي، مسٽر محمد صديق ميمڻ جو لکيل
”سامي صاحب ۱۷۴۳ع ۾ ڄائو هو، جڏهن ڪلهوڙن جي حڪومت
سنڌ ۾ هئي. هو ٽالپرن جي صاحبيءَ وارو سمورو عرصو حياتي
۽ ڏهه ستن سالن جي عمر ۾ ۱۸۵۰ع ۾ چالاڻو ڪيائين.“
انگريزي ڪتاب ”سانگ آف دي سپرٽ“ جو ڪ
انگريزي ڪولا ۾ شالتي. ايل. شهاڻيءَ لکيو آهي ۽ جنهن
مياڳ سنڌ جي پرسنڌ فيلسوف ۽ ڪرشن پڪت، ساڌو واسواڻي
لکيو آهي، اهو پروفيسر لیرواڻيءَ سامي صاحب جي جيون

# سامي صاحب جو جيون چريتر

پورب ۾ ۽ سو به خاص ڪري هندستان ۾ ساڌن ۽ سنتن جون جيون ڪهاڻيون گهڻو ڪري غيب جي پردي ۾ رهيون آهن. اسان سندن سکيائن ۽ موج ۽ مستيءَ ۾ چيل ڪلام يا شعر کي سندن ٻاهرين حياتيءَ کان وڌيڪ اهميت ڏني آهي.

سنڌ جي سنتن ۽ فقيرن سان به مٿيان ويچار برابر لڳي اچنٿا. شاه صاحب جي عمر نسبت به انومان ڪيا ويندا. سندس صحيح جنم جي تاريخ نٿي ملي. سندس وفات جي تاريخ ۽ سال هڪ عربي لکيت مان ڪڍيائون جا تحفة الڪرام ۾ لکيل آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ودوانن شاه صاحب جي مريدن ۽ فقيرن کان جدا جدا خبرون ۽ ڳالهيون گڏ ڪري سوانح عمري ڇپائي ظاهر ڪئي آهي. سندس ڪلام به منشين لکيو، ڇو جو اهو سمورو مستيءَ جي حالت ۾ چيو ويو. چوندڙ مستيءَ ۾ ته ٻڌندڙ سندس مريد ۽ فقير به مستيءَ ۾.

سچل سرمست جي به جنم جي تاريخ جو پتو ڪونهي، گرچ سندس جنم جي سال جو آهي. سندس ديهانت جي تاريخ ۽ سال معلوم آهن. سندس مستيءَ وارو ڪلام مشهور آهي. شاه جا نيشان پٽ تي ته سچل جون يادگيريون درازن ۾ تازيون آهن.

سامي صاحب جي حالت نرالي آهي. هنجا نه ڪي مريد ٿيا نه فقير ڇڏيائين. نه شاه وانگر پٽ وسايائين، نه سچل وانگي درازن کسي سرسبز ڪيائين. سندس ڏيرو ۽ آستانو ساڌ سنگت ۽ گروجيءَ جي چرنن جي رج هوا! سندس حياتيءَ جو اڪري پروسي جهڙو احوال ملڻ جان تان وڌيڪ مشڪل بڻجيو پوي. جيڪو پروسي جو احوال مليو آهي سو هيٺ ڏجي ٿو.

سامي صاحب، جنهنجو اصلوڪو نالو پائي چئنرام ٻچومل ڏتاراڻي هو سو ذات جو لنڊ هو ۽ شڪارپور سنڌ ۾ ڄائو هو. سندس جنم جي تاريخ نسبت جدا جدا احوال آيل آهن.

۾ مديءَ کان جيل آهي، 'تو منجهه تنهنجو آهي رام' ويساسن ۽ ساڌنن واکو ڪري چئو آهي سڀ ڪنهن ديس ۾ (The Kingdom of God is within you)—(ايشور جي راڄڌاني تو ۾ آهي) ٻاهر نه آهي، سو وگياني پنهنجي حساب ۽ پنهنجن تجربن سان ثابت ڪري ڏيکاريندا.

ديوان ڏيارام گدومل، پروفيسر جيٺمل پرسرام، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، ۽ پروفيسر لالواڻي جي سمجهاڻي ڪانپوءِ مون لاءِ ساميءَ جي شلوڪن جي اُپٽاڻ ڪرڻ اجائي ٿيندي ۽ سار ڏيڻ يا ارٿ ڪرڻ بي معنيٰ ٿيندو. منهنجي ڪوشش هنن چند صفحن ۾ هيءَ ٿي رهي آهي ته اسانجا سنڌي ڀائر ۽ ڀينرون ساميءَ جو پورو قدر ڪن ۽ سڃاڻن ته هو هڪ مهاڄاڳرلي دؤر جو پويون سنت-شاعر هو، ۽ تورو غور ڪن ته پڇمي وگيان ۽ اوزارن ۽ سکيا ۽ جوڙجڪ جي زمانيءَ کان اڳ هڪ سنڌي سادُ ۽ ويساسيءَ صرف گوروءَ جي ڪيان، ڪريا ۽ ويدانت جي ابياس سان ڪيئن آتم گيان پاتو ۽ اُنهيءَ جو رس سنڌي لوڪن کي چکايو.

٢٥ مئي ١٩٥٥ع

لالسنگهه اجواڻي

ستگرو پرسن تي ڪرپا ڪري انهن اهو درشن ڏنو ۽ جنم جنم جو تنل ڪوٽ ٽري. ✓

اساڻي هوندي هوندي وگيانين حيرت جهڙيون ڪوجنائون ڪيون آهن، پر سڀ کان حيرت جهڙي کوجنا اها آهي ته سرشٽيءَ ۾ خالي هڪڙي وستو آهي ۽ ٻيو نه جڙ ۽ چيتن ۾ الدريون فرق ڪونهي، فقط آڪار جو ڀرم آهي. اڳي وگياني چوندا هئا ته سرشٽي ٺهيل آهي ڪن تتون جي، ڪن جزون جي، اڳي سون ۽ مٽي جي تتو يا جزي کي علحدو سمجهندا هئا. پر هينئر وگيانين کي سڌ آهي ته پٿر پر، ڪوئلي پر، سون پر ۽ ڪاٺ پر... ڪو به فرق ڪونهي. "چيٽيءَ ۽ ڪنهڙ پر سمر ڏسن پگوان." الدرين ته جي لحاظ ڪري سڀ چيزون هڪ آهن، هڪڙي شيءِ جو روپ يا هڪڙي جوت جو پرڪاش آهن. اها انوکي وستو هڪ ناٽڪا وانگيان پيئي نچي؛ جڏهن ناچ جو قدم هن پاسي ٿئي ته سون جو اظهار ٿئي، هن پاسي ٿئي ته ڪاٺ ڏسڻ پر اچي...... ڪي وڏا وگياني پڇڻ لڳا آهن ته سنسار جون چيزون ڪنهن حسابدان جي مغز مان نڪتل آهن ڇا، يا ڪنهن ناچوءَ جو ناچ آهن ڇا؟ سامي کان پڇن ته هو هننکي ٻڌائي ته هي اڻ هوندي بازي آهي بازيگر جي. انهيءَ ڳالهه پر وگياني سامي کي جيڪر ها ڪن، پر جڏهن سامي وري چوين ته اهو بازيگر ڪو تو مون کان پري نه آهي، هنجو نڪاٽو اسان پرئي آهي، اسانکي ڀرم آهي ته هو اسان کان دور آهي، ته جيڪر اها ڳالهه ڪداچت نه قبولين. سندن کوجنائون انهيءَ حد تائين نه پهتيون آهن. پر وڏو ڀرم ته جڙ هڪ چيتن ٻيو هاڻي لهي ويو آهي. آئنسٽين جي جدول جڙ-چيتن ڀيد جو خاتمو ڪري ڇڏيو، ۽ ساڳئي وقت ائٽمڪ بر گولي جو ڀايو وجهي سڄي آدم ذات کي هراس پر وجهي ڇڏيو آهي. ڪو وقت ايندو جو وگياني تجربو ڪري ثابت ڪري ڏيکاريندا ته اهو جڙ-چيتن سڀ آتما پرئي آهي، آتما جوئي ڪرشمو آهي، ۽ جيڪي پارليم سنسڪرتي

۽ ٿا سرگردان ٿيون سو اسانجي ئي اندر ۾ آهي ڏٺهن وقت پرم آنند
جا ڀاڳي ٿيندا سين ۽ دئي ۽ دويش، ڪلپت ۽ ڪلپنا، سڙڻ ۽ ڪامڻ،
ڪان رهت ٿي هر ڪنهن ۾ برهم ڏسندا سين، برهم ٻسندا سين، برهم
۾ لنو ٿيڻ ٿيندا سين:

ســامي گنبر ۾ گنبر، ٿنهن ۾ گهر اگهر ٿي،
من ٻڌ واڻيءَ ڪون، ڀري نرمل اگوچر
ٻسران پيارو ســب ۾، ســدائين سمتر،
اڄڙو ٻد امر، گروءَ لکايو ڳجهه ســان.

سامي‌ءَ جي تروڙت پينو تتير جي نہ آهي ۾ شاهن جي شاهہ جي
آهي، جنهن وٽ ڪا ڪمي نہ هجي، ڪا چاهنا نہ هجي. ويدڪ
رشين وانگر سامي کي آتم گيان دواران اهو ڄڙور پيئي جا اڄ جي
وگيانين کي هزارين تجربن ۽ حوڳ، ڀڃائڻ ڪانپوءِ بہ مشڪل پيئي
آهي: هيءَ ساري سرشٽي اڻ هوندي بازي آهي، بازيگر ڪريو
آهي، اوديا ڪري آسٽ کي سٽ سمجهي دکي ٿي رهيا آهيون،
پر جنهن وقت ستگروءَ جي مهر سان اوديا دور ٿي من جا وڪار
ڪڍي ألهيءَ بازيگر، انهيءَ لٽ ڏاري سان پرپر ڪيوسين ۽ سندس
درشن ڪيوسين نہ پوءِ جيو آتما پرماتما ۾ لئي ٿي ويندي، سڄ
جو ترورڙو سڄ ۾ ٻهجي ويندو، پاڻيءَ جو قطرو مهاساگر ۾ ڳر ٿي
ويندو، ۽ نہ رهندو مان نہ ٿون، فقط هو، برهم، ايڪو برهم. سپني
۾ آسٽ کي سٽ سمجهي وهون ٿا ۽ اک پٽجي ٿي نہ سمجهون ٿا
پرم هو، ليڪن هن وڏي سپني ۾ بہ پلجي وڃون ٿا ۽ مايا جي
قيدي ۾ ڦاسي دک ٿا پايون ۽ جوڻين جي چڪر ۾ ٿا پيڙجون.
مانڪ ڏبهي اُملهہ آهي جنهن ۾ آتم گيان ٻاني سکهون ٿا، پر رڳو
ڪتابن پڙهڻ ۽ وات سان چوڻ سان اهو گيان نٿو اچي، هتي نہ
سر جي سٽ ڏيڻي آهي، وڏا سادن ڪرڻا آهن، بوڳ ويراڳ، ۽
تياڳ جي وات هلڻي آهي، اندرين کي وس ڪرڻو آهي، من جي
چنچلتا دور ڪرڻي آهي، برهم ۾ لنو ليڻ ٿيڻو آهي. پوءِ بہ جڏهن

۽ ڪهاڻيون، الهاس ۽ چالو تشبيهن ۽ استعارن سان ڀرهندڙ جو من
موهيندڙ، سامي وٽ ڪي ٿورا اشارا ڪي ٿوريون تشبيهون آهن—
نوڙي ۽ نانگ، ڪنول گل، انل پکي، سپني مڌجهه راجا، ڏسوان
دوار، موهن جي مرلي، چڪور ۽ چنڊ، سهاڳڻ ۽ گهوٽ، ستگرو،
۽ سرڪي...... پر انهن وسيلي هڪ دلڪش ڪونا رچي سگهيو
آهي جا هزارن شلوڪن تائين وڃي ٿي پهچي. سامي جا شلوڪ نه
منتر آهن نه جهاڙ، نه شرولي نه سمرلي؛ ساميءَ جي شلوڪن ۾ نه
آهي واد نه وواد، نه شنڪائون نه سنڪلپ، نه واعدا نه وچن.
ساميءَ جي شلوڪن ۾ اسانجي زماني جو ٻه رس ڪونهي، نه وگيان
آهي نه بحث، نه ڪلا نه ڪاوِ. پر سنڌي جنتا وٽ هي شلوڪ
بلڪل قبول آهن ۽ پيڙهن وٽ به پسند آهن. انهيءَ مان ظاهر آهي
ته هي شلوڪ هڪ اوچ ڪوٽيءَ جي شاعر جي رچنا آهن. ✓

*　　　*　　　*　　　*

✓

سامي جي شلوڪن جو روپ بلڪل سادو آهي، پر اندر مٽيا
اٿن. سامي جا شبد سولا پر مڌر آهن. سامي جنتا جو شاعر آهي پر
ودوانن ۽ اميرن کي فهمائش ٿو ڏئي ۽ سندن ڪن مهت ٿو ڪري.
سنڌي شاعر اڪثري اوچي ڳالهه ٿا هلن پر ساميءَ لاءِ "غريبي گلزار
اٿئي موچاري مينگهو چوي". سامي جي غريبي ۽ نوڙت، حلم ۽ مرم
انهيءَ ڪري نه آهن جو هو بيڪس آهي يا بيدل، بيوس يا
دلگير، دڪايل آهي يا نياز، بلڪ انهيءَ ڪري جو لوڪشاهي
جي زماني کان گهڻو اڳي هو سچي لوڪشاهي جو قائل هو. سامي
دنيا جا ٻاهريان ته چيري الدين راز کي ڦوري انيڙ ڪيو تــ
برهم بنان ٻيو ڪجهه نه آهي. هي جڳت مٿيا آهي، مايا جي ڀرم
ڪري ٿي "مان ۽ تون" جو ڀيد اسانکي ستائي رهيو آهي ۽ ٻڌائي
جي بندن ۾ جڪڙجي اسين دکي ٿي رهيا آهيون. جنهن وقت
انيو ٿيو سين ته اسانجو روپ، اسانجو اصل، نه اندريون آهن نه جسم،
نه دماغ نه دل، پر ڪجهه ٻيو آهي، ۽ جنهن لاءِ اسين ٻاهرين وستن

سامي؏ جي شلوڪن جي ٻولي ۽ ٻيهڪ نرالي آهي. ڪيترن سگهڙن، خاص ڪري ٻيڻشرن ۽ پڳتن، سنڌي ٻوليءَ ۾ شلوڪ رچيا آهن، جن ۾ ويدانت ۽ تصوف جا مسئلا آيل آهن ۽ ڪي ٻيت ۽ شلوڪ ته ٻڌهه سامي؏ جي شلوڪن جهڙا پيا لڳن. مايا ۽ متيا، ست ۽ اَست، جڳت ۽ اوديا، جيو ۽ برهم، آتما ۽ پرماتما، من ۽ ٻڌي... اهي شبد انهن ٽا ڦتنڪن ۾ اچن، جڏهڪ ڪو بال آهي جو ڪو به بازيگر اُڇلائي ۽ جهٽي سگهي ٿو. ليڪن ڪو به سمجهو ماڻهو ڄاڻي ويندو ته هي ٻيا شلوڪ هٿرادو آهن، نقل آهن، ملمعي جا آهن. سامي ۽ ملڻ جي وچ ۾ هون؏ ته زمين آسمان جو فرق آهي — سامي ۾ نوڙت آهي ۽ ٻاڻ مارڻ، ملڻ ۾ آهي خودي ۽ ويڙه جو مادو... ٻر ٻن ڳالهين ۾ هڪجهڙا آهن. هڪ ته ملڻ پويون هو پنهنجي دؤر جو ته سامي به پويون آهي سنت-ڪوي: سامي ڪانپوءِ ٻيو زمانو شروع ٿي ويو. ٻيو ته واڻي ٻنهي جي شاندار آهي، جنهنکي انگريزيءَ ۾ "گرئنڊ سٽائيل" چيو اٿن. ٻيا ڪوي ڪجهه به ڪن ۾ انهيءَ شان يا بلندي واري سٽائيل تي نٿا رسن. ملڻ جا لفظ صفون ٻڌي مارچ ڪري رهيا آهن، سامي؏ جا شبد به جڏهڪ قواعد ڪري رهيا آهن، هڪ هڪ کي پنهنجو شان آهي، سيني کي گڏي پنهنجو پيڪو آهي. شاهه جا بيت آيتون آهن، الهام آهن، سامي؏ جي شلوڪن جي اها دعوي تي نٿي سگهي ڇاڪاڻ سامي؏ ۾ نه آهن سورما، نه سورميون، نه نرڪ، نه سرڳ، نه هوءَ دايا، نه هي دنيا؛ اتس فقط اندر ۾ جهاتي. سامي؏ جي شلوڪن ۾، سچل جي بيتن ۽ ڪافين جي مستي نه آهي، ڪشش نه آهي، بيخودي نه آهي، ٻر سچل ۾ جي لهر آهي ته سامي؏ ۾ وري نُهر آهي. شاهه ۾ لهر به آهي ته نُهر به آهي. سامي؏ جي ڪوتا ۾ شاعرن جي رنگين مزاجي جي جهلڪ به ڪانهي. جنهن وقت خيال ٿو ڪجي ته سامي رهاڪو هو سنڌ جي اُنهيءَ زماني جي شوقين شهر (شڪارپور) جو ۽ هر هر ايندڙ ويندڙ هو اُنهيءَ زماني جي مشهور ڪپڙي جي منڊيءَ ۽ سکن جي تخت گاه (امرتسر) جو ته تپرس ٿو لڳي ته ڪهڙي نه

گدوملَ انهن شلوڪن جو سار ڏيندي سنڌي نثر کي فصاحت ۽
بلاغت جي چوٽيءَ تي رسايو. ٽئين صاحب، شري واڌومل موٽچند
سامي مان چونڊ ڪندي ٽڪر ٽڪر جو ارٿ ڏنو ۽ شلوڪن جي
وشيه وار ترتيب ڪئي. هڪ پريميءَ (شري شانتي شاهاڻي) ساميءَ
جي شلوڪن کي انگريزي جامو پهرايو پر اهو پستڪ مون اڃا پڙهيو
نه آهي. هڪ پروفيسر (ڪلياڻ آڏواڻي) محنت ڪري سامي تي
جدا پستڪ رچيو جنهن جي پڙهڻ سان ساميءَ لاءِ اُڪير تي جاڳي
۽ ساميءَ جي شلوڪن لاءِ اُلساهه. ٽيئن وري هڪ سنڌيءَ جي
اُستاد بيدار مغز ساهتيه پريمي، ساميءَ جي هم لگرواسي، سامي جي
شلوڪن جو اونهو اڀياس ڪري ٽُهن ۽ ان جدا ڪيا آهن، سيٺئي
ڇاپا ۽ دستخط پٽتي، هڪ شڌ ڇاپو پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ سو
نه ته ديوان ڪوڙيمل جي ڇاپي کان ۱۴۰۰ شلوڪ وڌيڪ درج ٿيل
آهن. پروفيسر ڀوڄراج هوتچند ناگراڻيءَ نه رڳو محنت ڪري ساميءَ
جا سڀ شلوڪ هٿ ڪيا آهن پر اهو به ڏيکاريو آهي ته ڪهڙا ڪهڙا
شلوڪ سامي صاحب جوانيءَ جي جوش ۾ لکيا ۽ ڪهڙا پيريءَ جي زماني
۾ جڏهن هنجو انڀو پڪو هو ۽ پورو. ساڳئي وشيه تي شلوڪ **الف** علامت
ڏيکاريل آهن ۽ ٻيا **ب** جي سري هيٺ ته پڙهندڙ ڄاڻي ته جوانيءَ
جي **الف** شلوڪن ۽ پيريءَ جي **ب** شلوڪن ۾ مڙئي ڪي منزلون
طيءِ ٿيل آهن. پروفيسر ناگراڻيءَ نه رڳو معنيٰ ۽ سمجهاڻي ڏني آهي
۽ شلوڪن جو صحيح اُچار پڌرو ڪيو آهي پر هڪ عالماڻي ڀومڪا
لکي سنڌيءَ ۾ پهريون ڀيرو ويدانت ۽ يوگ جو وستار عام فهم
ٻوليءَ ۾ ڪيو آهي، جنهنجي پڙهڻ سان ڪوبه سنڌي سمجهي
سگهندو ته ڀارتيه سنسڪرتي جا ٿنڀا ڪيڏي آهي ۽ ڀارتيه وچار ۽
ويساهه جا ڪي ٻڌل آهن. پروفيسر ناگراڻيءَ ناد يا سرت شبد يوگ
بابت جيڪي لکيو آهي، تنهن مان سندس اڀياس جي سڌ پئجي
ٿي پوي. باقي سورلي صاحب جي وات ولي ساميءَ جي وقت
سنڌ جا هئي تنهن تي جو پروفيسر صاحب دوهرا داستان لکيا آهن تن
مان شلوڪن جا پڙهندڙ ڪيترو لاڀ پرائيندا سو چئي نٿو سگهجي.

چونڪ ڪردی ذات مرشد را قبول،
هم خدا در ذاتش آمد هم رسول.

ۼ

تو بهغی جان جمله عالمی،
هردو عالم خود توئی بنگر دمی.
درحقیقت خود توئی أم الڪتاب،
خود ز خود آيات خود را باز ياب.
صورت نقش إلاهی خود توئي،
عارف اشيا ڪماهی خود توئی.
آنچه مطلوب جهان شد در جهان،
هم توئي و باز جو از خود نشان.
هم ملڪ هم نهٔ فلڪ بشناختی،
گر بڪنه خويشتن ره يافتی.

*　　*　　*　　*

جيئن شيڪسپيئر کي پنهنجن رچيل ناٽڪن جي پرواه نہ ڪانہ هئي، تيئن سامي بہ پنهنجن شلوڪن بابت بلڪل بيپرواه هو. هنن سڄاڻين جي وقت ۾ مشهوري جو مرض ڪونہ هو. ۽ قدرت کي منظور نہ هو تہ سامي جا شلوڪ جنهن مٽ ۾ پيل هئا، تنهن مٽ جي پچرط سان هوا ۽ مٽي سان هڪ ٿي وڃن، يا ٽڪل پڳل ٽڪن ۾ جنتا جي چپن مان اُچارڻ ۾ اچن. قدرت سامي جي شلوڪن سان وڏوئي وڙ ڪيو آهي. هڪ ٻئي پنيان ٻرک سنڌي ودوانن انهن شلوڪن کي گڏ ڪيو آهي؛ ڇاپيو آهي، دل سان هنڊايو آهي. نئين دؤر جي چئن اُبن مان سڄن سارن ٻن، سامي جي شلوڪن تي اکر نچوڙيو، مغز کپايو ۽ داد ڏنو. ديوان ڪؤڙيمل جو نالو سنڌي ساهتيہ ۾ پيو نہ تہ انهيءَ ڪري سدائين ياد هوندو جو هن صاحب چاڪوڙو ڪري ٻن هزارن کان مٿي شلوڪ هٿ ڪيا، چنڊ چاڻ ڪئي ۽ معنيٰ ۽ سمجهاڻي سميت ڇپايا. ديوان ڏيارام

(٩) چاهه مٽي چنتا گئي، منوا بي پرواهه،
جن کي ڪڇو نه چاهئي، سوئي شاهنشاهه.

(١٠) جا کوجت برهما ٿڪي، سرنر مني ديوا،
ڪهي ڪبير سن ساڌوا، ڪر ستگور سيوا.

(١١) گور بن مالا ڦيرتي، گور بن ديتي دان،
گور بن دان حرام هي، جائي پوڇو ويد پران.

(١٢) يه تن وش کي بيلري، گورو امرت کي کان،
سيس دئي جو گورو ملي، تو ڀي سستا جان.

(١٢) سڀئي پر تو هي راج ملو هي، حاڪم حڪم دُهائي،
جاڳ پڙا جب لاو نه لشڪر، پلڪ ڪلي سڌ پائي.

(١٣) دک سک ايڪ سمان ڪر، هرش شوڪ نهين وياپ،
نرويري نهه ڪامنا، اوپجي ڇوهه نه تاپ.

(١٤) من داتا من لالچي، من راجا من رنڪ،
جو يه من گورو سي ملي، تو گورو ملين نشڪ.

(١٥) من گورک من گوبندا، من هي اوگهڙ سوئي،
جو من راکي جتن سي، آپ هي ڪرتا هوئي.

(١٦) من مريد سنسار هي، گورو مريد ڪوئي ساڌ،
جو مالي گورو بچن ڪو، تاڪا مت اگاڌ.

(١٧) جيتي لهر سمندر ڪي، تيتي من کي دوڙ،
سهجي هيرا نيپجي، جو من آوي ٺور.

(١٨) من هي ڪو پربوڌئي، من هي ڪو اُپديس،
جو يه من بس آوئي، تو ششيه هوئي سب ديس.

(١٩) من موتا من پاتلا، من پاني من لائي،
من کي جيسي اوپجي، تيسي هي هوجاء.

(٢٠) من کي بهتي رنگ هين، ڇن ڇن بدلي سوء،
ايڪ رنگ مين جو رهي، تاسا برلا ڪوء.

سامي جا شلوڪ ٿ ظاهر طور ڪبير جي شلوڪن ۽ نانڪ جي شلوڪن جي برادريءَ مان آهن ۽ سنڌ هند وچ هڪ پل آهن، جهڙيءَ وسيلي شڪارپور جي مڙهيءَ مان برانگهه پائي امرتسر جي سوني دربار ۾ پهچي سگهجي ٿو ۽ ڪبير جي ڪاشي ۽ گنگا مان لهڻي ۾ سکر جي سڌو ۽ سادن جي آستان تي رٿن ٿو ڪري سگهجي. ايباسيءَ ڪي سامي جي شلوڪن جو هي رس ولڙو آهي ۽ سامي جيڪي اوديا، وديا، ستگروءَ، اگيانيءَ، من جي ترنگ، پنچ وڪار...... وغيره بابت بوليو آهي سو جيءَ سان چڙهو آهي ٿ هن ڪي ڪبي ٿ پورين پورين تلسي، ميران، سور، ڪبير... مان پاڻڪي تربيت ڪري يا ٿ گهٽ ۾ گهٽ ڪي ٿورا سندن بيت ۽ شلوڪ اُجارڻ ڪري، مثلاً:-

(١) چار اٺارهه نؤ پڙهي، کٽ پڙهه کويا مول،
سوت شبد چيني نان، جيون پنچي چندول.

(٢) ايڪ پروسا ايڪ بل، ايڪ آس وشواس،
سواتني سلسل گورو چرن هين، چاترڪ تلسيداس.

(٣) ڪام ڪروڌ مد لوڀ ڪي، جن لگ من مين کانِ،
تلسي پنڊت موورکو، دونو ايڪ سمان.

(٤) تلسي يا سنسار مين، پانچ رتن هين سار،
ساڌ سنگت ستگور سرن، ديا دين اُپڪار.

(٥) ڪال بلي سب جگ ڪانپو، برهمادڪ مني روئي،
سو اڌم ڪي ڪون گتي هي، اور پري پرسوتي.

(٦) جن ڪي پيا پرديس هين، لک لک پيجين پاتي،
ميران ڪي پيا هردي بسه هين، نا ڪهين آتي نا ڪهين جاتي.

(٧) مرگ ترشنا جيون جگ رچنا هي، ديک هردي بچار،
ڪهي نانڪ پڄ سمه نام لڪ، جاتي هوت اُڌار.

(٨) جيسي جل تي بدبدا، اُپجي بسي نيت،
جگ رچنا ليسي رچي، ڪهه نانڪ سن ميت.

جي سامهون ئي نظر چڙهيس ها ته شايد چوي ها ته ڪبير جو پرساد هي ڇوڪر جنتا ۾ ورهائيندو. هي هتا هند جي جاڳرتي جا ٽي سنڌي مربي سنت-شاعر، ڪوي-اولياءَ جن کي اُنهن مان رس ۽ لاڀ ونئڻو آهي ته کي اول اڀياس ڪرڻ گهرجي اُنهيءَ جنبش جو جنهن هنن کي ڪيڏي نروار ڪيو.

سنڌ جي سرتاج شاعر شاهه ۾ سنڌ جو جوهر اوتيل آهي، ۽ سندس لطيف ۽ مدر ٻاڻي، مانو، سنڌ جي مٽي ۽ آب، آڪاش ۽ ڌرتي جو نج سروپ آهي. شاهه جي تهه ۾ آهي هند جو گيان ۽ يوگ، يڳتي ۽ وئراڳ، ته مٿين بناوت آهي تصوف جي. سندس بيت ڪبير ۽ ميران، تلسيداس ۽ سورداس جي دؤر جي پيدائش آهن، نه رڳو آڪار ۽ روپ ۾، بلڪ ٻوليءَ جي لحاظ کان ۽ اندرين رمز ۽ ٻاهرين ڪهاڻين جي نسبت ۾ به. پاڻ ٻاسيو اٿس:

ملا سناسن، مون جڙ لڳي جان ۾.

سچل سرمست کي نه ليبل لڳائي سگهجي نه نپو. جنهن ڪامل چيو ته، "نه مين آب، نه مين آب، نه مين ابر، نه آفتاب،" جو سدائين مگهن هو انهيءَ سونهن جي درشن ۾ جا نمودار ٿي مرليءَ واري گهنگهرين پائيندڙ سانوري ڪرشن ۾ ۽ اُنهيءَ يوسف ۾ جو مصر جي بازار ۾ ملهه وڪامڻ آيو، جنهن مجذوب دين دنيا جا لاڳاپا لاهي ڇڏيا ۽ منتر اُچاريو:

"ڪيڙو مست پرين، جي ڪٺي ناز مونکي،
وسريو روزو، ناهي ياد نماز مونکي"

تنهن لاءِ حد مقرر ڪرڻ واجب نه آهي، پر اڀياسي ۽ پارکو وڌيڪ فيض پائيندا جي ياد رکندا ته سچل به تلسي، ميران، سور، ڪبير، تڪارام ۽ نانڪ، جي سنگت مان آهي، ساڳئي ساگر جي اُڇ آهي، ساڳي جنبش، ساڳي جولان جي پيچ ۾ آيل آهي:

"صدقي سچل مان ستگر تان، جنهن جانب جوش جڳايو،
گور ۽ گوبند صورت ساڳي، راهه انهيءَ ۾ رهندين."

ساڳي ريت، جڏهن پارس ۾ مسلمانن جون ڪاهون وديشي روپ
جهڙي سنبون ۽ مسلمان اهڙاني پارٽي لسي ويا جهڙوڪ هندو، ۽
ويدن ۽ اُپنشدن، گيتا ۽ سمرتين جي جڳت متيا ايڪو ۾هم
دولبو ناستي جي سڪيا سان اسلام جي وحدانيت ۽ برادري جو
جوڙ مبڙ ٿي ويو لڏهن هڪ زبردست مهاساگر پلٽجي بيو، هڪ
اهڙي جنمش جو ڏڏڪو آيو جدهن جنتا جي جمون ۾ ڦرو آندو،
هڪ اهڙي واڻي پڌرط ۾ آئي جا سنسار جي ساهتيہ ۾ بيمثال مت
لٽي رڪي. انهيءَ مهاساگر جي اُچ ڀهرين ڀهرين ۾ سنت
ڪبير جي شلوڪن ۾ نظر آئي جدهن نابت اچا جئي لٽو سگهجي ته
هندو هو يا مسلمان (نالو مسلمان جو ۽ مک ۾ نامُ رام جو)، ۽ پوءِ
نمودار ٿي چونياريءَ جي بين لُن ساٿن ۾:

جنتا ڪسي ڀه ڪٽبڪي پڙ،
للسي، مبران، ســـور، ڪبير.

انهن ۾ سنت تلسيداس پورنو هو جاڪاڻ هن سنت سورهين
سؤ اسي (۱۶۲۳ع) ۾ چالاڻو ڪيو يعني ڪبير کان سوا سؤ سال
پوءِ انهيءَ مهاساگر جون ڇوليون جمنا ۽ گنگا لنگهي پنجاب لاٽين
وچي پهتيون جتي گرن جي واڻي پرگهٽ ٿي ۽ بابين کي لارڊ لاءِ
گرنٿ صاحب جو پرڪاش ٿيو. دکن ۾، شيواجي جي سمي سنت تڪارام
جا ابهنگ جنتا جي پياس ٻجهائڻ لاءِ بڻيا. اسانجي سنڌڙيءَ
لاتين وسڻ ۾ هن ساگر کي البت وقت لڳو، جيئن يوروپ ۾ نئين
دؤر کي انگلنڊ لاتين پهچڻ ۾ ٻه سؤ سال لڳي ويا. انهيءَ
سنت ـ ڪوي يا سنت ـ شاعر دؤر جي عرصي ۾ ارڙهين صديءَ
۾ هڪ ٻئي پٺيان پرگهٽ ٿيا سنڌڙيءَ جا ٽي سردار، سنڌيت
جو ساهه ۽ شان، سنڌ هند جا ساکي ۽ سگهند ـ شاهه، سچل ۽ سامي.
ملتن جوڪر هو جڏهن شڪسپئر چالاڻو ڪيو، سامي ٻه جوکر هو
جڏهن شاهه صاحب وفات ڪئي. سچل کي ته شاهه پاڻ ئي چٽ
پارايو ته جو ڪڌو مون چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي لاهيندو.

جوڙ آهي، ۽ نه ڪنهن خاص مرد يا عورت جي من جي گهڙ آهي.
هومر يا فردوسي، شيڪسپيئر يا تلسيداس، ٽاگور يا شاهه پنهنجي
زماني جا اڪيلا شاعر يا يگانه ساهتيه ڪار نه هئا پر گهڻن ڏيئن
جي وچ ۾ هڪ ڏيا ٽي هئا، وقت جي تقاضا جي سڦلتا هئا، جنتا
جي دبيل خواهشن ۽ امنگن جو اظهار هئا. انهن مهاڪوين جي تهه
کي رسڻ جي جنڪي چاهنا آهي سي ڀلي ڀرين اهو جاچين ته ڪهڙي
دؤر جا جائي هئا، ڪهڙي جنتا جا فرد هئا، ڪهڙي مهاساگر
جي ڇولين جا اُڀ هئا. اسانجي سنڌي ساهتيه جي ڀريمين ۽ پارکن
هن ڏس ۾ خير ڪو قدم کنيو آهي. گهڻو ڪري سيني ليکڪن،
خورد بينيءَ سان ساهتيه ڪارن کي جاچيو آهي ۽ دُوربينيءَ کان
بنهه ڪم نه ورتو آهي. هڪ انگريز، سورلي، دُوربيني ڪٽي شاهه
کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي پر چاڪاڻ پارتيه ساهتيه جي ڪيس
چاڻ نه هئي، هن واپاري ۽ اقتصادي انگن اکرن ۽ اجائي اپنائڙ
سان انهيءَ خال کي ڀرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

انگريزي ساهتيه جي اپياس ڪندڙن کي نه شيڪسپيئر نه ملٽن
مان مزو ايندو جيسين دُوربينيءَ سان انهيءَ مهاساگر جي ڇولين
کي نه جاچيندا جو مهاساگر يوروپ ۾ چوڏهين صديءَ ۾ اٿلڻ لڳو
۽ جنهنجي لهرن کي انگلنڊ تائين پهچڻ ۾ پورا ٻه سؤ سال لڳي ويا.
انهيءَ مهاساگر يا مهاجنبش يا مهاگردش کي انگريزيءَ ۾ ريناسنس
جو نالو ڏنو اٿن يعني نئون دؤر يا نئين جاڳرتي. انهيءَ دؤر يا
جاڳرتي جا پرسد نانءَ اٽليءَ ۾ تيا چوڏهين صديءَ ۾ — دانتي،
پيٽرارڪ ۽ بوڪيشيو — نه سورهينءَ سترهين صديءَ ۾ تيا انگلنڊ ۾ —
شيڪسپيئر ۽ بيڪن، مارلو ۽ ڪِڊ، سپينسر ۽ سڊني، گرين ۽ نئش،
بومانٽ ۽ فليچر، بين جانسن ۽ ڊن —، تانجو ملٽن جي بلند شاعريءَ
سان وڃي انهيءَ دؤر جو خاتمو ٿيو. اهو دؤر سؤ سال هليو،
پندرهن سؤ سٺ کان سورهن سؤ سٺ يا انهت تائين، پر انهيءَ
دؤر جي ڪري ئي انگلنڊ جو ساهتيه امر آهي.

هن آکو تہ جي مان ٻُڌڻ بعد ڪري وهان ها تہ جرمن وگيانِي ڏوري
ڏيڻ ۾ اهو قدم ڪڻن ها، وقت جو گهڻو وڃي چڪو هو.

اهو تہ لمو وگيانين جو سوال، پر جونتا تہ جن اڏاري پرشن ڪال
لي سوچ پالي ۽ مرلبو کي ماسڪيو، جي ڪرم جي چڪر مان
نڪري نراط پد کي پهچي ويا، سي بہ وقت جي لتاضا کان منڪر
نہ هئا. الين ڪيئن ليو جو جنهن وقت انسان ذات جي سرومٽي،
سڌارت، شپ جنتن، شپ پولٽا، شپ جيون جو ناد وڄايو ۽ اهنسا
جي وات بتائي، لنهن ساڳئي وقت جيئين جي مها لبرلڪر مهاوير
اهوني شمد سڻايو، ۽ هڙ پهوُ اهڙي ۽ راس، جو ماڻهو پڇن ٿا تہ گرو
جيلي جو حساب تہ نہ هو؟ مهاتما گانڌي ۽ جڪي ويهين صدي ۾
پر جنو سو سؤ ورهيہ اڳي شبلي جيو تہ چريو ڪري ورتائونس.
جڏهن نيڪ سمبہ آيو، تڏهن مهاتما ٽالسٽاءِ، مهاتما گانڌي ۽ مهاتما
شويتزر ۽ بين ساڳيا شمد آکيا ساڳيو رستو بتايو، پر وقت جي
لتاضا انڪول هئڻ ڪري اهي پاس ٿيا، شبلي ٿڏجي ويو. وقت
جي لتاضا ڪري شري ڪرشن جو پيارو متر ۽ شسٽہ ارجن مهاڀارت
جي جنگ ڪتڻ کانپوءِ دهقاني ڦورن جي ست تہ جهلي سگهيو ۽
پنهنجون مانتياڻون کسائي اچي روئي پٽي ويٺو. وقت جي لتاضا
ڪري جو انگلنڊ چار سؤ سال اڳي، چڪرورتي راڄ جو پاڳي ٿيو،
سو اڄ مهاڀاري لڙاين پر سوين پاتڙ کانپوءِ اوزارن هوندي، واپار
هوندي، سپاهہ هوندي، اڄي اهڙو لنگ لمو آهي جو حيران ٿيو
آهي تہ ڪبستائن هلي چلي سگهندس. وقت يا ڪال جو ڏهند
وڃي چڪو آهي ۽ انگلنڊ آمريڪا جو محتاج آهي تہ آسٽريليا جو
بہ دعاگو آهي، اها آمريڪا جا انگلنڊ مان ڏڪيل لوڪن وساٽي،
اها آسٽريليا جا انگلنڊ مان حمر ٽيپ ملبل ڏوهارين ۽ بدڪار عورتن
لاءِ جيل خانو هئي.

ساهتيہ نرپهجن کي جاڳ آهي تہ ساهتيہ وقت جي حسن جي
پيدائش آهي، جيوت جو عڪس آهي، ۽ جنتا جي جلپاٽ جو

ڪشنچند چيلارام ڪاليج جي، جنهن سان وقت بہ وقت ويدانت
اسپيس بي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي اٿم. هن صاحب چڱي ڪارائتي
ويدانت اسپيس چاڻ ڏاڍهن بي مهندو ڏيان ڇڪايو آهي ۽ اها
مسر ڪري ڏني آهي.

سيٺ پرمانند سڳدي مل پنهنجي عملي شڌ ڀاوناڻ سان پڻ مهنجي
همٿ افزائي ڪري ڀاڱڪي ڏيواد جو ڀاڱي بڻايو آهي.

ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سمورو خرچ سرڳواسي سيٺ نارائڻداس للي
جي سپالر پترن سيٺ (۱) گرڌاريداس (۲) هيماداس (۳) دوارڪاداس
(۴) رامچند (۵) ڊاڪٽر ڀڳوانداس (۶) لڪمچند (۷) پرسرام، پاڻ
تي هموار ڪيو آهي ۽ پنهنجي ڏرمانما پتا جي امر هيءُ ڪتاب
ڇپائي سنڌيءَ جاتيءَ جي شيوا ڪئي آهي. سرڳواسي سيٺ صاحب
جو پنهنجي جيون ۾ ساڌ سنگت ڏي گهڻو لاڙو هو ۽ اهو رام رس
سديو ولندا هئا. سندس پترن پڻ ان ڪري ساميءَ جي سلوڪن
ڇپائڻ ۾ خاص دلچسپي ورتي آهي. مهنجي من جي اها ڀاونا
هئي، تہ سندن پتا ۽ مهنجي محبت ڪا دائما صورت وٺي،
اڪري هڪ ٽرسٽ ڪڍو ڪيو پيو وڃي جنهن نسبت قاعدي جا
قدم کڄي رهيا آهن. ٽرسٽ جو مکيہ مقصد ۽ مراد ٿيندي تہ سنڌ
جي سنتن ۽ ساڌن جي ٻاڻي ڇپائي لوڪن اڳيان رکي. ساميءَ جي
سلوڪن جا اڃا ٻي ٻيا ڀاڱا اڪرڻا آهن. انهن کانسواءِ نانڪ يوسف،
وحل فقير، دلپت ۽ ٻين جو ڪلام پڻ ڇپائڻو آهي.

ڌڻيءَ دروبتي اٿم تہ "سماجڪا سائين پل ۽ پڏي ڏي تہ جنهن
ڀاونا سان هيءُ ڪم شروع ڪيو ويو آهي، اهو انهيءَ ئي ڀاو سان
علندو هلي ۽ ان دواران هند ۽ سنڌ جي سنڌين جي شيوا ٿئي."
مونکي اميد آهي تہ سنڌي جاتي انجي پنيرائي ڪري، هيءُ
ڪاريہ اڳتي لاءِ پڻ سولو ڪندي.

ٻمبئي،
۱ جون ۱۹۵۵ع.

بي. ايچ. ناگراڻي

# سرڳواسي سيٺ نارائڻداس راڌاڪشنداس لُلا

جنم: ١٨٧٧                ديهانت: ١٩٣٩



ڪهڙي ڀيٽ ڌريان، سامي ساڌ سنگت کي،
هيرا، مالڪ، موتي، ڪنچن ٿال ڀريان،
پٽ، پٽيهر، پاٽيهون، توشا ڍير ڌريان،
توڙي صدقي سر ڪريان، تانءِ ٻجي نه ٻرابر تي سان.

ڪشنچند چيلارام ڪاليج جي، جنهن سان وقت به وقت ويدانت نسبت بي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي اٿم. هن صاحب چڱي ڪاوش ويدانت نسبت جاڻ ڏانهن بي معهدو ڌيان ڇڪايو آهي ۽ اها ميسر ڪري ڏني آهي.

سيٺ پرمانند سگنلي مل پنهنجي عملي شڌ پاوتائن سان پڻ منهنجي همت افزائي ڪري پاڻکي ڌنيواد جو ڀاڳي بڻايو آهي.

ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سمورو خرچ سرڳواسي سيٺ تاراچنداس للي جي سپاتر پترن سيٺ (١) گرداريداس (٢) جمناداس (٣) دوارڪاداس (٤) رامچند (٥) ڊاڪٽر ڀڳوانداس (٦) لکمچند (٧) پرسرام، پاڻ تي هموار ڪيو آهي ۽ پنهنجي ڌرماتما پتا جي امر هيءَ ڪتاب ڇپائي سنڌيءَ جاتيءَ جي شيوا ڪئي آهي. سرڳواسي سيٺ صاحب جو پنهنجي جيوت پر ساڌ سنگت ڏي گهڻو لاڙو هو ۽ اهو رام رس سدبو ونندا هئا. سندس پترن پڻ ان ڪري ساميءَ جي سلوڪن ڇپائڻ پر خاص دلچسپي ورتي آهي. منهنجي من ۾ هي اها ڀاونا هئي، ته سندن پئسا ۽ منهنجي محنت ڪا دائما صورت وٺي، اُڪري هڪ ٽرسٽ ڪڙو ڪمو پيو وڃي جنهن نسبت قاعدي جا قدم کڻي رهيا آهن. ٽرسٽ جو مکيه مقصد ۽ مراد ٿيندي ته سنڌ جي سنتن ۽ ساڌن جي باڻي ڇپائي لوڪن اڳيان رکي. ساميءَ جي سلوڪن جا اجا تي نيا به ڀاڱا اڪرڻا آهن. انهن ڪانسواءِ ناڪ يوسف، روحل فقير، دلپت ۽ ٻين جو ڪلام پڻ ڇپائڻو آهي.

ڏٺيءَ دو ويتني اٿم ته "سپاچها سائين پل ۽ ڀڏي ڏي ته جنهن ڀاونا سان هيءَ ڪم شروع ڪيو ويو آهي، اهو انهيءَ ئي ڀاو سان هلندو هلي ۽ ان دواران هند ۽ سنڌ جي سنڌين جي شيوا ٿئي." مونکي اُميد آهي ته سنڌي جاتي انهي پنيرائي ڪري، هيءَ ڪاربه آئيندي لاءِ پڻ سوپارو ڪندي.

بمبئي،
١٥ جون ١٩٥٥ع.

بي. ايچ. ناگراڻي

ڏنا جو ڪٽي پاڻ وٽ رکيم. عيسوي سال اوڻيهه سؤ پنجاه جي شروع ۾، جڏهن پاڪستان سرڪار، ٻيون ڏهه مونکي جلاوطن ڪري، سنڌ جي وطن ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو، تڏهن هندستان ۾ اهو ڏيو ڪٽي آيس. پروفيسر ڦيرواڻي ان وقت ڏاري، هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو هو، سيٺ ماڌوداس ميندو بنگلور ۾ پاڻي پرمانند هردوار ۾ هئا. چت چاهيو ته اهو ساميءَ جي سلوڪن وارو امرت سر نئين ڍنگ ۾ لوڪن اڳيان رکجي. جي اها امانت مونوٽ نه هجي ها، ته هواڻ مونکي اهڙو ويچار ئي نه اچي ها. ڪن سڄڻن، جهڙوڪ شري ڌرمداس ٻجلاڻي ۽ سيٺ پرسرام پارومل سان جڏهن صلاح ڪيم، تڏهن انهن کي پڻ اها ڳالهه وڻي ۽ هر طرح مونکي همٿايائون.

ڏيي ڪولڻ سان مونکي معلوم ٿيو ته ڇاپيل سلوڪ، جي ڪتابن جي صورت ۾ هئا، انهن مان هڪڙو ڪتاب هوئي ڪونه. خود سلوڪ به فقط ڇاپيل هئا ۽ سنڌن اچارن وغيره لاءِ اچا ڏيان نه ڏنو ويو هو ۽ نه وري معنيٰ وغيره جو ڪم ڪو هٿ ۾ ڪيل هو. گرمکي ڇاپي جي اڪيچار چوڪن، سلوڪن جي جدا جدا ڇاپن ۾ مختلف پڙهڻين، مونکي مجبور ڪيو، ته نئين سر اهو ڪم هٿ ۾ ڪٽان. جينوٽيڪ مان مٿين ذڪر ڪيل صاحبن جي مضمونن جي چونڊ سان شامل ڪئي هوس، پر سنڌن ڇاپت ۽ جڏهن نمولي ۾ اهي سلوڪ ڏنا ويا هئا، تنهن سان نه. هر هڪ سلوڪ ان ڪري نئين سر ڪٽي، جدا جدا ڇاپن ۾ اهو پيٽي، انجي پڙهڻي پنهنجي چونيءَ بڌيءَ آهر درست ڪٽي اٿم ۽ ڪوشش ڪٽي اٿم ته صحيح ڇاپو عام جي اڳيان رکان.

مونکي هن ڪم ۾ ٻن قسمن جي مدد ملي آهي. هڪڙي ڪتابن جي، ٻي ڀنسن جي. سامي صاحب جي سلوڪن جا سنڌيءَ ۽ گرمکيءَ ۾ جدا جدا ڇاپا، مونکي شڪارپور جي مشهور ڪتابيءَ، سرڳواسي پوڪرداس ٿانوَرداس جي سپاٽر پٽر شري يوڄراج صاحب ميسر ڪري ڏنا آهن، جنهن لاءِ مان هن صاحب جو تهدل شڪرگذار آهيان. آءٌ ٿورائتو آهيان پروفيسر ڊاڪٽر واگهه، فلاسافي پروفيسر

# پس اکر

اُپنشد جو واڪيہ آهي تہ هزار سال هڪ ٽنگ تي بيهي، جيڪڏهن ڪو تپسوي، ويهي تپسيا ڪري، تہ بہ اها ان ڌيانيءَ جي ڌيان يوڳ برابر هرگز نہ ٿيندي، جو ڌياني، ان عرصي جو فقط سورهون حصو، ڌيان ۾ صرف ڪري ٿو. پل نہ پيدس هزار سال ويدو شاستر ابياس ڪري، پر اهو ابياس ڌيان بنا، ڪيس گيان ۽ گيان واريءَ وستوءَ جي پروجهہ نہ ڏيندو.

اهو ڌيان ڪهڙو هجڻ گهرجي، ڪيئن ڪجي، من جو مَيل ڪيئن اُلهي، ڪهڙي چشمي ۾ سنان ڪرڻ سان جيو پوتر ٿئي ٿو، ڪهڙي چڪي جي چشڪي سان ڄم ڪمات ڪلن ٿا ۽ ناسي اناسي ٿجو پوي، اهڙو امرت سرڳولڻ ۽ لوڪن کي ٻڌائڻ لاءِ ٿي ڌرمست جيون، ڪجهہ سال اڳي، شڪارپور جي شهر ۾ ڄاڻ ڪيو ۽ فيصلو ڪيو تہ ساميءَ جا سلوڪ مڪمل روپ ۾ ٿين، اهو ڪم ڏيندا. اهي صاحب هوا، ڀائي پرمانند صاحب پوڪ ڀنڊار وارو، سيٺ ماڌوداس ميدو ۽ سرڳواسي پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي، جنهنجي علميت ۽ وسيع دماغي جاڻ جهڙا صاحب، سنڌ ۾ ڪي ٿورا ٿيا آهن.

هر هفتي هو پرمانند پوڪ ڀنڊار ۾ ملندا هوا ۽ سامي صاحب جي سلوڪن جو گرمکيءَ ۾ ڇاپو جو لاهور ۾ ڇپيو هو ۽ جنهن ۾ ٣٥ سؤ سلوڪ هئا، اهو ڪڍي، چونڊيون ڪتي، مضمون آهر هڏندا هئا، ٿان جو ملڪ جي ورهاڱي اچي منهن ڪڍيو. لڪڙي لڏ پلاڻ ٿي، پروفيسر ڦيرواڻي پڻ هندستان ويو ۽ سندن گرمکي جا ٽيل چونڊيون سندس گهر ۾ ئي رهجي ويون. سڀ بيلڻ ۽ ٻيو ڪم ڪندڙ سنڌ ڇڏي ويا هئا. مان ان وقت شڪارپور ۾ هوس. پروفيسر ڦيرواڻيءَ اُن ڪري مونکي لکيو، تہ ڪنهن بہ دستور اسان جا چاٽيل سلوڪ هٿ ڪر. مون اهي هڪ ڏبي ۾ بند ٿيل

# پنوتري



## سامي ءَ جا سلوڪ

# ساميءَ جا سلوڪ

مهاڳ، مختلف پڙهڻين ۽ معنيٰ سميت.

## ڀاڱو پهريون


مهتمم

**بي. ايڇ. ناگراڻي**

پروفيسر سنڌي

رشي ديارام ۽ سيٺ هاسارام نيشنل ڪاليج

۽

سيٺ وسيامل آسومل سائنس ڪاليج،

باندرا، بمبئي-٢٠.





[ ڪاپيون ١٠٠٠    سال ١٩٥٥ع    ڇاپو پهريون ]

قيمت

ڪچو جلد ٠-٨-٤ روپيا

پڪو جلد ٠-٠-٥ روپيا


